# ڪي ڪي ماڻهو
# وديا ساگر

(مقالا، مضمون ۽ خاڪا)

## منظور ڪوهيار

ڪنول
پبليڪيشن
قنبر

**BOOK NO: (70)**

◊ kay kay Manho widya sagar

◊ Manzoor Kohyar

FIRST EDITION 2010





Publication Kamber

◊ ڪي ڪي ماڻهو وديا ساگر

(مقالا، مضمون ۽ خاڪا)

◊ **منظور ڪوهيار**

ڇاپو پهريون: سيپٽمبر 2010ع

ڪمپوز ٽائيٽل: ڪنول گروپ

**ڪنول**

**پبليڪيشن قنبر**

**ملهه: 150 روپيه**

# ارپنا

محنت ڪش ۽ معزز دوست

**افضل قادريءَ** جي نانءُ

# سڻاءُ

اداري پاران:

مختصر حياتيءَ جي سفر ۾ جتي انسان پاڻ 'مسافر' آهي. اتي ان پنڌ تي ساڻس وک ۾ وک کڻندڙ ٻيا ڪيترا ماڻهو 'همسفر' جي روپ ۾ سندس همنوا ۽ راهرو به آهن.

ڪائنات جي هلندڙ ڦرندڙ چرخي ۾ ڪيئي 'محروم' آيا ۽ ويا. فنا رڳو انهن ڪي ئي نه ڇهي سگهي آهي. جيڪي 'ماهر' هئا. جن پوڻ ۽ پوڻ واسين لاءِ پنهنجي رس ڀري ڪردار جو امرت ورهايو.

'منظور ڪوهيار' پڻ علمي آتڻ جو اڻ ٽٽو حصو آهي. جتي سندس ادبي پورهيي جو وکر، پنهنجي ڀرپور رنگن سان ڏيانُ ماڻُ لهي ٿو. منظور ڪوهيار جي شخصيت کي نکارڻ ۽ سنوارڻ ۾ جن به عالمگير فردن جيترو به جهڙو به رول ادا ڪيو آهي. منظور ڪوهيار بغير ڪنهن مصلحت جي انهن کي پنهنجي هن ڪتاب ذريعي ميجتا جو ملهه اربي پيو.

هيءُ ڪتاب: منظور ڪوهيار جي يادگيرين سان گڏ سندس آتم ڪٿا به آهي. هن جتي پنهنجي ادنيٰ شخصيت کي بي عيب رکيو آهي. اتي ساڻس وابسته اعليٰ انسانيت جي جوهر کي نمايان مقام اربيو آهي.

هيءُ ڪتاب: فني حوالي سان خاڪن/مضمونن/ ۽ مقالن وچ ۾ بنيادي فرق کي سمجهڻ لاءِ پڻ ڪارگر آهي.

منظور ڪوهيار جي سليس ٻوليءَ ۽ منظر نگاريءَ سان گڏ تاريخي حوالن بحثن جي حسناڪي هن ڪتاب کي عام ڪتابن کان منفرد بڻائي ٿي.

اداري پاران شايع ٿيندڙ سندس هي چوٿون ڪتاب به سندس ٽن اڳين ڪتابن وانگر الڳ ۽ منفرد آهي. پارکو پڙهندڙن جي راءِ جو انتظار هوندو.


**سعيد سومرو**

ڪنول پبليڪيشن قنبر

poetsaeed@yahoo.com

0333_75_23132

# سوانح نگاري ۽ سوانح نگار

ڪنفيوشس جڏهن مرڻ تي هيو تہ سندس شاگردن کانئس سوال ڪرڻ شروع ڪيا. هڪ شاگرد کانئس پڇيو: "استاد ڪجھ ديوتائن جي باري ۾ ٻڌايو." ڪنفيوشس وراڻيو: "مان اڃان ماڻهن کي سمجهي ناهيان سگهيو تہ ديوتائن جي باري ۾ ڇا ٻڌائيندس!"

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ ماڻهو ڏاڍو ڀهروپيو آهي، ڇو تہ سندس شخصيت جا گهڻا پاسا آهن. ان ڪري انگريزي وارو لفظ personality بہ لاطيني لفظ persona مان نڪتو آهي، جنهن جو مطلب آهي نقاب يا مکوٽو. ۽ ان حوالي سان شخصيت جي ماپ طور صرف، قد ڪاٺ، لٽن ڪپڙن، رنگ ڍنگ، ذات پات، سماجي سياسي يا مذهبي رتبن جي بنياد تي ناهي ڪئي ويندي، پر شخصيت جي سڀني پهلوئن جي بنياد تي ٿيندي آهي، جنهن ۾ ظاهري ڏيک ويک کان وٺي ماڻهوءَ جا احساس امنگ ۽ ورتاءَ اچي وڃن ٿا. اها ڳالھ اسين پنهنجي پاران نٿا ڪيون، پر سماجي نفسياتي ماهر social psychologist بہ اها ڳالھ ڪن ٿا.

سماجي نفسيات جي لغت جي حوالي سان هڪ وصف هيءَ بہ آهي:

"Personality is the totality of impressions which one man makes on other.

" شخصيت مڪمل تاثرن جو اُهو مجموعو آهي، جيڪو هڪ ماڻهو ٻي ماڻهو مٿان وجهي ٿو."

سماجي نفسيات جا ماهر چون ٿا تہ پنج جزا شخصيت کي ٺاهڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا.

1. وراثت: جيڪا هڪ شخص کي پيءُ،ماءُ جي طرف کان ملي ٿي.

2. جاگرافيائي ماحول: جيڪو ماڻهوءَ جي جسماني ساخت تي اثر انداز ٿئي ٿو.

3. سماجي ماحول: جيڪو ماڻهو جي سماجي تربيت ڪري ٿو ۽ کيس سماجي رتبو social status ڏياري ٿو.

4. ثقافت: جيڪا ماڻهو کي مخصوص رهڻي ڪهڻي، ٻوليءَ ۽ لباس سان آراستہ ڪري ٿي.

5. زندگيءَ جا مخصوص تجربا ۽ مشاهدا: جيڪي هر هڪ ماڻهو کي الڳ الڳ ٿين ٿا. اهي ئي سندس مخصوص نفسياتي ڪيفيت جوڙين ٿا.

ان مان ثابت ٿيو تہ هر شخص جي شخصيت ڏاڍي پيچيده انداز ۾ جڙي ٿي ۽ ان تي لکڻ تہ هيڪاري ڏاڍو ڏکيو آهي. جو تہ هڪ انسان بظاهر جيڪو ٻاهران ڏسڻ ۾ اچي ٿو، سو ضروري ناهي تہ اندر ۾ بہ ساڳيو هجي. ان ڪري هڪ سوانح نگار هڪ ماڻهو تي صرف ايترو لکندو جيترو هن کي نظر آيو هوندو يا کيس معلومات ملي هوندي.

سوانح عمري يا حيات نگاري جي فن جي ابتدا ڪٿي ٿي...؟ ان حوالي سان ڪيترين دعوائون آهن. ڪي چون ٿا تہ چين ۾، ڪي مصر ۾، ڪي يونان ۾، تہ ڪي هندوستان ۾. حيات نگاري جي فن جي حوالي سان عراق مان مليل "گل گامش جو قصو" پهريون ڪتاب ڄاڻايو وڃي ٿو پر حقيقت ۾ تہ رامائڻ ان حوالي سان گل گامش جي قصي کان وڌيڪ بهتر آهي.

پراڻي دؤرن ۾ جيڪي سوانح عمريون لکيون ويون، اهي بادشاهن، مذهبي شخصيتن، جنگجو ماڻهن يا مشهور ماڻهن جون هيون. وچئين دؤر 400ع کان 1450ع ۾ عيسائي مبلغن پنهنجن شهيدن ۽ پيشوائن جون سوانح عمريون لکيون.

9 صدي عيسوي ۾ مسلمان عالمن بہ حضرت محمد صلعم، ۽ صحابہ ڪرامن جي سوانح حيات لکي. ان حوالي سان سعد البغدادي وڏو ڪم ڪيو. جيئن تہ اسلامي دنيا ۾ حديث هڪ وڏو موضوع يا نصاب بڻيو ان ڪري محدثن جي زندگي ۽ انهن جي حيثيت ۽ مرتبي کي پرکڻ لاءِ بہ تنقيدي سوانح جو بنياد پيو، جنهن کي چيو ويو "علم الرجال" يعني "ماڻهو جو علم."

عام ماڻهوءَ جي زندگيءَ تي 18 صدي عيسوي ۾ لکيو ويو. ۽ اهو ئي جديد سوانح نگاري جو دؤر آهي. جنهن ۾ سيموئل جانسن 1781ع critical lives of poets لکيو. جان جيڪس روسو اعتراف confessions لکي ڪري سوانح نگاري کي نئون موڙ ڏنو. جنهن ۾ ماڻهوءَ پنهنجين غلطين کي بہ قلم بند ڪيو. جنهن جي ڪري ڪيترن ماڻهن پنهنجين آتم ڪٿائن ۾ وڏي جرئت سان پنهنجن ڏوهن ۽ گناهن جو اعتراف ڪيو.

جڏهن پرنٽنگ مشين وجود ۾ آئي تہ ڪتابن ڇپجڻ جو وڌيڪ رجحان پيدا ٿيو. ان دؤران سوانح عمريون بہ گهڻيون ڇپجڻ لڳيون. پر پهرين جنگ

عظيم ۾ انسانن جيڪي هيانءَ ڏاريندڙ تباهيون ۽ برباديون ڏٺيون، اُهي بہ سوانح حيات جي ذريعي وڏيڪ سامهون آيون. ۽ ائين ٻي جنگ عظيم اُن ۾ وڏيڪ واڌارو آندو.

1970ع کان پوءِ يورپ ۾ عورت جي سجاڳي وارو دؤر ليکيو وڃي ٿو. ان دؤران عورتن بہ سوانح نگاريءَ جي لحاظ سان ڪيئي ڪتاب لکيا.

اردو ادب ۾ غالب جي خطن کان وٺي، امرتا پريتم جي "ايڪ ٿي سارا" تائين مختلف اندازن ۾ خوبصورت ۽ بهترين سوانح عمريون لکيون ويون آهن.

سنڌيءَ ۾ بہ سوانح نگاريءَ جي حوالي سان تمام سٺو لکيو ويو آهي. جن ۾ جي ايم سيد جو ڪتاب، "جنب گذاريم جِن سين"، پير علي محمد راشديءَ جو ڪتاب، "اُهي ڏينهن، اُهي شينهن"، پير حسام الدين راشديءَ جو ڪتاب "هو ڏوٿي، هو ڏينهن"، محمد بخش مجنون جو ڪتاب "مسڪين جهان کوسو"، اختر بلوچ جو 'قيدياڻيءَ جي ڊائري' وغيره آهن.

سوانح عمري يا حيات نگاري جي هڪ سادي وصف اِها بہ آهي:

"ڪنهن بہ شخص جي نجي زندگيءَ جا معاملا ۽ واقعا بيان ڪرڻ."

سوانح عمري تاريخ جو حصو آهي. پر تاريخ لکڻ وانگر هن جا انداز مخصوص ناهن. سوانح عمري يا حيات نگاريءَ جي لکڻ جا نمونا تمام گهڻا آهن. جن مان ڪجهہ هيٺين ريت پيش ڪجن ٿا.

**1: معلوماتي سوانح حيات** Informative Biography

هن ۾ ڪنهن بہ شخص جي ذاتي زندگيءَ جي باري ۾ بنيادي ڪوائف ڄاڻايا ويندا آهن. مثلن: نالو ذات پات، ڄمڻ جو ڏينهن، هنڌ، تعليم، ڪرت، شاديون، ڪارناما ۽ موت (مئل هئڻ جي صورت ۾) هن قسم جي معلومات ڪنهن شخص جي ذاتي رڪارڊ مان حاصل ڪئي ويندي آهي.

**2: تنقيدي سوانح حيات** . Critical Biography

هن قسم جي سوانح حيات ڪنهن شخص جي شخصيت پرکڻ ۽ سمجهڻ لاءِ سندس خطن، انٽرويوز، ذاتي زندگيءَ بابت مليل مواد کي سامهون رکي لکي ويندي آهي. اِن ڪري تنقيدي سوانح حيات تحقيق وانگر خشڪ ۽ گهٽ دلچسپ ٿئي ٿي.

**3: معياري سوانح حيات** Standard Biography

هن قسم جي سوانح حيات ۾ حقيقتن سان گڏوگڏ دلچسپ واقعا بہ شامل هوندا آهن. معلومات سان گڏوگڏ علمي ۽ ادبي رنگ بہ هوندو آهي. اِن

ڪري اهڙي قسم جي سوانح حيات کي معياري سوانح حيات ڪوٺيو ويندو آهي. تنهن ڪري ان کي پذيرائي به گهڻي ملندي آهي.

**4: تشريحي سوانح حيات** Interpretive Biography

هن سوانح حيات ۾ ماڻهو جي زندگي ۾ آيل واقعن کي تشريحي انداز ۾ بيان ڪيو ويندو آهي. جنهن ۾ خوبصورت لفظن، جملن، محاورن، استعارن ۽ تشبيهن جي چاشني هوندي آهي. پر تشريحي سوانح حيات اجائي ڊيگهه جو پڻ شڪار ٿيندي آهي.

**5: افسانوي سوانح حيات** Fictionalized Biography

هن قسم جي سوانح حيات کي افسانوي انداز ۾ لکيو ويندو آهي ته جيئن اُن شخص متعلق، پڙهندڙن جي دلچسپي قائم رهي. اهڙي طرح تاريخي ناول به افسانوي سوانح حيات جو حصو بڻجي وڃن ٿا. جيئن جميل هاشميءَ جو "دشت سوس" ناول، جيڪو حسين بن منصور حلاج جي شخصيت جي حوالي سان لکيل آهي.

**6: خاص مطلب واري سوانح حيات** Special Purpose Biography

هن قسم جي سوانح حيات ڪنهن خاص قسم جي سياسي، مذهبي پروپيگنڊه لاءِ لکي ويندي آهي. يا وري سياسي سماجي رتبه حاصل ڪندڙ ماڻهو پنهنجي ساک بچائڻ يا وڌائڻ لاءِ لکرائيندا آهن. جيئن اڄڪلهه سياستدان ۽ فوجي جنرل پنهنجي سوانح حيات لکرائيندا يا لکندا آهن.

**7: آتم ڪٿا** Auto Biography

آتم ڪٿا، حيات نگاري يا سوانح حيات جي حوالي سان اُهو انداز آهي، جنهن ۾ ليکڪ پنهنجي سموري ڪيفيتن، امنگن ۽ احساسن کي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. پنهنجي ذاتي زندگي جي اُنهن واقعن، حادثن تان پردو کڻندو آهي، جنهن جي عام ماڻهن کي خبر ناهي هوندي جيئن شهيد بينظير ڀٽو جي جڳ مشهور آتم ڪٿا Daughter of East آهي. آمريڪا ۾ عام ماڻهن به پنهنجيون آتم ڪٿائون لکي چرڪائي وڌو ۽ ثابت ڪيو ته هر شخص کي پنهنجي الڳ شخصيت آهي. جيڪا هن کي ٻين کان منفرد بڻائي ٿي.

**8: خط:** Letters

سوانح حيات جي حوالي سان خطن جو به اهم ڪردار آهي، ڇو ته ماڻهو جي شخصيت خطن وسيلي به ظاهر ٿئي ٿي. ان حوالي سان ڪليم لاشاري جو ڪتاب"خطن جو سوانحي مطالعو" هڪ بهترين تجزيو آهي.

جنهن ۾ ڪنهن بہ شخصيت کي سمجهڻ لاءِ خطن جي اهميت ۽ افاديت متعلق بحث ٿيل آهي.

### 9: ڊائريون

سوانح حيات جي حوالي سان ڊائري بہ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. ڪنهن شخص جي ذاتي زندگي بابت، سندس خوشين، غمين بابت هڪ روزنامچو آهي. جيئن ايني فرينڪ جي ڊائري جڳ مشهور ٿي.

### 10: انٽرويو Interview

انٽرويو بہ ماڻهن جي شخصيت کي ظاهر ڪرڻ ۾ اهم ڪردا ادا ڪن ٿا. بشرط ڪہ انٽرويو وٺندڙ ذهين ۽ هوشيار هجي. جيئن دنيا جي وڏين شخصيتن کان "اوريانا فلاسيءَ" جا ورتل انٽرويو آهن. جيڪي ڏاڍا مشهور ٿيا. ۽ اُنهن شخصيتن کي سمجهڻ جي حوالي سان بہ هڪ حوالو بڻيا.

### 11: يادگيريون/ساروڻيون Memoirs

ڪنهن خاص عهدي يا جڳهہ تي رهندي ماڻهن يادگيريون لکيون. اِن حوالي سان 15 صدي عيسويءَ ۾ فلپ ڊي ڪامنس فرينچ ڪائونسلر ۽ سنڌ جي حوالي سان ڪيپٽن ٽي پوسٽنس پنهنجون يادگيريون لکيون. اهي بہ سوانح نگاري جي حوالي سان اهميت رکن ٿيون.

### 12: سفرنامہ Travelogue

سفرنامو بہ هڪ قسم جي سوانح حيات آهي. جيڪو ماڻهو سفر جي دؤران پنهنجي ۽ ٻين متعلق لکي ٿو. اهو اڳتي هلي تاريخي دستاويز بڻجي وڃي ٿو. ابن بطوطہ جو سفرنامو يا چيني سياحن جا سفر نامہ پنهنجي دؤر جا تاريخي دستاويز آهن. سنڌيءَ ۾ الطاف شيخ جا سفرنامہ بہ مشهور آهن.

### 13. جيل وارتائون

جيل دؤران گهاريندڙ قيدن جون ڊائريون، آتم ڪٿائون بہ جڻ تاريخي دستاويز بڻجي وڃن ٿا. جيئن سنڌي ۾ رسول بخش پليجي جو ڪتاب "ڪوٽ لکپت جو قيدي" هڪ دستاويز بڻجي ويو.

سوانح نگاري جي حوالي سان لکڻ جا بہ ڪيترا اسلوب آهن. ڪي مضمون جي صورت ۾، تہ ڪي مقالي جي صورت ۾، تہ ڪي خاڪي جي صورت ۾، جنهن کي انگريزي ۾ Personality Sketche سڏيو وڃي ٿو. شخصي خاڪي لاءِ 20 صدي عيسويءَ ۾ پهريان اِهو معيار هيو تہ 750 لفظن کان 1500 لفظن تائين مشتمل هجي. پر هاڻي ڪا حدبندي ڪونهي. چو تہ سوانحي يا شخصي خاڪي جو مطلب آهي، "ڪنهن ماڻهوءَ جي

زندگيءَ جو مختصر لفظن ۾ بيان ڪرڻ“ کو ساگر ڪي ڪوزي ۾ ڪيئن بند ٿو ڪري. اُها ليکڪ جي پنهنجي مهارت آهي.

مون جيڪو ڪجھ لکيو، سو من مؤجي انداز ۾ لکيو آهي. ڪڏهن شخصيتن تي خاڪا لکي”سوجهرو“. ”پرک“ ”عبرت اخبار“. ”عبرت ميگزين“ ۽ ”پيغام“ رسالن ۾ ڇپرايم ته ڪڏهن ”لاڙڪاڻو هسٽاريڪل سوسائٽي“ جي ”وساريان نه وسرن“ واري پروگرام ۾ مضمون لکي پڙهيم. ڪڏهن”رائٽرس ڪلب لاڙڪاڻو“ ته ڪڏهن ”قادري قلم قبيلي“ طرفان ”ميان محمد صالح قادري جي عرس“ جي موقعي تي منقعد ادبي ڪانفرنس ۾ شخصيتن تي مقالا پيش ڪيم. ڪجھ ٻيا مضمون يا خاڪا ٻه لکيم ته سستيءَ سبب ڇپرائي نه سگهيم. ائين ئي پيا رهيا. ڪي پورا. ڪي اڌورا. حال في الحال صرف اُنهن شخصيتن تي لکيل خاڪا ۽ مضمون هن ڪتاب ۾ ڏنا آهن. جيڪي منهنجي لاءِ چڻ وديا ساگر جي سمان هيا ۽ آهن.

هن ڪتاب ۾ بيان ڪيل هڪ هڪ شخصيت تي پورو ڪتاب لکي سگهجي پيو. پر ڇا ڪجي، ڳالھ اُهائي ٿي اچي، ته ”اور ڀي غم هين، زماني مين محبت ڪي سوا“

اِها شابس آهي، سعيد سومري کي، جيڪو مون کي اهو چئي پيو اُتساھ ڏياريندو آهي، ته ”سائين هن سال ڪهڙو ڪتاب آڻيون؟“ ۽ مان ٻه سندس چوڻ تي عمل ڪندو آهيان. اِن ڪري جو منهنجن ڪيترن ڪبتن ۾ پنن جا ڍير لڳا پيا آهن. جن کي منهنجي زال مراد خاتون سانڍي سانڍي هاڻي پوڙهي ٿي چڪي آهي. سوچيندو آهيان ان بهاني سان گهٽ ۾ گهٽ ان جو بار ته هلڪو ٿيندو.

## منظور ڪوهيار

0343_3629448
هائوس نمبر A 3056
فيز 2 گلشن حديد ڪراچي

# جي ايم سيد
# هڪ عظيم درسگاه

سال 1979ع جو هيو. پوريءَ طرح ياد ناهي تہ مهينو جُون جو هيو يا جولاءِ جو. بشير شاهاڻي جيئي سنڌ اسٽوڊنٽ فيڊريشن جي صدر جي حيثيت سان، اڄان پهگل پستل رکڻ جي الزام ۾ جيل ياترا نہ ڪئي هئي.

مان ۽ بشير شاهاڻي ذاتي دوست ۽ ڳوٺائي هياسين. اِن ڪري لاڙڪاڻي کان سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو اچڻ وڃڻ گڏ ٿيندو هو. بشير شاهاڻي ايندي ويندي عمومن "سن جي سائين" جي ديدار درشن لاءِ لهي پوندو هيو. ۽ مون کي بہ صلاح هڻندو هيو. پر مان نٽائي ويندو هيس.

هن هڪ دفعي لاڙڪاڻي کان يونيورسٽي ايندي زوري سن لاهي وڌو ۽ چيائين : "هر ڀيري حرامپائي ڪري نٽائين ٿو. اڄ نہ ڇڏيندو سانءِ!"

اسٽاپ تي لٿاسين تہ ڪو بگيءَ وارو بہ نظر ڪو نہ آيو. ڏنڊا ڏوٽا هياسين، سو ڪنهن بگيءَ جي انتظار ڪرڻ بجاءِ گوڏي گاڏي ڪئي سين. اٿين پٽي لڳو تہ سنڌ وارو سن ۽ انگريزيءَ وارو SUN پاڻ ۾ ڀڪجي ويا آهن. هلندي هلندي ٻنهي جو وات ال ڪانوَ وانگر پٽجي ويو هو. تيز روشنيءَ جي ڪري اکيون چنجهيون ٿي ويون هيون.

سن ڳوٺ جي گھٽين مان مڙندي، هڪ جڳھ جي دروازي ۾ داخل ٿي ٿلهي تي چڙهياسين. پوءِ دالان ۾ اچي جوتا لاٿاسين. بشير شاهاڻي ٻليءَ پير هلندي سامهون واري ڪونيءَ جو دروازو احتياط سان کوليو ۽ اندر داخل ٿيو. دروازي ٻـ جڻ آرام ۾ خلل محسوس ڪندي احتجاجن چيڪٽ ڪيو. اندر دريءَ جي سامهون هڪ جُنگ پوڙهو مڙس ڏير جي وچايل تڏي تي رلهي مٿان گهري ننڊ ۾ ستل هيو. مٿن کان 15 سالن جو هڪ ڇوڪرو ويٺو هٿي رهيو هيس ۽ پيرن کان اڌ وهي همراهه زور ڏئي رهيو هيس. بشير شاهاڻي سڙٻاٽين ۾ ٻڌائيندي چيو:

"اهو ئي هيٺ ستل سائين جي ايم سيد اٿئي!"

مون هڪ نظر سائين تي وڌي، جيڪو محو خواب هيو. ضرور اِهو خواب سنڌ جي آجپي جو ئي هوندو، اسان ٻنهي جڻن پنهنجا ٿيلها ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ رکيا. پوءِ سامهون رکيل ڪرسين تي ڦانءِ ٿي ڪري پياسين. جو گهٽي پگهر وهڻ ڪري جسم ساٽو تي چڪو هيو.

منهنجين اکين ڪمري جو جائزو وٺڻ شروع ڪيو. جيتري قدر ياد آهي تہ ڪمري جي ڏاکٽين پاسي پٽ تي اوني ٽوپ ۽ سويٽر سان، سائين جي ايم سيد جي قد آدم ناهوڪي تصوير لڳل هئي. اُن جي پر ۾ پر ٿورو مٿيرڪو ڪنهن مصور جي منظرڪشي واري تصوير ٽهيل هئي، جنهن ۾ نہ ڪٽندڙ ساوڻ ڪيتن جو سلسلو ڪيتن ۾ بيٺل متارا ڏڳا، وٽر ستر هاري ۽ ڇيلھ ڇهبڪ ناريون ڏيکاريل هيون. ائين پئي لڳو ڄڻ مصور سائين جي ايم سيد جي اکين ۾ پيهي سنڌ جي روشن مستقبل جي تصوير ڪشي ڪئي هجي.

اولهائين پٽ تي ڳاڙهي سنڌي ٽوپ ۽ ريشمي اجرڪ سان سائين جو پورٽريٽ ٽهيل هو. جنهن ۾ جي ايم سيد جي لازوال مرڪ شامل هئي. جنهن ۾ مون کي موناليزا جي مرڪ کان وڌيڪ گهرائي ۽ گيرائي نظر آئي. (بهرحال هرهڪ جي پنهنجي اک آهي.) اولهہ - اتر واري پٽين جي ڪنڊ ۾ ڪارنر ٽيبل مٿان پلاسٽر آف پيرس جو سندس ئي سفيد رنگ جو بت رکيل هو. ڪمري ۾ ٻـ اولهہ ۽ ٻـ اوير کان ڪتون پيل هيون. ڪمري جي اتر ۽ ڏکڻ پاسن کان چار چار ڪرسيون رکيل هيون، جن تي سفيد چادرن جا گاديلا پيا هيا.

بشير شاهاڻي جَهلي چڪڻ شروع ڪئي. جهليءَ جي جُهلڪن ڪجهہ پگهر سڪايو تہ اُٿي مٽ مان پاڻيءَ جا ٻـ ٽي گلاس پري ڏوگهياسين. هڪ ننڍي ٽيبل تي ٽري Tray رکيل هيو. جنهن ۾ قسمين قسمين ميوا پيل هيا. خاص ڪري مشهدي صرف جتري ڪيلا ۽ لاڙڪاڻي جا ڳاڙهہ سرا

چيها ۽ ٻاوا زيتون (زيتونن جا قسم) وغيره. دل ڪڍيو تہ جيڪر هڪ اڌ شيءِ کڻي کائجي. پر سجو ڪم زيتونن خراب ڪري وڌو جو منجهن سياري جي مند ۾ پڪل زيتونن واري لالاڻ هئي جڏهن تہ لاڙڪاڻي جي گرمين واري زيتونن ۾ ڳاڙهاڻ ناهي هوندي.

بشير شاهاڻي منهنجي گهور کي سمجهي ويو ۽ ڏاڍي مهمانوازي واري انداز ۾ چيائين:

"پلي کاءُ، سائين جي ايم سيد مهمانن لاءِ گهرائي رکيا آهن. چتري ڪيلا تہ زبردست ٿي."

مون وراڻيو "ڪيلا کائيندا اُهي، جن سڄي عمر ڪيلن تي گذارو ڪيو هجي."

"پوءِ پلا صوف؟" هن صوفن ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

"سنڌ يونيورسٽي جي صوفن، سان، مشهدي صوفن جي کهڙي پيٽ ... جن اُهي صوف چکيا هوندا تہ اُنهن کي هي صوف ڪٿان وڻندا؟"

"وڏو لاهہ آن ... سمجهين وئين!" بشير مشڪندي وراڻيو. پوءِ بشير شاهاڻي ويهي ڪيترن دوستن جا قصا ٻڌايا. جن پل ۾ اچي اِنهن مٿي مان نهيل ميون کي چڪ هنيا هيا. خاص ڪري مرتضيٰ مهيسر جو قصو ٻڌائي ڏاڍو کلايائين. سائين جي ايم سيد ايڏي گهري ننڊ ۾ هيو جو ڄڻ ڪيس ڪنهن بہ شيءِ جي پرواهہ نہ هئي، نہ گرمي جي، نہ جهولي جي، جيڪو در جي وٿين مان زوڪاٽ ڪندي پئي آيو. نہ وري اسان جي سڙٻاٽن ۽ کک کک جي.

سائين جي ايم سيد اندازن ڏيڍ ڪلاڪ کانپوءِ اکيون پٽي رڙ ڪئي:

"چوڪرا پاڻي!؟"

چوڪرو اُٿيو ۽ مٽ مان پاڻي پري آيو. سائين اُٿي پاڻي پيتو ۽ پوءِ اسان ڏانهن ڏٺائين. اسان اٿي سائين سان ملياسين. سائين آهستگيءَ سان خوش وخير عافيت ڪئي. اُن کان پوءِ اسان ٻنهي کي گهوريندو ۽ مشڪندو رهيو ۽ آخر ۾ بشير شاهاڻي سان مخاطب ٿيندي چيائين:

"آءُ سمجهان ٿو تہ هاڻ منهنجو حافظو ختم ٿيندو ٿو وڃي. چوڪرا! مون توکي چاليهہ دفعا ڏٺو آهي. پر ڪوشش جي باوجود بہ نالو ياد ڪري نہ سگهيس."

"سائين، مان بشير شاهاڻي." بشير باادب ٿي چيو.

"ها،ها، هاڻ ياد اچي ويو... ۽ هن جو؟" مون ڏانهن اشارو ڪندي چيائين

"منظور حسين...! سائين منهنجو ذاتي دوست ۽ ڳوٺائي آهي."

"اڇا، لاڙڪاڻي جو آهي... هاڻي اوهان ڇا پڙهندا آهيو؟"

"مان جاگرافيءَ جو فائنل سيمسٽر ڏنو آهي ۽ هن سوشيالاجي جو." بشير جواب ڏنو

پوءِ ٻنهي کان جاگرافي ۽ سوشيالاجي جا سبجيڪٽ پڇيائين. اسان واري وٺي ٻڌاياسين ۽ پوءِ بشير ڏانهن منهن ڪري چيائين:

"ها تون جاگرافي پڙهندو آهين نہ ... ٻڌ، مون هڪ ڪتاب لکيو آهي. جنهن ۾ سنڌ جي جاگرافي تي بحث ٿيل آهي. جنهن ۾ انگن اکرن سان آبادي، مٽي پاڻي، جابلو علائقن، ڍنڍن ڍورن جي باري ۾ ڄاڻ ڏني آهي. هر سال ڪيتري مٽي سمونڊ ۾ پئي ٿي ۽ ڊيلٽا ٺهي ٿي.اُن جا انگ اکر شامل آهن... توکي ڊيلٽا جي خبر آهي؟"

"نہ سائين." بشير لڄي ٿي وراڻيو.

"ڊيلٽا چئبو آهي، اُن زمين کي، جنهن جو ڪجهہ حصو پاڻي ۾ هجي ۽ ڪجهہ ٻاهر... ڀلا هڪ ايڪڙ ۾ چورس فوٽ گهڻا؟"

"6666 فوٽ" بشير شاهاڻي ڌڪو هنيو. اِهو سوچي تہ ڦٻي ويندو.

اِهو جواب ٻڌي، سائين ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو:

"خدا جو غضب پويوَ... سمجهائي سمجهائي بيٺو آهيانؤ تہ پڙهو... پڙهو پر پڙهوئي نٿا."

مون هڪدم وراڻيو: "سائين 43560"

"شاباس، توکان عهدو کسي هن کي ٿا ڏيون." سائين بشير تي ڪاوڙجندي چيو.

"پر سائين هي تہ ميمبر ئي ناهي."

"باقي ڪنهن کي ٿا ميمبر ڪيو. لوفرن ۽ اڻ پڙهيلن کي .... خدا جو غضب پويو!"

"سائين هن کي تہ چوان ٿو تہ ميمبر ٿيءُ، پر ٿي ئي نہ ٿو."

بشير کي اڃا وڌيڪ چنڊ پنڻ جو ارادو هيس تہ هڪ نوجوان اندر آيو. سائين سان مليو جنهن ڏانهن سائين جو ڌيان ٿي ويو. لڳي پيو تہ خاص ڪارڪن ۽ گهڻ گهريو هو. سائين اُن کي پٺي ٻڌايو تہ ناز سنائيءَ جو خط آيو آهي، جنهن ۾ لکيو اٿائين:

سائين دعا ڪجو.. آءٌ توهان جي رستي تي قائم رهان ۽ اِنهيءَ امتحان ۾ پار پوان، جيڪو سر تي اچي پيو آهي. اوهان کي منهنجي جرئتمندي جي

پوري ڇاڻ آهي. مهرباني ڪري هينين سوالن جا جواب ڏيندا تہ مهرباني ٿيندي

1.اوهان جناح ڪيپ ڇو پائيندا آهيو؟

2.رسول بخش پليجو چوي ٿو تہ ماڻهوءَ جي شخصي ڪردار کي ڇڏي، سندس قومي ڪردار کي پرکڻ گهرجي.

3.ٻڌئون ٿا تہ اوهان پٽي جي موت تي رُنا هيئہ؟

سائين جواب ڏيڻ لڳو:

'پهريان تہ آءٌ اِن ڪيپ کي جناح ڪيپ مڃڻ لاءِ تيار ناهيان. ڇو تہ اها ڪيپ اسان وٽ ايران ۽ افغانستان کان پهتي آهي. جيڪا بنيادي طور تي قراقلي ڪيپ يا ٽوپي سڏبي آهي. جيڪا فارس جي ڪاري رڍ جي ليلي جي کل مان ٺاهي ويندي آهي. ٻيو جنهن جو شخصي ڪردار نہ هوندو اُن جو قومي ڪردار نہ هوندو. ان جو وڏو مثال حضرت محمد ﷺ آهي. جنهن جو عربن وٽ پهريان شخصي ڪردار اڀريو ۽ پوءِ قومي ڪردار. يعني رسول عربي. ٽيون پٽو کهڙو بہ هيو پر هيو تہ سنڌي ڳالهائيندڙ نہ... شڪايتون بہ پنهنجن سان ڪبيون آهن ۽ روئبو بہ پنهنجن لاءِ آهي.

مون هڪڙو ڪتاب لکيو آهي. جنهن ۾ هڪ خواب جو ذڪر آهي تہ خدا وٽ سنڌ فريادي آهي. ۽ جوابدار ذوالفقار علي ڀٽو آهي. سنڌ جي طرف کان وڪيل آءٌ آهيان ۽ ڀٽائي ذوالفقار علي ڀٽي جو وڪيلِ صفائي بڻيو آهي."

انهيءَ دؤران هڪڙو ٻيو همراه بہ اِن گفتگوءَ جي دؤران اچي ڇڪو هيو. جيڪو سائين جي گفتگو ڏيان سان ٻڌي رهيو هيو تنهن ڪنڌ ڏوڻيندي چيو: "هڪڙي طرف وڪيل شاه عبداللطيف ڀٽائي ۽ ٻيءَ طرف سيد غلام مرتضيٰ، وڏي ڳالهہ آ. سائين اِهو ڪتاب جلد از جلد اچڻ گهرجي."

سائين جي ايم سيد ٻڌائڻ لڳو:

"ڪتاب تہ پورو ٿي ويو آهي. پر منهنجو خيال آهي تہ ان ڪتاب کي مختصر ڪري ٻارنهن سوالن ۾ ورهائجي پوءِ اُنهن سوالن جا جواب ڏجن. اِهي سوال ۽ جواب رڪارڊ ڪيا وڃن تنهن کان پوءِ ڪئسٽ جي ذريعي تشهير ڪئي وڃي تہ جيئن سنڌ جا ماڻهو سجاڳ ٿين. ائين جيئن آيت الله خميني ايران ۾ ماڻهن سان رابطو رکيو هو."

اِنهيءَ گفتگو دؤران شربت آيو جيڪو سيني واري وٽيءَ سان پيتو.

مون هڪ ڳالهه نوٽ ڪئي ته اُهو همراه وڏو غلم جو توبچي هيو هيڏانهن هوڏانهن جا اجايا سجايا گفتا پئي ڪيائين. مثلن اِهو پئي چيائين ته بيگم ڀٽو اڄڪلهه جنرل ٽڪا خان جي ڪڍ لڳي آهي. جنهن تي سائين جي ايم سيد جو رد عمل ڏاڍو سخت ٿي پئي ويو. غصي ۾ پئي چيائين:

"خدا جو غضب پوين... اڄا اِنهن جي ڪڍ." مون کي اِهو احساس شدت سان پئي ٿيو ته اهي غلم جا توبچي ۽ خوشامندي ماڻهو ڪيڏا نه خطرناڪ آهن. جيڪي هرويرو ماڻهن جي وچ ۾ وٿيون ۽ گمان پيدا ڪندا آهن. اُن وقت حضرت سليمان جي چوڻي ياد آئي. ته "چغل خور ۽ خوشامندي ماڻهن جون ڳالهيون لذيذ لقمن جهڙيون هونديون آهن ۽ اهي پيٽ جي تمام اندرين پاڙن ۾ لهيو وڃن ٿيون."

3 وڳي ڏارا ماني آئي. ورانڊي ۾ گلم تي ٿي ويٺاسين. پاڇيءَ ۾ پلو گوشت ۽ واڱڻ جو ڀوڙ هو. بصر، انب جي ڪتاڻ، ڏوڏيون ۽ سنڌڙي انب به رڪابين ۽ ٿالهين ۾ سجايل هيا. ڪڪڙ جي ماني ۽ چانور به دسترخوان ۾ شامل هئا. جيڪا ڳالهه نوٽ ڪرڻ جي هئي، سا اِها هئي ته سائين کي ويٺو هٿندڙ چوڪرو ۽ زور ڏيندڙ اڌ وهي همراه به اسان سان گڏ ماني پئي کاڌي. ڳالهين مان معلوم ٿيو ته اُهو اڌ وهي همراه سائين جو مريد ۽ هاري هيو ۽ چوڪرو هاريءَ جو پٽ هيو. اِهو منظر زندگي ۾ مون پهريون دفعو ڏٺو هو ته مريد ۽ مرشد، هاري ۽ وڏيري گڏ ويٺي ماني پئي کاڌي. نتيجي ۾ سائين جي ايم سيد لاءِ اِهو تاثر جڙيو ته سائين روايتي پيرن مرشدن يا وڏيرن منجهان نه هيو منجهنس نه ڇوت ڇات هئي ۽ نه وري ڪا احساس برتري ۽ گهمنڊ.

کائڻ جي دؤران مون اِهو به ڏٺو ته سائين پلي کي هٿ نه پئي لاتو. البت گوشت ۽ انب واپريائين پئي. بشير ۽ مان نه ڇڏيو سين پلي کي، نه گوشت کي ۽ نه وري واڱڻ کي. انبن ۽ ڏوڏين سان به ڏاڍي ڪئي سين. ماني کائڻ کان پوءِ سائين چيو: "بابا هاڻي ڪجهه آرام ڪيو."

سائين، اُتي ورانڊي ۾ ڏير جي مخصوص تڏي تي، وهاڻي تي مٿو رکي آهلجي پيو. ۽ اسان ٻئي وري ٻئي ڪمري ۾ وڃي ستاسين. ڏاڍي ڪوشش جي باوجود به ننڊ نه آئي. نيٺ 5 وڳي ڏارا ٻاهر نڪتاسين ته سائين جاڳي رهيو هيو. ڪو همراه ڪائنس اسلام جي باري ۾ پڇي رهيو هيو. سائين ٻڌائي رهيو هيو:

"ملان جي اسلام ۽ اسان جي اسلام ۾ فرق آهي. ملي وٽ رب رڳو مسلمانن جو ۽ ڏاڍو قهار آهي. اسان وٽ رب سڄي عالم جو ۽ راحمين آهي.

ملو چوي ٿو تہ هڪڙو جهان هت آهي ۽ ٻيو جهان قيامت کان پوءِ آهي. پر آءٌ چوان ٿو تہ هڪڙو جهان هيءُ آهي. جيڪو هلي ٿو ۽ ٻيو جهان ايندڙ مستقبل آهي. بهشت ۽ دوزخ قومن کي هتي ئي ملندو. جيڪا قوم سست ۽ جاهل رهندي اُها عذاب ۾ هوندي. جيڪا چست ۽ چاڻ واري هوندي. اُها سڪون سان زندگي گذاريندي."

"سائين هندو تہ الله کي نہ ٿا مڃن، اُهي بتن جي يا غير الله جي پوڄا ڪن ٿا؟" اُن همراه جو ٻيو سوال هيو.

"هندن جي پراڻن مذهبي ڪتابن ۾ بہ وحدت الوجود جو نظريو ڏنل آهي. اهڙي ڪا بہ ڳالهہ ڪونهي تہ وحدت الوجود جو نظريو رڳو مسلمانن وٽ آهي. هر مذهب وارا الله کي مڃن ٿا. اُن هستيءَ جا صرف نالا الڳ الڳ آهن. ڪو ايشور چوي. ڪو گاڊ چوي. ڪو خدا سڏيس ٿو. هرڪو سڏيءَ طرح يا اڻ سڏيءَ طرح مڃي ٿو. پر الله کي اُهو سمجهي. جيڪو پهريان زمين وارن کي تہ سمجهي نہ؟

ٻڌ کان ڪنهن پڇيو. "خدا ڇا آهي؟" تہ اُن جواب ۾ چيو تہ هڪڙو ستارن جو علم رکندڙ شخص اُپ کي ڏسندي ڏسندي کوهہ ۾ وڃي ڪريو. ماڻهن جڏهن پڇيس تہ کوهہ ۾ ڪيئن ڪرين تہ چيائين زمين ماپڻ کان اڳ هليو هيس اُپ ڪڇڻ. اِها ڳالهہ قاضي قادن بہ پنهنجي شعر ۾ چئي آهي.

ڪنز قدوري قافيہ، پڙهي پروڙين سي
تہ ڪر منڊي ماڪوڙي، کوہ ۾ پئي ڪڇي اُپ

جيڪو ماڻهو دنيا جي سڀني مذهبن کي نہ ٿو پڙهي، اُهو الله. خدا .گاڊ ۽ ايشور کي نہ ٿو سمجهي سگهي."

سائين ائين چئي خاموش ٿي ويو. تہ سڄو ماحول سانت ٿي ويو. ٿوري دير کان پوءِ سائين ڪرسيون ٻاهر اڱڻ تي ڪڍايون. ٻاهر ٿي ويٺاسي تہ ڪجهہ ماڻهو ٻيا بہ آيا. سڀني لاءِ چانهہ آئي. سائين نون آيلن کان حال احوال وٺڻ شروع ڪيا. اُنهن مان هڪڙي همراه سائين سان نويڪلائي ۾ ڳالهائڻ لاءِ چيو. ٻيو ڪو اسان کي تخليہ لاءِ چئي. ان کان اڳ بشير شاهاڻي مون کي اٿڻ جو اشارو ڪيو. اسان ٻاهر نڪري وياسي. سن جي گهٽين مان گهمي ڦري موٽياسي تہ سائين. بشير کان پڇيو:

"بابا! جميعت طلبہ جي ڪنهن شاگرد کان. سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي ڪن ڇوڪرن ڦر ڪئي آهي ڇا؟"

"خبر ڪونهي." بشير وراڻيو.

"اِها جلدي خبر وٺ ۽ پوءِ جلدي تدارڪ ڪري. اِنهن کي فيڊريشن مان ڪڍي ڇڏيو. خدا جو ڪو غضب ڪِرين. مون کي علمَ خان ٽيپي به لسٽ ڏني آهي. اُها لسٽ ڏسي، تحقيق ڪري اُنهن کي به ہي ميٽنگ ۾ ڪڍي ڇڏيو."

بشير شاهاڻي اُن همراه کان نالو پڇيو. جنهن دانهيو هيو ته ٻڌايائين:

"محمد خان پناڻ!"

"ڇڱو مان هاڻي حويلي ڏانهن وڃان ٿو. وري رات جو ملنداسي."

سائين سيڻ کان موڪلائي هليو ويو.

اسان ٻئي ڄڻا ٻاهر نڪتاسين ته جيئن ڪا هوا جهٽيون. ٻاهر به هوا گرم پئي لڳي. پر منهنجي من ۾ تذڪار هئي. هڪ اهڙي عظيم هستي سان ملندي دل ٺري پئي هئي، جنهن جي لاءِ تمام گهڻو ڪجهه هُلايل هيو. ته سيد سنڌ جي شاگردن کي ڪاري خراب ڪيو آهي. پر حقيقت اها هئي ته هو اُنهن کي سڌارڻ لاءِ ڪوشان هيو ته سنڌ جو مستقبل سپورنج ۾ ساڃاهوند جوانن جي هٿن ۾ اچي. پر ڪجهه شاگردن سندس رقيق القلبي مان ناجائز فائدو ورتو هو يا وري سائين جي مسلسل نظر بندي جي ڪري مٿائن نظرداري نه پئي ٿي سگهي.

رات جو جڏهن سيد سان ملاقات ٿي ته اُن وقت گلم تي ويٺي هٿ بتيءَ جي روشنيءَ ۾ تاريخ طبري پئي پڙهيائين. اسان کي ڏسي چيائين. "ڪيڏانهن ويا هيئه؟"

بشير وراڻيو. "چڪر تي!"

"مان اوهان جو انتظار پئي ڪيو جو منهنجي ماني کائڻ جو وقت ٿي ويو آهي. ڇوڪرا ماني آڻ."

سائين اتي بيٺل هڪ ڇوڪري کي چيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ ڇوڪرو کير، چانور ، دال ۽ انب کڻي آيو. ماني کائڻ وقت اُهي ٻئي همراه هڻ کڻ به موجود هيا. جن اجايا سجايا سماچار پئي سڻايا. سائين ڪن کي اڻ ٻڌو ۽ ڪن کي ٻڌو پئي ڪيو. جن کي ٻڌو پئي ڪيو. اُن تي ڪاوڙ وچان پئي چيائين:

"خدا جو ڪو غضب پوين"

ماني کائڻ کان پوءِ. بشير شاهاڻي ۽ مون ڏانهن منهن ڪري چيائين:

"ٻيو ڪو علمي حوالي سان سوال يا مونجهارو هجي ته پڇو؟"

مون کي جڳ وارو ملي ويو:

" سائين. ڇا شاه عبداللطيف ڀٽائي شري ڪرشن کان متاثر هيو؟"

"ڪيئن نه متاثر هوندو. هيڏو سارو گيتا جو گيان شري ڪرشن ڏنو آهي. هندو ڌرم ۾ گيتا جي وڏي اهميت آهي."

مون چيو "سائين شري ڪرشن ته ڇل ڪپٽ جو ماهر هيو مها ڀارت ۾ جڏهن ڏريوڌن زخمي حالت ۾ هيو ته هن ڪرشن کي چيو ته 'اڙي ڪنس داس جا پٽ! ڇا تو ۾ ذرو به شرم ڪونهي. تنهنجي چوڻ تي مون ڀيم کي اڌرم ۽ انيتي سان ماريو. هن سنگرام کي ڌرم يد ڇاٽي گهٽا ئي راجا هن ۾ شريڪ ٿيا. پر اُهي اڌرم ۽ دغابازي سان ماريا ويا آهن .... ڇا توهان کان وڏيڪ مها پاپي, نٺر ۽ نرلڄو به ڪو ٿي سگهي ٿو؟'

ڪرشن چيو 'مترو! هن دشمن جي وقلڻ تي ڪو ڌيان نه ڏيو. دروڻ ۽ ڪرڻ ڏاڍا پراڪرمي وير هئا. سڌي سنواٽي نموني جيتڻ ناممڪن هو. اُن لاءِ ڪا نه ڪا رمز رکي کين ماريو ويو. پنهنجي بچاءَ لاءِ ڌرم, نيتي جي رکيا لاءِ ڇل ڪپٽ ڪرڻ ۾ ڪو وهم ڪونهي.' ۽ ٻيو ته هن سنڌ جي راجا ڄئدرٿ کي به ڇوڙهين ڏينهن تي ڇل ڪپٽ سان ماريو هو."

"تون اهو ڪٿان پڙهيو؟" سائين سوال ڪيو.

مون وراڻيو: "شري مها ڀارت, لوڪ رام ڀيسو مل ڏوڏيجا جو ڪتاب."

"اڇا, گهڻو ڪري ته اهو 1967ع جو ڇپيل آهي!؟" سائين سوچيندي چيو.

"جي سائين!"

"تو نالو ڇا ٻڌايو پنهنجو؟"

"منظور حسين". مون جواب ڏنو.

سائين سمجهائيندي چيو" منظور...! توهان هن زماني جي اخلاقيات کي اُن زماني جي اخلاقيات سان ڇو ٿا ڀيٽيو؟ جي اوهان ڀيٽيندءَ ته پوءِ دنيا جي مڙني شخصيتن جا اخلاقي قدر اهوڪي اخلاقي قدرن سان نه ٺهڪندا. ان ڪري ڪنهن به شخصيت کي اُن زماني جي اخلاقي قدرن جي تحت ڏسو .... تو گيتا پڙهي آهي؟"

"پڙهي آهي!"

"ڪيئن لڳي؟"

"روحانيت جا سڀ مارڳ بيان ٿيل اٿس, جن ۾ گيان, ڌيان, يوگ ڪرم ۽ ڀڳتي بابت زور ڏنل آهي."

"ان جو مطلب تہ تو گيتا بہ پڙهي آهي. لطيف بہ سر رامڪلي ۾ جڏهن پورب جو ذڪر ڪري ٿو تہ شري ڪرشن جي ڏنل گيتا واري فلاسافيءَ طرف اشارو ڪري ٿو.

پوڄا ڪرم پاڻ ڪي، پل پوڄا ڪان پاڻ
لاهوتي لطيف چئي، سڌ نہ ڪڻن ساڻ
تعلق ڇڏڻ تڪيا، ايءَ آديسين اهڃاڻ
ڄاڻي ڇڏي ڄاڻ، پريا پورب پنڌ ڏي"

اِهو پورب پنڌ دوارڪا جي طرف هوندو هيو.

يا هيو بہ شعر بہ اُنهن نانگن فقيرن جي حوالي سان آهي. جيئن شري ڪرشن جي شهر دوارڪا کي پنهنجو مرڪز ۽ منزل سمجهندا هيا.

ڪيچي ڪاچوٽي، نانگن ٻڌي نيهن جي
سُک نہ ستا ڪڏهن، لاهي لانگوٽي
جهڙا آئيا جڳ ۾، تهڙا ويا موٽي
تنين جي چوٽي، پورب ٽيندي پڌري.

چوڪرا، تو منهنجو ڪتاب 'پيغام لطيف' پڙهيو آهي؟"

"جي سائين!" مون وراڻيو.

"ڇا سمجهيو تي؟"

"توهان لطيف کي هڪ نئين رخ يعني قومي شاعر جي حوالي سان پيش ڪيو آهي."

"پوءِ ان ۾ ڪامياب ويو آهيان يا نہ؟"

"بالڪل اوهان شاه جي بيتن جي حوالي سان ثابت ڪيو آهي تہ شاهہ قومي شاعر آهي."

"خدا جو شڪر آهي... ٻيو ڪو سوال؟"

مون وري ٻيو سوال ڪيو.

"سائين شاه عبداللطيف جو آئيڊيل يا مرشد ڪير هيو؟"

سائين جي ايم سيد ٻڌايو:

"حضرت علي...! شاه صاحب اهل تشيع صوفي هيو. پر اِهو ذهن ۾ رکو تہ اجوڪن شيعن جهڙ ۽ نہ هيو. صوفي لاڪوفي هيو. سر رامڪليءَ ۾ جنهن انداز ۾ تعريف ۽ توصيف ڪري ٿو. جن ۾ ويراڳي، نانگا، جوڳي، بيڪاري، آديسي، ڪاپڙي، سامي وغيره اچي وڃن ٿا. پر جڏهن حضرت عليءَ جي ڳالهہ ڪري ٿو تہ اُن کي پنهنجو رهبر سمجهي ٿو:

" نانگا نانيءَ هليا. هنگلا جان هلي
ديکي تن دوارڪا. مهيسن ملهي
آڳهه جن علي، آءُ نہ جئندي ان ري"

يا

"گذر گئي گذران ڪين قبولج ڪاپڙي
عليءَ جو ميدان سڳر سنياسين ڪي."

يا وري

"عليءَ جي ميدان ۾ وينا ڏوڙ ڏُٽي
ترڪ ڪيائون تڪيا. پريون پنڌ سٽي
ڪندي ڪوهه ڏٽي، طعنا ڏيئي تن کي."

هيو تہ شاهہ عبداللطيف محرم ۾ ڪارا ڪپڙا پهريندو هيو ۽ سر ڪيڏارو ڪربلا جي واقعي جي حوالي سان جڳ سنڌيءَ ۾ لکيل عظيم نوحو آهي. هاڻي توهان پلي وچي آرام ڪيو!"

اسان اٿياسين تہ سائين وري چيو:

"منظور توسان ملي خوشي ٿي. بشير هن کي ميمبر ضرور ڪجانءِ!"

"ها سائين ها". بشير زور سان وراڻيو. ۽ پوءِ آهستگي سان چيائين، "مان تہ ڏاڍو زور ٿو پريانس. پر حرامي ٿي ئي نہ ٿو. پر هاڻي ميمبر ضرور ڪندومانس."

بشير ۽ مان اُتان نڪري اوطاق جي اڱڻ تي جڏهن ڪٽن تي آهلياسي تہ مون وٽ "سن جي سائين" لاءِ مجموعي طور تي اهو تاثر جڙيو تہ لاشڪ سائين جي ايم سيد هڪ عظيم علمي درسگاهہ آهي. جنهن جي قدر ۽ قيمت جو اسان کي اجا احساس ڪونهي. تڏهن تہ ڪيترائي هن عظيم درسگاهہ جي حاضري پريندي بہ ڪجهہ ناهن سکيا. بقول پٽ ڌڻيءَ جي:

محروم ئي مري ويا. ماهر ٿي نہ مئا
چڙيءَ جي چنهج جيان، لڏيائون لئا
حباب ئي هئا. انهيءَ وادي وچ ۾.

***

# جي ايم مهڪري
# مها پُرش

واقعي ڪن شخصيتن جي تاثر کي بيان ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. جڏهن لکڻ ويهان ٿو تہ يادن جي يلغار منجهايو وجهي تہ ڪٿان شروع ڪيان، ڪٿي ختم ڪيان ...؟ ڪهڙي ڳالهہ ڪيان، ڪهڙي ڳالهہ رهايان!؟

پوءِ بہ حال سارو ڪجهہ نہ ڪجهہ بيان ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو تہ من سندس يادن جي مهڪ، جيڪا اڄ بہ گلاب ۽ موتئي جي خوشبوءِ جيان ذهن ۾ تازي آهي. سا ڪنهن علم جي پانڌيئڙي سان ونڊي ورهائي سگهجي.

سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڊاڪٽر جي ايم مهڪري،1977ع، 1978ع، ۽ 1979ع ۾، وزيٽنگ پروفيسر جي حيثيت سان ليڪچر ڏيندو هو. هفتي ۾ چنچر ڏهاڙي سوشيالاجي ۽ سومر ڏيهاڙي سائڪالاجي ڊپارٽمينٽ وارن شاگردن کي پڙهائيندو هو. هر دفعي نئين ڳالهہ، نئون نقطو نئون موضوع ڇيڙيندو هو. سندس پڙهائڻ جو نمونو ئي نرالو ۽ انداز ئي جدا ڳانہ هو. مان جڏهن بہ تصور جي اک سان ڏسان ٿو تہ اوڇهتر سترسالن جو عمر رسيده، دراز قد ۽ پورن وارن واري شخص جي شبيهہ اکين اڳيان ڦري ٿي. هڪ يگانو شخص، جيڪو هترادو مشين Pace maker سان دل کنيون، آرٽس فيڪلٽي جي بہ ماڙ بلڊنگ جي ڏاڪڻين تي چڙهندو چڙهندو سوشيالاجي ڊپارٽمينٽ جي ڪلاس روم ۾ داخل ٿيندي چوي ٿو:

"اشوڪ، اشوڪ اعظم نہ ٿي سگهي ها، جيڪڏهن کيس سٺا صلاحڪار نہ هجن ها، اڪبر اڪبر اعظم نہ ٿي سگهي ها، جيڪڏهن کيس

سنڌ مشير ۽ نورتن نہ هجن ها. اهي مشير ئي هوندا آهن جن حڪمرانن جو بيڙو ٻوڙيو ۽ اهي ئي صلاحڪار هوندا آهن، جن بيڙو تاريو. اڪبر پڙهيل نہ هو. پر سندس دربار ۾ راجا توڏرمل جهڙو جينيس ويٺو هو. جنهن روينيو ايڪٽ لکيو ۽ هندستان جي آباد سر زمين جي سروي ڪرائي. ابوالفضل ۽ ملان فيضي جهڙا اعليٰ دماغ، جن آئين اڪبري ناهيو. بيربل جهڙو ذهين ۽ دانائ، جنهن کان هڪ ڏينهن اڪبر بادشاهہ هڪ عجيب سوال ڪيو، تہ انسان کي وڏ ۾وڏ ڪهڙي شيءِ پياري آهي؟

بيربل جواب ڏنو "انسان کي پنهنجي جان..."

"پوءِ عورت، پنهنجا ٻار بچائيندي، موت جي پرواهہ ڇو نہ ڪندي آهي؟" اڪبر سوال ڪيو.

"مهابلي ! اهو عام حالتن ۾ نہ ، پر اهو مخصوص حالتن ۾ ٿيندو آهي. ان جو اوهان کي تجربي سان جواب ڏيڻ گهران ٿو."

پوءِ بيربل هڪ ٻار واري عورت کي گهرائڻ جو حڪم ڏنو. عورت کي ٻار سوڌو گهرائي حوض ۾ بيهاريو ويو. پاڻي ڇڏيو ويو. جڏهن پاڻي سندس ڇيلهہ تي آيو تہ هن ٻار کي ڪلهي تي کنيو. پاڻي وڌيو تہ هٿن ۾ جهلي بيٺس. اڃا وڌيو تہ ٻار کي ٻوڙي مٿان چڙهي بيٺس...

دنيا ۾ هر ساهواري کي پنهنجي جان پياري هوندي آهي، هر جاندار ۾ زنده رهڻ جي خواهش هوندي آهي. ايستائين جو پروٽو پلازم ۾ بہ ... ڇو...؟ اها مون کي خبر ڪونهي پر ايتري خبر آهي تہ وجود جي بقا لاءِ هر جاندار جدوجهد ڪري ٿو. پوءِ اهو ٻچي ٿو جيڪو ٻئي کان طاقتورآهي يا وري حالتن مطابق زنده رهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. جيئن شينهن ويڙهہ ڪري زنده رهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. گدڙ ڏر ۾ لڪي زنده رهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اها ڳالهہ انساني گروهن تي بہ صادر اچي ٿي. انهيءَ سلسلي ۾ منهنجي اڄ جي ليڪچر جو موضوع آهي

"بقا جي جدوجهد" (Struggle for existence)"

ان کان پوءِ ڇڻ علم جو درياهہ پرتجي پيو هو. سوشيالاجي کان وٺي سائڪالاجي جي علم تي ٻڌل مفروضہ ۽ نظريہ ٻڌائيندو ويو.

يونيورسٽي ۾، اڪثر استاد جيڪي شاگردن جون تارون رک سان ڪٽائي ڇڏيندا ها. التين جهڙا نوٽس پيا لکرائيندا ها. اتي سائين مهڪري، علم جو امرت پيو اوتيندو هو. ڳالهائيندو هو تہ ڇڻ ساڃاهہ جو ساگر ٿو ڇلڪي. سندس ليڪچر جي دؤران ڪا جهل پل نہ هوندي هئي، ڪير

ڪجهڙي به ڊپارٽمينٽ جو هجي. ڪهڙي به مڪتب فڪر جو هجي. اچي ڪيس پڙهندو هو. ڪڏهن نه ڪي علم جي واڌاري جي لاءِ ڪي وري ڪج بحثي لاءِ اچي ويهندا ها. پر ان جي ڪيس ڪا پرواهه نه هوندي هئي. انهيءَ حوالي سان هڪ ليڪچر ياد ٿو اچي. گهڻو ڪري 1977ع جو زمانو هو. سائين مهڪري صاحب 'مذهب هڪ سماجي ادارو' (Religion as a social Institution) جي موضوع تي پئي ڳالهايو. هڪ باريش اردو ڳالهائيندڙ نوجوان به ويٺو هو. سو سائين سان ڏينگريءَ وانگر وچڙي پيو.

"يلا سائنس اهو چو نه ٿي ٻڌائي ته ڪل ڪيترا آسمان آهن...!؟ صدرت المنتهيٰ ڪٿي آهي....؟"

سائين مهڪري وراڻيو. "سائنس جو اهو ڪم ناهي ته غيب جي علم جي ڄاڻ ڏئي ... نه وري سائنس جو ڪم آهي ڏُڪا هڻڻ ... سائنس هڪ باترتيب ڄاڻ آهي. جنهن جو بنياد مليل حقيقتن تي آهي. ارسطو کان وٺي نيوٽن پلس (واڌو) آهي. نيوٽن کان آئن اسٽائن تائين پلس (واڌو) آهي. اهو مثال ائين آهي ته سامهون هڪ ٽڪري اچي ٿي. ان کي پار ڪجي ٿو ته ٻي ٽُڪري بيٺي آهي. انسان ته اجا ڪُوئي مثل آهي. جيڪو ڄاڻ جي هڪ وڏي پهاڙ کي کوٽڻ جي مسلسل ڪوشش ڪري رهيو آهي. "

"توهان اهو چو نه ٿا ٻڌايو ته دنيا جو سنو مذهب ڪهڙو آهي...؟" ان نوجوان وري سوال ڪيو.

" هڪ سماجي ماهر لاءِ. ڪو به سنو يا برو ناهي هوندو. ان کي صرف اهو ڏسڻو آهي ته ڪنهن مخصوص انساني سماج ۾ مذهب ڪهڙو ڪردار ادا ڪري ٿو. سوچ ۽ سمجهه جون راهون رد ڪري ٿو يا وڌائي ٿو... فلاح ۽ اصلاح پيو ڪري يا ماڻهن کي بگاڙ ۽ انتشار طرف وٺي وڃي ٿو... مسلمان لاءِ اسلام. ڪرسچن لاءِ عيسائيت. هندو لاءِ هندو مذهب سنو آهي.... "

ان باريش انتهاپسند ٻي ڏينهن تي. هڪ مخصوص اردو اخبار ذريعي جي ايم مهڪري لاءِ باهه ٻاري ڇڏي ته مهڪري سنڌ يونيورسٽي ۾ دهريت ڦهلائي رهيو آهي.

اسان کي حيرت اها ٿي ته ٻي هفتي جڏهن آيو ته رد عمل ۾ ڪلندي پنهنجي مخصوص بئنگلوري لهجي ۾ چوڻ لڳو "يئي!..مئين (مين) ڪيون ڊرون ...؟مئين ڪهتا هون ڪي. زور شور سي هماري خلاف لکين ... ضرور لکين ... صرف همين ڀي اپني مو قف ڪي اجازت دين تا ڪي هم بهي دو پلس دو برابر چار ڪهه سڪين!"

سندس ڏنل ليڪچرن مان. اج بہ ڪيترن جا عنوان حافظي ۾ موجود آهن. مثلن:

| | |
|---|---|
| پراڻو سماج | Primitive Society |
| برصغير جا ڳوٺ | villages of Sub continet |
| عام راءِ | public opinion |
| جنس | Sex |
| بقا جي جدوجهد | Struggle for existence |
| مذهب هڪ سماجي ادارو | Relegion as a social Institution |
| ڪوڙي تاريخ | Lie Histroy |
| پروپيگنڊا | Propegenda |
| تعليم | Education |
| ڏاج | Dowery |

وغيره.

تحقيق تہ جي ايم مهڪري پنهنجي حوالي سان هڪ ودياساگر هو. افسوس جو پنهنجي دؤر جي سقراط کي، ڪو افلاطون جهڙو شاگرد ميسر تي نہ سگهيو. جيڪو سندس علمي درس ۽ بحث کي منظر عام تي آڻي محفوظ ڪري ها.

پر هڪڙو ليڪچر Public opinion کي پنهنجي نوٽ بوڪ تي ورتل نوٽس ۽ ڊائريءَ جي ورقن جي آڌار تي تيار ڪري اُهو اوهان آڏو پيش ڪيان ٿو. اُن ۾ جيڪڏهن ڪا گهاٽي واڌي محسوس ٿيئي تہ اها منهنجي ڪاتي ۾ شامل ڪئي وڃي.

26 آگسٽ جو ڏينهن. سال 1977ع جو هيو. گرمي ڪجهہ سبيل هئي. انهيءَ زماني ۾ شاگردن يا شاگرديائين ۾ پاڪولا پيئڻ ۽ پيٽيز کائڻ جو فيشن عام هيو اسان کائڻ جا تي دؤر ختم ڪري چڪا هياسين. سوشيلاجي ڊپارٽمينٽ جو پٽيوالو "گل" ڊوئي ڊوئي ٽڪجي پيو هو شاگردن ۽ شاگرديائين اهو چئي کسڪڻ شروع ڪيو هو تہ. "سر مهڪري اج نہ ايندو."

"يار سائين نہ ايندو!" منهنجي ڪلاس ميٽ دوست جان محمد بہ تنگ تي چيو.

"اڌ ڪلاڪ بيو انتظار ڪيو." مون چيو.

"اڌ ڪلاڪ!...اڌ ڪلاڪ!..." چوڪريون چپن ۾ پٽڪيون.

" چاچنهن اچي ويو"، بدر النساءِ آرٽس فئڪلٽي جي سيڪنڊ فلور تان هيٺ ڏسندي ۽ پنهنجي عينڪ نيڪ ڪندي مون کي چيو. چيڙائڻ لاءِ عمومن ڪلاس ميٽ ۽ ڊپارٽمينٽ جا سينئر اسٽوڊنٽ مون کي جي ايم مهڪري جو پائيٽيو سڏيندا ها. پروفيسر جي ايم مهڪري جو اچڻ وارن وارو مٿو نظر آيو تہ اسان آرٽس فئڪلٽي جي ٻہ ماڙ تان ٽپ... ٽپ... ڪندا، هيٺ لٿاسين. ڏاڪڻ جي پهرين ڏاڪي تي جي ايم مهڪري پير رکيو تہ اسان بہ اچي پهتاسين. اسان جو ملڻ، ليڪچر شروع ٿي ويو.

"معاف ڪجو!.. دير ٿي وئي....اڄ جنهن بس تي آيس ان ايڪسيڊنٽ ڪري وڌو اتي جيڪي ماڻهن جا رايا ٻڌا، ڏاڍا دلچسپ هيا. ان ڪري اڄ جي ليڪچر جو موضوع آهي،"PUBLIC OPINION"

سوشيلاجي ڊپارٽمينٽ جي ڏاڪڻ ۽ ڪنڊائتي ڪمري ۾ پهتاسين تہ مهڪري صاحب پهريائين جتي لاهي هڪ پاسي رکي (اڪثر ڪيس پيرن جي ترين سڙڻ جي شڪايت هوندي هئي) هن چاڪ کڻي بورڊ تي عنوان لکيو ۽ پوءِ هڪدم مون ڏانهن ڏسندي چيائين.

"منظور! PUBLIC OPINION جي باري ۾ تو وٽ ڪهڙي DEFINATION آهي؟"

مون ديرئي نہ ڪئي WARNER جي ٻڌايل وصف کڻي بيان ڪئي.

Public opinion cosists of people reaction to definetly worded statement and question under interim condition

"نہ نہ!... ائين نہ ...تون ڏاڍي تڪڙ ٿو ڪرين. هڪدم پرائو غزل پڙهي ٿو ٻڌائين. پنهنجو ٻڌاءِ...پنهنجي وصف. جيڪا تنهنجي ذهن ۾ جڙي آهي يا جڙي ٿي؟"

مون اڃا سوچيو پئي تہ مهڪري صاحب، موضوع کي ٻئي پاسي کان پڪڙيو: هيئن ٿو ڪيان جو توهان کي لفظن ذريعي اهو منظر ٿو ٻڌايان.... جڏهن مان بس تي آيس پئي تہ اوچتو نڪاءُ ٿيو بس لڏي لمي، ماڻهو چرڪي اٿيا. بريڪ لڳي، ماڻهو خوف ۽ پريشانيءَ ۾ لٿا. ماڻهن ڏٺو تہ بس جي سائيڊ رهڙيل ۽ ڪنڊ ڀڳل هئي. ٻي ڪراس ڪندڙ بس پريرو وڃي بيٺي. ان سان بہ ساڳئي حالت هئي. ٻنهي بسين جي ڊرائيورن ۽ ڪنڊيڪٽرن هڪ ٻئي کي پئي گاريون ڏنيون ۽ عام ماڻهن اتي بيٺي تبصرا پئي ڪيا. هاڻي تصور ڪيو تہ اوهان بہ اتي بيٺا آهيو. اوهان اتي ڪهڙي راءِ ڏيندو؟ منظور! چالاڪي نہ ڪجانءِ. بلڪل عام ماڻهو واري راءِ؟"

"مان چوان ها، ڊرائيور انڌا آهن. ڪين گاڏي هلائڻ نـ ٿي اچي." مون هاڻي بلڪل عام ماڻهن واري راءِ ڏني.

"شاباس!... هاڻي تون ٻڌاءِ" مهڪري صاحب جان محمد ڏانهن اشارو ڪيو.

"مان چوان ها ڊرائيور نشو ڪري ڊرائيونگ ڪن ٿا. ان ڪري ايڪسيڊنٽ ٿين ٿا."

"شاباس!...تون ٻڌاءِ!" مهڪري صاحب جي آڱر جو اشارو انجم يوسف ڏانهن ويو جنهن ان وقت چيوگم پٽي چٻاڙيو.

"مان چوان ها،حادثا تيز رفتاري جي ڪري ٿين ٿا." انجم جواب ڏنو.

"نيڪ آ. تون...!؟" اشارو مهڪري صاحب جو بدرالنساءِ ڏانهن ٿي ويو. بدر النساءِ عينڪ کي نيڪ ڪيو هٻڪي هٻڪي پوءِ چيائين:"حادثو قسمت ۾لکيل هو...."

" هلو نيڪ .....تون .....؟"مهڪري صاحب جو ڪنڌ سان اشارو خير النساءِ ڏانهن ٿي ويو.

" مان چوان ها ڊرائيور چوويهـ ڪلاڪ گاڏي هلائن ٿا. ان ڪري ننڊ وٺي وڃين ٿي، تڏهن حادثا ٿين ٿا."

"چڱو تون!؟" اشارو ياسمين ڏانهن ٿيو تـ ياسمين جواب ڇڙ ٺاهي نڪي رکيو هو "حادثو ٽرئفڪ جي قانون جي خلاف ورزيءَ سبب ٿين ٿا."

مهڪري صاحب هڪدم رڙ ڪئي.

"بس!...بس!... اها ئي عام راءِ PUBLIC OPINION آهي. حقيقت اها ئي آهي تـ عام راءِ چئبو ئي ان کي آهي تـ جيڪو ماڻهو بي ساختـ چئي ڏين، ان ۾ ڪا باقاعده عقلي ڳالهـ يا دليل بازي ناهي هوندي. حقيقت تي ٻڌل ڪو تجزيو ناهي هوندو. راءِ ڏيڻ وارو ڪو ذميواري محسوس ناهي ڪندو بس هڪڙو رد عمل جي طور تي اظهار هوندو آهي. جنهن کي ڪو واضح رخ ناهي هوندو.

ان جو مثال ائين آهي. جيئن ڪڪرن ۾ پاڻي جي ڦڙن ۾ چارج پيدا ٿي ويندي آهي. جڏهن اها اليڪٽرڪ چارج گهڻي تعداد ۾جمع ٿي ويندي تـ منجهس وڄ پيدا ٿي ويندي آهي، ان کي جڏهن ڌرتي تان ATTRACTION ملندي يا ڪشش ٿيندي تـ اتي وڄ ڪرندي آهي. ائين عام راءِ بـ ماڻهن جي ذهنن ۾ اليڪٽرڪ چارج جيان گڏ ٿي ويندي آهي ۽ جڏهن بـ ڪي سرد دماغ، نيم پاڳل، چالاڪ يا سماجي ڀلائيءَ

چاهيندڙ ماڻهو ان کي پاڻ ڏانهن متوجهه ڪندا آهن تہ عام ماڻهو وڃُ جيان ڪِري. اهو ڪم ڪري ويندا آهن. جيڪو اُهي بي حالت ۾ ناهن ڪري سگهندا.

انهيءَ عام راءِ جا ڪرشما ڳوٺن کان وٺي شهرن تائين جاري ۽ ساري آهن. اها عام راءِ شخصيتن کي ٺاهي، شخصيتن کي ڊاهي، اها خاندانن کي عزت و تڪريم ڏئي، خاندان اجاڙي، مثلن ڳوٺن ۾ اهو هُل ٿي وڃي تہ پير صاحب رات جو اُڏري مديني شريف هليو ويندو آهي تہ انهيءَ پير جي ديدار لاءِ ماڻهو سؤن ميلن کان پنڌ ڪري ڏسڻ ايندا آهن. پر ڳوٺ ۾ اهو هلي وڃي تہ فلاڻي ڏائڻ آهي، ماڻهن جا هيانءَ ڪڍي کائيندي آهي تہ ان جي زندگي برباد ٿي ويندي آهي. ان عام راءِ کي ڦهلائڻ لاءِ خاص ماڻهو هوندا آهن، جنهن کي افواهن جا سوداگر RUMOURS MONGER سڏيو ويندو آهي، جيڪي ڳوٺن ۾ پيرن جا خليفا، يا وڏيرن جا لانڙيا هوندا آهن. اهڙي ريت شهرن ۾ اخبارن جا ايڊيٽر،صحافي، جاسوسي ادارن جا ايجنٽ، سياسي، سماجي ۽ مذهبي ورڪر هوندا آهن ۽ انهن جي پنيان عام راءِ PUBLIC OPINION کي رخ ڏيڻ وارا چالاڪ ماڻهو هوندا آهن. جن کي اسان سياسي، سماجي، مذهبي، رياستي اڳواڻ يا سربراهہ ڪري ڪوٺيندا آهيون.

عام راءِ کي ڪنهن رخ ۾ استعمال ڪرڻ جا ڪجهہ مثبت ۽ منفي اوهان کي مثال ٿو ٻڌايان. انگريزن ڪيڏا بہ هندستان ۾ سڌارا آندا، پر ماڻهن ۾ انگريز سامراج جي ڪنهن نہ ڪنهن حوالي سان نفرت هئي، مهاتما گانڌي جڏهن ڏٺو تہ ماڻهن ۾ انگريزن جي خلاف نفرت ۾ ڪجهہ اضافو ٿيو آهي، تہ هن ان کي رخ ڏيڻ لاءِ نعرو هنيو سُديش جو وديشي شين جو بائيڪاٽ ڪرائڻ لاءِ افواهي سوداگرن کي ميدان ۾ لاٿو ويو ۽ انهن افواهي سوداگرن ۾ وڏو ڪردار احمدآباد ۽ بمبئي جي سرمائيدارن ادا ڪيو هو انهيءَ زماني ۾ چاليهہ هزارن جي گاڏيءَ تي چڙهي، ڪانڌيءَ جا ڪپڙا پهري، مهاتما جي آڏو ويهي چرخو هلائيندا هيا. تصويرون ڪيرائي اخبارن ۾ ڇپرائيندا هيا. تہ جيئن سندن ڪارخانن جو ردي ڪپڙو جيڪو انگلستان جي ڪارخانن مان ٺهيل ڪپڙي کان معيار ۾ گهٽو گهٽ هيو. کپي وڃي. پوءِ دنيا ڏٺو تہ عام راءِ جي هڪ رخي اظهار تي، دنيا جي انهيءَ ننگي فقير (موهن داس ڪرمچندگانڌي) انگريزن جي سج نہ لهڻ واري شهنشاهيت کي لوڏي ڇڏيو.

اهڙيءَ طرح دنيا جي نيم پاڳل ماڻهن. جيئن "پيٽر دي هرمن" گڏهه تي چڙهي سڄي يورپ ۾ هل غوغاءُ مچايو تہ "عيسيٰ جي صليب کي ڪافر مسلمانن کان بچايو" ... پوءِ دنيا ڏٺو تہ ان پاڳل جي چوڻ تي بہ صليبي جنگيون ٿيون ۽ يورپ جي ماڻهن پنهنجو نئون نسل هٽي مارائي وڌو.

ٽيون مثال، ڪئنيڊا جي انگريزن ۽ فرينچن ۾ هلڪي ڦُلڪي چڪتاڻ هئي، پر انهن افواهن جي واپارين RUMOUR MONGERS هڪ ڪن وڌي، شيشي جي برنين ۾ وجهي گهمايو تہ فرينچن، انگريزن جو ڪن وڍيو آهي تہ ٻنهي جي وچ ۾ EAR WAR "ڪن واري ويڙهہ" شروع ٿي وئي. جيئن هندستان ۾ ڳئون جي منڍي مندر ۾ ۽ سوئر جي منڍي مسجد ۾ اڇلائي، هندو مسلم فساد ڪرايو ويندو آهي. جيئن صوفين جي سرزمين سنڌ ۾ مسجد منزل گاهہ وارو جهيڙو ڪرايو ويو.

انهيءَ عام راءِ PUBLIC OPINION کي جيڪڏهن ماڻهن جي ذهنن ۾ ڪپايو FIX ڪيو وڃي يا ماڻهن ۾ ڪا راءِ پختي ٿي وڃي تہ ان کي سخت راءِ STEREO TYPE سڏيو ويندو آهي، جيڪا عام راءِ جي خطرناڪ صورت آهي.

انهيءَ کي نفسيات جي علم ۾ CONCEPT FORMATON بہ سڏبو آهي، جيئن برصغير جي مسلمانن ۾، هندن لاءِ هڪ اهڙي راءِ جڙي، جنهن ۾ هندو جو تصور رڳو اهو هيو تہ مٿي تي ٽوپي، اڇو چولو ڌوتي، پيٽ وڏيل، حريص ۽ ڪميني مخلوق. اهڙي ريت هندن وٽ مسلمانن جو تصور رڳو اهو هيو تہ وڏين مڇن وارو ڳئون کائيندڙ وحشي، غاصب، بي رحم ۽ ظالم. ۽ انهيءَ سلسلي ۾ هندستان جي مشهور سماجي ماهر محترم شرما لکيو آهي تہ سندس ننڍپڻ هماليہ جي ترائي المورا ۾ گذريو جڏهن هو ننڍو پر سمجهہ ڀريو هيو تہ پنهنجي پيءُ سان گڏ بيل گاڏيءَ تي پنهنجي مائٽن جي ڳوٺ ڏانهن پئي ويو وات تي پرسان لنگهندڙ ماڻهن جي ٽولين ڏانهن سندس پيءُ اشارو ڪري چيو "ڏسو! اهي مسلمان اٿوَ پنهنجي ڳوٺ پيا وڃن."

تہ شرما هڪدم ڏسي وراڻيو "بابا، اهي تہ ماڻهو آهن."

مسلمان جي باري ۾ عجيب غريب رايا ٻڌي، شرما چوي ٿو تہ منهنجو حتمي رايو اهو بيٺو تہ مسلمان ماڻهو ئي ناهن هوندا. جئين اڄڪلهہ اسان جو رويو يهودين لاءِ آهي.

روسي نفسيات جي ماهر پاولوف ڪتي تي هڪ انوکو تجربو ڪيو. کاڌي کائڻ کان اڳ. ڪتي جي وات ۾ ڪيتري ڳگ جمع ٿئي ٿي، هن اها

نوٽ ڪئي. ان حالت کي فطري موٽ NATURAL REFLEX سڏيو. پوءِ هن ڪتي کي کاڌي ڏيڻ کان اڳ گھنٽي وڄائي. کاڌو ڏيڻ شروع ڪيو ڪجھ عرصي کانپوءِ هن رڳو گھنٽي وڄائي تہ ڪتي گگ ڳاڙڻ شروع ڪئي. ان کي CONDITION REFLEX سڏيو.

تنهن کان پوءِ مهڪري صاحب چاڪ کڻي بورڊ تي ان جا گراف ڪجھ هيٺين ريت ناهيا.

Bell گھنٽي ———— کاڌو food

گگ slavia

بيو تجربو جي - بي - واٽسن J.B.WATSON بہ ڪيو هو انهيءَ ڏس ۾. هن اهو تجربو هڪ ٻار تي ڪيو هر انسان ۾ خصوصن ٻار ۾ ڪاوڙ، خوف ۽ پيار جا ردعمل صاف ظاهر هوندا آهن. هن چا ڪيو جو هڪ ٻار کي سهي جي پرسان کيڏائڻ لڳو. ننڍڙو ٻار جانور سان کيڏڻ پسند ڪندو آهي، هڪ ڏينهن جڏهن ننڍڙو ٻار سهي کي هٿ لائي خوش پئي ٿيو تہ اوچتو سندس پٺيان بندوق جو ٺڪاءُ ڪيو ويو ٻار دهلجي روئڻ لڳو. هن ٻي دفعي بہ ساڳئي ڪار ڪئي. ٽئين دفعي بہ ورجائي آخر ۾ نتيجو اهو نڪتو، جو ٻار جي سامهون صرف سهو آندو پئي ويو تہ ٻار دهلجي رنو پئي. ڪڏهن ڪڏهن CONDITION REFLEX جبلتن جهڙي ڏک ڏيندا آهن... اها صورتحال انساني سماج ۾ ڏاڍي ڏکوئيندڙهوندي آهي.

سخت راءِ STEREO TYPE جو بنياد ٻن شين تي ٻڌل هوندو آهي.

| | |
|---|---|
| ذاتي تجربو | 1. PERSONAL EXPERIENCE |
| مڃيل ڄاڻ | 2. ACCEPTED INFORMATION |

پهرين جو مثال ائين آ. تہ جيڪڏهن ڪو ڳاڙهي ٽوپي وارو شخص، اوهان کي پٿر ٿو هڻي. پوءِ هڪ ٻئي پٺيان چار ٻيا بہ ڳاڙهي ٽوپي وارا ماڻهو اوهان' ڏانهن پٿر يا جهنب اڇلائن ٿا تہ اوهان جي پڪي پختي راءِ اها بيهندي تہ هڙيئي ڳاڙهي ٽوپي وارا بدتميز ۽ خطرناڪ ٿيندا آهن ۽ اوهان هر ڳاڙهي ٽوپي واري کان ڇرڪندءُ.

ACCEPTED INFORMATION جو مثال ٻڌو. مثلن ڪو پنڊت، ملو پادري، واعظ ڪندي چوي تہ الهامي ڪتابن ۾ آيل آهي تہ. ڳاڙهي ٽوپي وارا هڙيئي بدتميز ۽ خطرناڪ ٿيندا آهن. جيڪو مڃي سو جنتي ٿيندو جيڪو نہ مڃي سو دوزخي. جيئن ڪميونسٽن لاءِ هتي ACCEPTED INFORMATION آهي تہ هڙيئي ملحد ٿيندا آهن.

اهڙين سخت راين تحت زندگي بسر ڪرڻ ائين آهي، جيئن احمقن جي جنت ۾ رهڻ. حقيقت اها آهي انساني سماج ۾ جيڪڏهن چالاڪ، سرد دماغ ماڻهو پنهنجن مقصدن، مطلبن خاطر ماڻهن جا ذهن مائوف نہ ڪن ها، تہ دنيا ۾ ڪنهن بہ اجائي اِزم جي ضرورت نہ پوي ها. پاڻي درياهہ ۾ وهي ٿو، جنهن کي اج لڳي ها، پيئي ها. دنيا ۾ ڪنڊائتن نظرين ۽ ڪنڊائتي پئسي CORNER IDEAS ۽ CORNER MONEY جي ڪري، جيڪو انساني سماج کي نقصان پهتو آهي، ان جو ڪاٿو ئي ڪونهي."

مهڪري صاحب، ٿوري جهٽ خاموش رهيو ۽ پوءِ اسان ڏانهن ڏسندي چيائين، "هاڻي اوهان جي ڪائڻ پيئڻ جو وقفو آهي، پوءِ سوال جواب جو سلسلو شروع ٿيندو."

بدرالنساءِ کي جڻ وارو ملي ويو اُتي، گل پٽيوالي کي سڏي آئي، گل ويو ۽ موٽيو اسان پيتيز پئي ڪاڏيوسين ۽ پاڪولا پئي ڏوگهيون سين. مهڪري صاحب صرف پاڻي پئي پيتو. سائين مهڪري ڪڏهن ڪڏهن فروٽ کائيندو يا وري گرين ٽي پيئندو هو، پر اج سندس ڪنهن تي بہ موڊ نہ هيو.

ڪائڻ پيئڻ جي وقفي ڪانپوءِ مون پڇيو

"سائين، سماج ۾ سخت راءِ STREO TYPE کي ختم ڪرڻ جو ڪهڙو اپاءُ آهي؟" مهڪري صاحب کي جڻ اهڙي قسم جي سوال جو انتظار هيو پڌائڻ لڳو.

"ان جو اپاءُ پهريان DE_CONDITIONING ۽ پوءِ RE_CONDITIONING آهي. مون اوهان کي، جي — بي - واٽسن جو اڏورو تجربو پڌايو. هاڻي پورو تجربو پڌو هن چا ڪيو. جو هن وري ٻار کي هر ڪائيندڙ شيون مثلن رانديڪا وغيره ڏيکاري، سندس سامهون سهي کي آندو ٻار آهستي آهستي چرڪ پرڻ ۽ روئڻ بند ڪيو. ان حالت کي سڏيو ويو DE_ CONDITIONING ۽ پوءِ ڪيس مزيدار ٽافيون ڏيئي سهي سان کيڏڻ جي ترغيب ڏني وئي، ان کي چيو ويو RE_CONDITIONING

پهرين جنگ عظيم ۾، انگريزن، جرمنن خلاف برصغير ۾ عجيب پروپئگنڊا ڪرائي تہ اهي ننڍين ٻارن جو ميچالو شوق سان ڪائيندا آهن. ان جو اثر اهو ٿيو جو عام ماڻهو جرمنن جو نالو پڌي ڊڄي ويندا هيا. ان جو اثر ٻي جنگ عظيم تائين هليو. پر اج اهي جرمن برصغير ۾ گهمندا ٿا وتن، ماڻهو انگريزن کان وڌيڪ انهن جي عزت ڪن ٿا. انهيءَ جو سبب جرمن ماڻهن پنهنجي طرز عمل سان برصغير جي ماڻهن کي De_Conditioning

ڪيو. ماڻهن چيو. جرمن هر ويرو ايڏا بہ خراب ڪونهن. جيئن انگريز چون ٿا. اڳتي هلي اجا هنن پنهنجي راءِ کي ڦيرايو. جڏهن محسوس ڪيائون تہ جرمني جا ماڻهو علم ۽ ادب دوست. سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جا چاڻو. با اخلاق ۽ وفادار آهن. تہ انهن چوڻ شروع ڪيو. جرمن ماڻهو سياڻا سيبتا. قول ۽ فعل جا پڪا آهن. ان کي Re_Conditioning سڏبو آهي. ائين جيئن ڳاڙهي ٽوپي وارو ڪو ماڻهو پٽر هڻڻ جي بجاءِ. اوهان کي سلام ڪري. بيو ماڻهو وري اوهان کي چانهہ پياري تہ توهان جو رايو ڦري ويندو اوهان چوندءُ. ڪي ڳاڙهي ٽوپي وارا چڱا بہ آهن تہ ڪي برا بہ ـ پر جڏهن ويهہ ڳاڙهي ٽوپي وارا اوهان سان ڪنهن نہ ڪنهن هنڌ سنو ورتاءُ ڪن. تہ اوهان جي راءِ اها بيهندي تہ اڪثر ڳاڙهي ٽوپي وارا سٺا آهن. ڪي ڪي خراب بہ ٿي سگهن ٿا.

اجوڪو ليڪچر اتي پورو. هاٽي وي ـ سي آفيس ڏانهن ٽيليفون ڪري، منهنجي اچڻ جو ٻڌايو تہ اوڏانهن وڃان. شيخ اياز سان ملڻو آهي. اوهان منهنجي وڃڻ کان پوءِ هڪ ٻئي سان ضرور بحث ڪجو ۽ نتيجا ڪيڏي ٻڌائجو."

جان محمد فون ڪرڻ ويو. اسان سيئي مهڪري صاحب سان گڏ هيٺ لٿاسين. ٿوري دير کان پوءِ ڪار آئي. مهڪري صاحب روانو ٿي ويو.

سچ پچ تہ جي ايم مهڪري کي ڪنهن بہ ڏکئي موضوع تي ڳالهائڻ وقت. ڪا ڏکيائي نہ ٿيندي هئي. چو تہ سندس اندازِ بيان بغير ڪنهن رک رکاءَ جي ۽ ايڏو طاقتور هوندو هو. جو ائين لڳندو هو. جڻ حقيقت جو ڪڙو پر سچو روپ ڏيکاري رهيو آهي. هڪ ليڪچر ۾ جنس sex جهڙي شجر ممنوع موضوع کي ايڏي تہ سهڻي انداز سان بيان ڪيو هيائين. جو ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون بغير ڪنهن جهجهڪ جي ٻڌندا رهيا. 'جنسي استحصال' Sex Exploitaion تي ڳالهائيندي، جڏهن ڪلڪتي جي قحبہ خانن تي پهتو تہ سندس انداز ڪجهہ هن نموني هو:

"مان ڪلڪتي جي چڪلي ۾ باقاعدو صرف اهو ڏسڻ ويندو هيس تہ مختلف طبقن جي ماڻهن جا مختلف رويا ڪهڙا آهن...؟ ڪلڪتي جي چڪلي ۾ هڪ هڪ عورت. جدا جدا داستان هئي. الڳ الڳ موضوع هئي. جيڪا عورت 20 سالن جي هئي سا ڏيڍ سؤ کان بہ سؤ رپيہ ڏينهن ۾ ڪمائيندي هئي... پنجويهہ سالن جي. سؤ کان ڏيڍ سؤ تائين.... ٽيهن سالن

جي پنجاه يا سؤ... چاليهن جي، پنجويهہ يا پنجاهہ ... پنجاهہ سالن واري، ڪڏهن ڏهہ ڪڏهن پنج... آخر ۾ جڏهن مري ويندي هئي تہ ميونسپالٽي وارن کي فون ڪري سندن لاش پورايو ويندو هو. ڪنهن سماجي ماهر کي سماج جي نبضن تي هٿ رکڻو هجي تہ چڪلي ۾ وڃي مشاهدو ماڻي. سڄي سماج جو اصل روپ سامهون اچي ويندس...."

سندس اهڙو بي باڪيءَ وارو انداز گهڻن کي پانءِ نہ پوندو هو. ان ڪري استاد بہ ڪائنس نالان هوندا ها. هڪ دفعي خبر پئي تہ مهڪري صاحب سئڪالاجي ڊپارٽمينٽ ۾ ويٺو آهي. اسان شاگرد بہ اتي پهتاسين، ان وقت مختلف استادن سان، سائين مهڪري بحث مباحثي ۾ مصروف هيو. ان وقت هڪ استاد، نئين نسل تي ٻريو ويٺو هو.

"اڄوڪو نئون نسل علم ۽ عقل ٻنهي جو دشمن آهي، انهن سان مٿو هڻڻ اجايو آهي."

ٻين استادن بہ سندس تائيد ۾ ڪنڌ ڏوڻ پئي ڪئي. مهڪري صاحب بہ جوش ۾ اچي ويو ۽ چوڻ لڳو: "جتي اسان پراڻي نسل جو سفر ختم ٿيندو اُتان نئين نسل جو سفر شروع ٿيندو. نئين نسل کي لوئڻ، حقارت سان ڏسڻ، پنهنجي مستقبل جي نفي ڪرڻ برابر آهي... جي اهي جاهل رهجي وڃن ٿا تہ انهيءَ عمل جا ذميوار اسان آهيون. ڇو تہ اسان اِنهن کي پنهنجي ڄاڻ، پوريءَ ريت منتقل نہ ڪئي. قومن جي رِلي ريس RELY RACE ۾، پنهنجي بيٽن Baton کي صحيح سلامت ۽ تيزيءَ سان نئين نسل تائين، پهچائڻ اسان جو ڪم آهي تہ جيئن هو سماجي ترقي جي ڊوڙ ۾ ڀرپور حصو وٺي سگهن..."

"توهان ڪٿي ڪجهہ بہ چئو، پر اڄوڪي نئين نسل ۾ اُها ٿوم ڪونهي." اُن استاد بضد ٿيندي چيو.

سائين مهڪري کي مجبورن وري جواب ڏيڻو پيو:

"هڪ تہ اها واهيات قسم جي احساسِ برتري آهي تہ اسان جو نئون نسل اسان کان گهٽ آهي... اها فخر ڪرڻ جي نہ، پر ٻڏي مرڻ جي ڳالهہ آهي... ٻي ڳالهہ تہ ڊگري جي ڪا ايڏي حيثيت ناهي هوندي ... ڊگري ڪنهن جي صلاحيتن جو پيمانو تہ ٿي سگهي ٿي، پر عملي ڪارڪردگي جو نہ ... ڀلا ٻڌايو ايڊيسن کي ڊگري هئي...؟ روسي کي ڊگري هئي...؟غالب کي ڊگري هئي...؟شاهہ لطيف کي ڊگري هئي...؟انهن آڏو ڊگريون ٽڪا جهلينديون هيون! انهن بنا ڊگرين وارن تي،تو اسان جهڙا اڄ ريسرچ ڪري ڊگريون وٺن

ٿا. اسان جي سماج ۾ بين المين سان گڏ هڪ الميو اهو به آهي ته مائٽن جي پرک سندس ڪارڪردگي نه پر ڏگريون آهن. نام نهاد تعليمي ڏگرين کان وٺي مذهب، جنس ۽ طبقي جي ڏگرين تائين. برصغير ۾ سماجي انتشار جو سبب برهمڻ ذهنيت واري ڏگري رهي. جيسيتائين اها ڏگري برقرار آهي، تيسيتائين ذهين ۽ محنتي فرد تباه ۽ برباد ٿيندا رهندا.“

اهو استاد صاحب، مهڪري صاحب جا رومالي ۽ سنڌائتا ٽڪ سهي نه سگهيو ۽ باقاعده چئلينج ڪرڻ واري انداز ۾ فرمائڻ لڳو:

”مان اوهان کان هڪڙو سوال پڇان ٿو، اهڙا شاگرد آهن ڪتي...؟ جن کي ڪو استاد پنهنجو سمورو حاصل ڪيل علم ڏيڻ چاهي ۽ هو وٺڻ چاهي... ايمانداريءَ سان ڪنهن هڪ شاگرد جو نالو ڪڻو...؟؟“

سائين مهڪري صاحب ٿڏو ساهه کڻي اسان ڏانهن ۽ پوءِ اُن استاد ڏانهن ڏسندي، جواب ۾ هڪ شعر پڙهيو!

”خضر ڪيون بتائي، ڪيا بتائي
اگر ماهي ڪهي، دريا ڪهان هئي!“

پر جي ايم مهڪريءَ جو شعري اشارو ڪنايو اُن استاد جي مٿي جي مٿان گذري ويو ۽ هو سمجهي نه سگهيو.

جي ايم مهڪري جنهن جو پورو نالو سيد غلام محي الدين ولد مينم علي مهڪري هيو. 19 آڪٽومبر 1908ع تي هندوستان جي باغن واري شهر بئنگلور ۾ پيدا ٿيو. دهلي ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ مان سوشيالاجي ۽ سائڪالاجي سبجيڪٽن ۾ بي ايچ ڊي ڪيائين. ورهاڱي کان اڳ ڪراچيءَ ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. انگريزي اخبار ڊان ۽ مشهور مئگزين ’سنڌ ڪوارٽرلي‘ جو مستقل ليکاري هيو. سندس مشهور ڪتاب Sorrows of sindh آهي. جنهن ۾ سنڌ ڌرتيءَ جي دردن جو تجزيو آهي. هن پاڪستان ۾ ريپبليڪن پارٽيءَ جو بنياد به رکيو. مولائي مائهو هيو. ان ڪري سندس سياسي پارٽيءَ کي پذيرائي نه ملي سگهي پر سندس علمي حيثيت ۽ لياقت جا ڪيترائي مائهو معترف رهيا. جن ۾ ابراهيم جويو، شيخ اياز، غلام رباني آگرو، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، مظهر يوسف، خيرالنساءِ جعفري وغيره جهڙيون علمي ۽ ادبي شخصيتون قابل ذڪر آهن.

سنڌ جو نوجوان ناول نگار منير چانڊيو ۽ مان سنڌ جي مانائتي ۽ شانائتي شخص سائين ابراهيم جويي سان 24 آگسٽ 2010ع تي ملڻ وياسين ته اتي ڪچهري ڪنديءَ جي ايم مهڪري جو ذڪر نڪتو، ته هن

سندس شخصيت تي راءِ ڏيندي چيو تہ: ”جي ايم مهڪري سنڌ ۾ سنڌي قوم جو عاشق هيو. هن کي مهاجر لفظ کان چڙ هئي. هو چوندو هيو. ’آءٌ سنڌي آهيان. ان ڪري جو آءٌ سنڌ ۾ پنهنجي مرضي سان آيو هيس. نڪي مجبوريءَ مان.‘

مان دعوي سان چوان ٿو تہ هو پنهنجي فڪر ۾ سيڪيولر، انسان دوست ۽ علمي لحاظ کان بحر هيو. اهو ئي سبب هيو جو مون سندس انگريزي اخبارن ۾ لکيل مضمونن کان متاثر ٿي، انهن جو ترجمو ڪيو ۽ ’مهڪري جا مضمون‘ جي عنوان سان ڪتاب ڇپرايو.“

اهڙي خوبصورت راءِ جي اظهار تي ابراهيم جويي صاحب جي وات ۾ گلاب. پر ان ۾ ڪا مبالغي آرائي ڪونهي تہ هي دمقراط ۽ سقراط جهڙو قدآور شخص 15 آگسٽ 1995ع تي جڏهن اسان کان وڇڙي ويو تہ ائين لڳو ڄڻ اسان جي ٽٽل ڦٽل سماج مان هڪ مها پرش موڪلائي ويو هجي.

**

# سائين محمد بخش لاشاري
# پربيڻ استاد

اج بہ اکين اڳيان اهي منظر ڦرن ٿا. سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو جي فيڪلٽي آف آرٽس واري عمارت. بہ ماڙ تي سوشيالاجي ڊپارٽمينٽ جي ڪنڊ وارو ڪمرو. سائين محمد بخش لاشاري Principle of sociology سبجيڪٽ پڙهائي رهيو آهي. پڇي ٿو:

"هاڻي فرق سمجهہ ۾ آيو ثقافت ۽ تهذيب ۾!؟"

"نہ سائين!......."اسان شاگرد جواب ڏيون ٿا.

سائين اچان وڌيڪ سماجي ماهرن جون وصفون ٻڌائي ٿو. سمجهائي ڏئي ٿو. اسان جي حيص بيص جاري آهي. وڃي ٿو گهرو ٿيندو. پورو هفتو انهيءَ موضوع تي ڳالهائي ٿو. ايسيتائين جيسيتائين اسان مطمئن نہ ٿا ٿيون. آخر ۾ هڪ پيپر civilization and culture تي لکي اچي ٿو ۽ چوي ٿو: "ڏسو. توهان جي سوالن جي ڪري آءُ هي پيپر لکي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهيان. مون کي ڏاڍي خوشي ٿي آهي. جو اوهان جهڙا شاگرد مليا آهن."

سندس ان انگريزي ۾ ٽائيپ ٿيل 35 صفحن تي مشتمل پيپر جي ڪاپي اڄ بہ مون وٽ محفوظ آهي. خدا ڄاڻي تہ اهو پيپر ڪٿي ڇپيو بہ آهي يا نہ.....!؟

يونيورسٽي جا استاد تہ هڙئي سُون. پر هي سيتا رامي سُون هيو. جنهن ۾ ذرو بہ ڦيٽ نہ هئي. ڪيترائي استاد جيڪي خدا جي واسطي ڪوئو بہ نہ ماريندا هيا. اتي سائين لاشاري جهڙو پُرياتو ۽ پاونگ ايئن لڳندو هو. جڻ صحرا ۾ منو چشمو هجي. ڪڏهن بہ ڪيس واندڪائي ۾ اوباسيون ڏيندي نہ ڏٺوسي. جڏهن بہ ڏٺوسين تہ ڪنهن شاگرد کي سمجهائيندي. ڪنهن ڪلارڪ جي ايڪسپلينيشن ڪال جو جواب ناهيندي. ڪنهن استاد جي لکيل پيپر جي ڪريڪشن ڪندي

آرٽس فيڪلٽي ۾ سندس آمد جو عجيب انداز هو. جتي ڪيترائي استاد لڙڪيل ڪلهن ۽ بيزار مُکن سان داخل ٿيندا هيا. اتي سائين هشاش بشاش مرڪندو ايندو هو. جڻ پري کان دغدغا پئي ٻري.

ايم اي فائينل ۾ رڳو ڇوڪريون هونديون هيون. بدرالنساءِ، خيرالنساءِ، انجم يوسف. راڻي گل. نازي گل ۽ سيما. 31 جنوري 1978ع تي اسان کين الوداعي پارٽي ڏني سي. جان محمد ۽ منهنجي مڙيئي انهن سان گهٽي

لڳندي هئي. ان ڏينهن تي اسان ٻنهي جڻن جيڪا الوداعي تقرير ڪندي لفاظي ڪئي. ان ۾ وڇوڙي جو وڏو درد سمايل هو. جنهن جو متن ڪجهه هيٺين ريت هو:

"جڏهن ڪا راڌا، ڪنهن پيار جي پنگهٽ تي، ڪا سلميٰ ڪنهن پريم ڊگر تي، ڪا وينا خوشبو واسيل وات تي ملي ٿي تہ پوءِ ايئن محسوس ٿئي ٿو تہ هر ڪا رات شبِ برات، هر موسم، موسمِ بهاران. ۽ هر زمين جو ٽڪر گوشہ چمن لڳي ٿو. اسان ڪيئن وساري سگهنداسي انهن يادن کي، انهن ڪيفيتن کي، جنهن ۾ وقت جي گذرڻ جو احساس ئي نہ ٿيندو هيو. اڄ جڏهن وڇوڙي جو وقت آيو آهي تہ احساس ٿيو آهي تہ وڇوڙو بري بلا آهي.خدا بهتر ٿو ڄاڻي تہ اسان انهيءَ وڇوڙي جي اذيت ۽ عذاب مان جانبر بہ ٿي سگهنداسين يا نہ...."

استادن ۽ ٻين شاگردن هڪ ٻئي کي نوڻيون هنيون ۽ ڪليا.

ان ڏينهن کان پوءِ ڪلاس هلندي جان محمد ڳوٺ هليو ويو ۽ مان لاڙڪاڻي اچي پهتس. ٽي ڏينهن نہ گذريا تہ سائين لاشاري جي ٽيليفون اچي پهتي تہ جلدي اچي مل....! مان ساڻس مليم تہ چند پٽيائين جا منهنجي تصور ۾ بہ نہ هئي:

"مون سمجهيو هيو تہ اوهان هتي پڙهڻ آيا آهيو پر اوهان تہ رڳو عشق ڪرڻ آيا آهيو......"

مان ڪنڌ جهڪائي ٻڌندو رهيس. ۽ پوءِ ڪيس ٻڌايو تہ "مان دراصل لاڙڪاڻي ويو هيس، انٽر ڪلب ڪرڪيٽ جي ٽورناامينٽ ۾ حصو وٺڻ..."

"پوءِ اهو ڄانگهڙيل ڇو نہ ٿو اچي؟" جان محمد جي لاءِ پڇيائين.

"خبر نہ آهي." مون وراڻيو.

"اڄ ڪيئن بہ ڪري منهنجي گهر وٺي اچيس."

مان جان محمد کي سندس ڳوٺ صاحب خان رند حيدرآباد مان، ڏتاري اولڊ ڪيمپس حيدرآباد. سائين جي گهر نمبر 31 تي وٺي آيس. سندس منهن پيلو لڳو پيو هيو. سائين لاشاري اوطاق ۾ ويهاري، گهر ماني ڪرائي. ماني کائيندي احوال وٺڻ لڳو. جان محمد ڏاڍي ڏکاري انداز ۾ ٻڌائڻ لڳو:

سائين، دراصل پڙهائي تي دل ئي نہ ٿي چوي...."

سائين سمجهائڻ لڳس."بابا، سنڌ يونيورسٽي روپ ساگر آ...جنهن ۾روپ ونتيون ٻيون اچن ۽ وڃن.هرويرو پڙهائي کي اڌ ۾ ڇڏڻ صحيح نہ آهي...."

مون کي وري اِهو احساس ٿيو تہ واقعي يار پنڙيءَ تان لٿو ٿو وڃي تہ وچ ۾ ڪڏي ڪجھہ هن نموني جي نصيحت ڪرڻ لڳس:

جانو...! مون تہ ايئن سمجھيو هو تہ تون ڪنهن هڪ هنڌ پٽ جي پينگھہ پائي لڏڻ وارن مان ناهين.....هونئن جي اهي هليون ويون تہ ڊپارٽمينٽ ۾ اجان گنج لڳو پيو آ. پاڻ ۾ سان تي ڇوڪريون گڏ آهن. ايم اي پريويس ۾ پنج کن ڪونجيليون ڪونجار ڪنديون ٿيون وتن. ائين بي اي آنرز ۾ بہ حسن خرامان خرامان ڪندو ٿو وتي. پرسان سائيڪالاجي ڊپارٽمينٽ بہ سڄو ڪونهي.

اسان ٻئي دوستن ۽ دشمنن جي دلين تي داغ آهيون ڪڏهن وڃي ڪامرس ڊپارٽمينٽ وارن جي دلين تي هٿ رکي ڏس يا انهن ڊپارٽمينٽ جي ڇوڪرن تي. جتي پنجاهہ ڇڙن ۾ پوٽيون چار ڇوڪريون مس آهن.....“

”تون ڪندو آهين رڳو بڪ....! توکي ڪھڙي خبر تہ مون سان اصلي ڪھڙو مسئلو آهي.....“ جان محمد چڙي وراڻيو.

”پوءِ ڦاٽ نہ.....!“ساڳئي لهجي ۾ جواب ڏنومانس.

”دراصل منهنجي سڳي ۽ ماتيجي ماءُ جي جھيڙي مون کي منجھائي ڇڏيو آ..... ذهني سڪون ئي وڃائجي ويو آ.“

سائين لاشاري ۽ مون کان ٺهڪ نڪري ويا. سائين کيس ڊيرج سان سمجھائڻ لڳو ”بابا ماڻهن ويچارن سان الائي ڪھڙا ڪھڙا مسئلا درپيش آهن. ويڏنون آهن. تہ بہ ويچارا هلن پيا. توکي گھر جي ٻن عورتن جي جھيڙي منجھائي وڌو آ....چڱو. تون منهنجي جدوجهد جو داستان ٻڌ. جي سبق پرائي سگھين تہ پراءِ.....نہ تہ وڏيڪ تنهنجي مرضي.......“

ان کان پوءِ سائين پنهنجي ڏکن سورن ۽ جدوجهد جو داستان ٻڌايو جنهن جو اختصار هن ريت هو:

”منهنجو تعلق ڳوٺ پيرو لاشاري ۽ ضلع بدين سان آهي. ننڍپڻ ۾ والد گذاري ويو. غريب گھراڻي سان تعلق هيو. صبح جو پرائمري اسڪول ۾ پڙهندو هئس. شام جو مينهون چاريندو هئس. اسڪالر شپ تي 1953ع ۾ ميٽرڪ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيم. نوڪري ڪندي انٽرميڊيٽ فرسٽ ڪلاس فرسٽ ۾ پاس ڪيم. بي اي فرسٽ ڪلاس ۾ ۽ ايم اي سوشيالاجي فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن ۾ پاس ڪيم. اڄ اوڻويهين گريڊ ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر جي حيثيت ۾ ڪم ڪيان پيو. ايئن نوڪري ڪندي ڪيتريون تڪليفون آيون. پر ڪڏهن بہ دل نہ لاٿي.....زندگي جدوجهد جو نالو آهي. ان ڪري آنءُ نہ ٿو سمجھان تہ تنهنجو پڙهائي ختم ڪرڻ وارو

عذر قابلِ قبول آهي. ان ڪري تون سپاٽي اينديس. اهو منهنجو حڪم آهي.“
جان محمد ٻئي ڏينهن تي حڪم جي بجا آوري ڪئي. يونيورسٽي آيو. ايم اي پاس ڪرڻ کان پوءِ آمريڪا جي رياست ڪيليفورنيا ۾ پهتو. اڄ آمريڪا جو با عزت شهري آهي. ۽ اتي ڊپارٽمينٽل اسٽور جو مالڪ آهي.
سائين لاشاري خاڪ مان ڪٿي افلاڪ تائين پهچائڻ وارن استادن منجهان هيو. اهڙو ماه ڪامل استاد جنهن جو ناتو شاگردن سان دائمي هوندو هيو. يونيورسٽي ڇڏڻ کان پوءِ به شاگرد ۽ شاگرديائيون. سندس اولڊ ڪيمپس سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد واري گهر ڪي. پنهنجو گهر سمجهي اچي رهندا ها. ڪيس اولاد به خدا اهڙي صالح ۽ وڏيءَ دل واري عطا ڪئي. جو سندس شاگردن جي اچڻ وڃڻ کي ننڍي نه ڀانيائون. ميلا متا پيا هوندا هئا سندس ننڍڙي اوطاق تي. اتي خبر پوندي هئي ته هي شاگرد 1975ع جي بيچ جو. هي 1976ع جي بيچ جو. هي 1977ع ۽ هي 1978ع جي بيچ جو آهي.
جي سندس ڳڻن کي چيتارجي ته ڪتاب ٿيي وڃن. مان جي رڳو پنهنجي ڳالهه ڪرڻ چاهيان ته به نه ڪري سگهان. 1980ع ۽ 1982ع ۾ جڏهن حيدرآباد هوندو هئس ته سائس اهڙا انگل ڪيم جيڪي دوستن سان ڪبا آهن:
”سائين هل ٽاپ ۾ واهه جي انگريزي فلم لڳي آهي.“
”اي منظور... آنءَ يار فلم ڪونه ڏسان. پر جي تون چوين ٿو ته آنءَ هلان ٿو.“
”سائين اڄ ماني گهر جهلي ڇڏجو. سڀ کائيندا سين.“
”آنءَ يار هاڻي پوڙهو مڙس. سڀ هضم ڪري سگهان الائي نه. تون ڪٿي کائجانءِ. آنءَ ڪٿي به ٿي گرهه هڻندس.“
مون کي ياد آهي ته سائين ڪڏهن به پيسا ڀرڻ نه ڏنا. هر دفعي سان اهو چوندو رهيو ته ”اهي پيسا گهر موڪلي ڇڏجانءِ. تو کي اهو احساس هئڻ گهرجي ته هاڻي تو کي خاندان جي ضرورتن جو به خيال رکڻو آهي.“
ڪهڙي خبر ته سندس حياتيءَ جو مان ائين پرجي ايندو. آگسٽ 1998ع ۾ پنهنجي پٽ فضل محمود ڏانهن. ڪوئيٽا گهمڻ ويو. 31 آگسٽ جي شام تي ڪلندي ڳالهائيندي. بلڊ ۾ ڪلاٽ اچي وڃڻ ڪري مسئلو پيدا ٿيس. ٻن ٽن ڪلاڪن اندر زندگيءَ جو کيل ختم ٿي ويو. اهڙا داني پرش ۽ پرپيڙ استاد ڪڏهن ڪڏهن جمندا آهن. جيڪي شاگردن لاءِ سؤ ڀاڳا سون هوندا آهن.

❊❊

# ڊاڪٽر اياز قادري
## هڪ ڪهاڻيءَ جي بهترين پڄاڻي

هر انسان جي زندگي به ته هڪ ڪهاڻي آهي. ڪنهن جو منڍ ڇر ڪائيندڙ ته ڪنهن جي پڇاڙي، ڪا معنيٰ ته ڪا بي معنيٰ، ڪا خوشي ۽ سرور جو سنگم ته ڪا پيڙا ۽ درد جو امتزاج.

اياز حسين قادري به هڪ دؤر، هڪ شهر، هڪ خاندان ۽ هڪ شخص جي ڪهاڻي آهي. هن جو جنم 19 جنوري 1927ع ڏاري ميان جي ڳڙهي (قادري پاڙي) لاڙڪاڻي ۾ ٿيو. سندس والد غلام سرور "فقير" تعليم کاتي ۾ آفيسر هو. ساڍن پنجن ورهين جو ٿيو ته سندس والد بزرگوار راهه رباني ورتي. والده ڪيس يتيمي جو احساس نه ڏياريو. سندس چوڻ هو "هڪ ته ماءُ ايڏي شفقت ڏني جو والد جي ڪمي محسوس ئي نه ٿي ۽ ٻيو ته فقيري اثر ڪري، مون ڪڏهن والد کي مئل نه سمجهيو. چو ته اسان وٽ هي جهان دارالفنا ۽ ايندڙ دارالبقا آهي."

اياز قادري جڏهن به ننڍپڻ کي ساريندو هو ته لاڙڪاڻي جي منظر نگاري ڪجهه هن ريت ڪندو هو. "اسان جڏهن ننڍا هياسي ته لاڙڪاڻي جو اولهائون پاسو بيڪر روڊ (هاڻوڪو قائد عوام روڊ) تائين. اوير ۾ قافلي سراءِ، اتر ۾ گهاڙ واهه ۽ ڏکڻ ۾ غريب مقام تائين هوندو هو. جتي هاڻي رهائشي ڪالوني نهي وئي آهي. سج لٿي کانپوءِ ويندي به ماڻهن کي ڀئه ٿيندو هو. عجيب و غريب قصا مشهور هوندا هئا. ان مقام جي باري ۾.

لاڙڪاڻو شهر ان زماني ۾ باغن، پڌرن ۽ چونڪن جو شهر هو. امن ۽ محبت جو گهوارو ادب ۽ علم جو مرڪز. لاڙڪاڻي کي ته ان زماني ۾ چوندا ئي شاعرن جو آکيرو هئا. شهر جي هندن ۽ مسلمانن کي صوفين ۽ سنتن. پيار ۽ محبت واري ڏور سان ٻڌي ڇڏيو هو. شهر جا اڳواڻ به خدا ترس ۽ هڏ ڏوکي هئا. نواب حاجي امير علي لاهوري ميونسپل ڪاميٽيءَ جو عوامي پريزيڊنٽ، جيسيتائين گهوڙي تي چڙهي سڄي شهر جو چڪر نه هڻي، تيسيتائين آرام نه اچيس. اسان جي اوطاق تي ته ضرور ايندو هو. ميان علي محمد قادري سان گهڻي هوندي هيس.

اسان جي ويڙهن وچ ۾ ميان محمد صالح قادريءَ جي قبي تي راڳ ٿيندو هو. هندو مسلمان گڏ ويٺا هوندا هئا. هڪٻئي جا حال ياني ۽ باخبر.

جو ايتري بہ خبر هوندي هين تہ ڪنهن جي گهر ۾ ڇا رڌو پڪو آهي. هڪ ٻئي ڏانهن ياڃي موڪلڻ ۾ سڌي ڪارائڻ جو رواج هو."

سائين اياز قادري جون ڳالهيون ٻڌندا هئاسين تہ ان زماني ۾ لاڙڪاڻي جي معاشي ۽ سماجي صورتحال سمجهہ ۾ اچي ويندي هئي. لڳندو هو تہ رڳو وچ ۾ گهرن ڪي پٽيون هيون. باقي تہ مائٽن جو دليون ڳنڍيل هيون. سائين قادري صاحب جي ڪچهريءَ ۾، وينل سندس سؤٽ مظهر علي عرف مجن قادري وري لاڙڪاڻي ساهہ سيباڻي جي تصوير ڪشي ڪجهہ هيئن ڪندو هو:

"سائين، لاڙڪاڻو معشوقن جو شهر... ننڍا هياسين تہ، مائي سمل ڏٺي سين، اها مائي سمل هئي. جنهن تي مير ڪرم داد عاشق ٿيو. چيائينس تہ هزار ايڪڙ ڏيندونمانءِ، مون سان ويهہ. وراڻيائينس تہ مير آهيان تہ ڪيري، ويهنديس تہ سهي، پر ٻڌائي ڇڏيان تہ منهنجي دل ٻئي هنڌ آهي. وري سائين منهنجي ڪي ڇوان، ميان محمد صالح قادري جي درگاهہ تي مائي عنايتان جي سنڌي جهمر ڏٺي سين. وٺي جو ناٽ ڪري تہ پٽڪا ڳچين ۾..... مائي عنايتان جهڙو ڇپن ڪي لڳل مساڳ اڄ تائين اسان نہ ڏٺو. ڇا پُڇن اڄوڪيون سرخيون.... هيون تہ نالي ۾ ڪيريون، باقي رت خاندانن جو هو. لاڙڪاڻي جي وڏيرن ۽ نوابن تي ائين ڪاتي هلندي هئي. جيئن جمعو ڪاسائي ٻهرن (ٻاڪرو مال) کي سيران ڏئي. اسان پنهنجي جوانيءَ ۾ مائي تاج ۽ خورشيد کي ڏٺو. ٻگيءَ تي چڙهي، شام جو شهر ۾ چڪر هڻي وڃن تہ سڄي لاڙڪاڻي ڪي باهہ لڳي وڃي. اسان پاڻ انهين جي باهين ۾ جرڪياسين!"

مجن خان چپ ٿي ويندو هيو تہ سائين اياز قادري چوندو هو. "هر ماڻهوءَ کي پنهنجو ماضي سٺو لڳندو آهي. پر ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ اڳي ماڻهن ۾ همدردي وڌيڪ هئي. هيءَ جيڪا بہ وٺي پئي، اها هندو مسلم سياست جي ڪري، جنهن سڄي برصغير کي اٿلائي پٿلائي ڇڏيو. جنهن ڪري حقيقي عشق وارا ۽ مزاجي عشق وارا ماڻهو پريشان ٿي ويا. اهي قدر جيڪي اسانجي سماج کي ٽيڪ ڏيون بيٺا هئا، سي ڪِري پٽ پيا. ان ڪري هر طرف خودغرضي ۽ نفسانفسيءَ جو ماحول ٿي ويو آهي."

اياز قادريءَ جون اهڙيون ڪچهريون تہ اسان کي ڇڪي سندس اوطاق تي وٺي اينديون هيون. جڏهن بہ خبر پوندي هئي تہ سائين ڪراچي کان لاڙڪاڻي پهتو آهي تہ. بغير ڪنهن تڪلف جي اچي سندس دروازو کڙڪائيندا هئاسين. اهو پٽن کي ڇيل هيس تہ جڏهن بہ ڪو اديب يا اهل

علم ماڻهو پيچرو اچي تہ ڪيس ننڍ مان بہ اٿاريو وڃي ۽ ائين ٿيو. اسان ڪيس ننڍ مان اٿاري ڪچهريون ڪيون. هن ڪڏهن نرڙ تي گهنڊ نہ وڌو. ڪچهري هلندي هئي. "اپنشد" جي ڪهاڻين جو اهو "پرجاپتي" وارو ڪردار ادا ڪندو هو. جيڪو ڪنهن کي بہ احساس ڪمتريءَ جو احساس نہ ڏياريندو هو. باوجود انهيءَ جي تہ اياز قادري علمي لياقتن جي حوالي سان بيجنتي مالا هو. 1944ع ۾ مئٽرڪ مدرسي هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان. بي اي آنرس، ايس ايم آرٽس ڪاليج ڪراچي مان ڪيل هيس. ايم اي فارسي، سنڌي، ايل ايل بي ۽ پي ايچ ڊي هئڻ جي باوجود بہ ڏک نہ ڏيندو هو ۽ نہ احساس ڏياريندو هو تہ ڪو اڪابرين منجهان آهي. احساس برتريءَ کان آجو. وڏائيءَ کان ڪوهين ڏور. بالڪل صاف دل صوفي. جنهن جي قول ۽ فعل ۾ تضاد ئي ڪو نہ. ان جو بيو ڪهرو ثبوت ڏجي تہ پاڻ اهلِ تشيعت جو ۽ سندس وڏڙن جي مسجد ۾ مولوي اهلِ سنت جو رکيل. جنهن جي پنيان نماز هٿ ڇوڙي پڙهندو هو. پڇندو هيومانس: "اهو ڪيئن؟"

کلي چوندو هو: "سجدو الله جو آهي."

پڇندو هو مانس: "پوءِ اهو هٿ ڇوڙڻ ۽ ٻڌڻ جو فرق ڇو؟"

جواب ڏيندو هو: "دلين ۾ فرق نہ هجي. باقي اهي فرق ثانوي آهن."

اياز قادري سنڌ جي انهن اعليٰ پايي جي ڪهاڻيڪارن منجهان هو. جن ڪهاڻيءَ کي. سماجي حقيقت نگاريءَ جي حوالي سان اهم موڙ ڏنو. سنڌي ٻوليءَ ۾ مقصدي ادب کي هٿي ونائڻ ۾، لاشڪ تہ اياز قادري هڪ اهم ۽ وڏو نانءُ آهي. 1957ع ۾ ڇپيل سندس ڪهاڻين جو مجموعو "بلو دادا" هڪ اهڙي وٿ آهي. جيڪا پنهنجي پراڻي ناهي ٿيڻي. ٻوليءَ جي حوالي سان هو سلاست ۽ بلاغت جو ڏني هو. 1132 صفحن تي پي ايچ ڊي لاءِ لکيل سندس تخليقي مقالو "سنڌي غزل جي اوسر" پڻ هڪ اهڙو ڪارنامو آهي. جنهن تحقيق جي حوالي سان سندس نانءَ کي دائميت بخشي. ان ڪري سنڌ جي سيني نقادن ۽ علمي شخصيتن سندس محنت جو اعتراف ڪيو آهي. هري دلگير دربائي 21 جنوري 1985ع ۾ کيس آديپور "انڊيا" مان لکيو.

"تو وٽان تنهنجو شاهڪار سنڌي غزل جي اوسر پهتل آهي. سنڌي غزل تي تو جيڪا محنت ڪئي. ان لاءِ تو اڳيان سر جهڪايان ٿو. بي شڪ تو لاثاني پورهيو ڪيو آهي."

انهيءَ حوالي سان. سنڌي ادب جي ساڃاهہ وند ڊاڪٽر موتي پرڪاش 12 مارچ 1985ع ۾ کيس دبئيءَ کان لکيو "ها اوهان جي ٿيسز جي ٻئي ڀاڱي جي هڪ ڪاپي مڪتب اسحاقيہ وارن موڪلي آهي. پڙهيم. ڏاڍي

محنت ڪئي اٿوَ پارت ۾ سنڌي غزل جو اؤسر وارو ڀاڱو تہ لاجواب آهي. خاص طور سنڌي ادب جي مسئلن ۽ ترقي تي جيڪا روشني وڌي اٿوَ سو هڪ دستاويزي ڪم آهي. سنڌ ۾ سنڌي ادب جي پارکن ڪي، چاهي هند ۾، سيني ڪي ڏاڍو پسند ايندو."

ڊي ڪي منشاراڻي جي راءِ بہ ڏاڍي عقيدت ۽ احترام واري آهي:

"اوهان جي ٿيسز پڙهڻ کان پوءِ منهنجو رد عمل اهو آهي تہ آءٌ هن دوريءَ کان ان هٿ کي چمان ٿو. جنهن اهڙي قلم ذريعي اهڙو تحقيقاتي شاهڪار پيش ڪيو آهي."

سچ پچ تہ سنڌ ۽ هند ۾ هر محقق ۽ اديب سندس ان ٿيسز کي ماناءِتو ۽ شاناءِتو قرار ڏنو. ۽ مچتا طور تي 1985ع ۾ "اڪادمي ادبيات" ان تحقيقي مقالي تي کيس ايوارڊ سان نوازيو. تحقيق جي حوالي سان سندس شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ تي لکيل مقالن ۽ مضمونن جو ڪتاب "مون مطالع سپرين" بہ هڪ اهم وٿ آهي. سچل شناسي ۾ تہ سندس ڪو پيرمٽ نہ هو. ان جو وڏو سبب تہ سندن جد امجد فقير ميان محمد صالح، سچل سائين جو هم عصر ۽ خواجہ عبدالحق جو مريد هو. اهو ئي سبب آهي جو درازا شريف جو موجوده گادي نشين "سائين سخي قبول محمد فاروقي" پنهنجي هڪ تقرير ۾ اهو برملا اظهار ڪيو تہ . "شايد اوهان اڄ ان ڳالهہ کي realize نہ ڪيو. پر اها حقيقت آهي تہ سياڻي ان شيءَ کي اوهان تاريخي پسمنظر ۾ ڏسندا تہ درگاهہ درازا جو گادي نشين وري قادريہ خاندان جي گادي نشين جو شاگرد ٿي رهيو آهي. ڊاڪٽريٽ ڪرڻ واري عرصي ۾ آءٌ جڏهن بہ قادري صاحب سان ملندو هيس تہ هڪ استاد هجڻ جي حيثيت ۾ آءٌ کيس پيرين پئي ملڻ جي ڪوشش ڪندو هيس ۽ هو وري هڪ مريد هجڻ واري حيثيت ۾ مون کي پيرين پئي ملڻ جي ڪوشش ڪندو هيو. اها هڪ دلچسپ صورت حال هئي."

اياز قادري نہ صرف محقق هو پر اهڙن انن شاگردن جي پي ايچ ڊي جي موضوعن جو نگران بہ رهيو. جن جو تحقيقي ڪم بہ قابل فخر آهي. اياز قادري ترجمن کي بہ وڏي اهميت ڏيندو هو. سندس ان ڳالهہ تي بہ زور هوندو هو تہ هر اديب کي ڌاريءَ ٻوليءَ جو ادب سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ۽ سنڌي ٻوليءَ جو ادب وري ڌاري ٻولي ۾ ترجمو ڪرڻ کپي. ڇاڪاڻ تہ ان عمل سان ٻوليءَ کي وسعت ملي ٿي. ۽ ان جو پاڻ عملي مظاهرو ڪندي ڪيترائي ترجما ڪيائون.

جن ۾ "گورڪيءَ جي آتم ڪهاڻي"۔ "آزاديءَ جا اڳواڻ" -"جنن پرين جون ڪهاڻيون" - "خطرناڪ ڪهاڻيون" - "پاڪستاني ڪلچر" -

"ڪراچي يونيورسٽي جي تاريخ" ۾ سنڌي ٻوليءَ مان شاھ جي رسالي کي اردو نثر ۾ ترجمو ڪري ھڪ اھم ڪم سر انجام ڏنائين. جنھن جو اعتراف اردو ٻوليءَ جي نامياري شاعر افتخار عارف بہ ڪيو آھي. اياز قادري صاحب لاءِ لکي ٿو:

"اياز قادري جي ڪوشش ڪري اردو ٻوليءَ وارن لاءِ شاھ لطيف جي عارفاڻي پيغام کي سمجھڻ جي راھ هموار ٿي."

اھڙي طرح صحافت ۾ ھفتيوار "الحقيقت" جو مدير. جڳ مشھور سہ ماھي انگريزي رسالي sindh quarterly جو باني پيلي ۾ ايڊيٽر ٿي رھيو. شاعريءَ تي بہ ڪيس عبور حاصل ھو. محترمہ ڊاڪٽر فھميده حسين. اياز قادريءَ جي شاعري بابت لکي ٿي "اياز قادري جو ادب. شاعري ۾ تحقيق ۾ وڏو حصو آھي. شاعريءَ تي ڪيس وڏو عبور حاصل ھو."

سچ تہ اياز قادري ھڪ ھمہ گير شخصيت ھو. جيڪڏھن سندس علمي ۽ ادبي عھدن تي نظر وجھجي تہ ھڪ ڊگھي لسٽ ڏيڻي پوندي جيڪڏھن ھتي مختصر انداز ۾ سندس علمي ۽ ادبي عھدن جو ذڪر ڪجي تہ بہ اندازو ڪري سگھجي ٿو تہ ھو ھڪ وڏي علمي ادبي ھڏ ڪاٺ وارو شخص ھو.

1954ع ۾ جميعت الشعراءَ سنڌ جو جوائنٽ سيڪريٽري.
1955ع ۾ سنڌي ادبي سنگت سنڌ جو پھريون جنرل سيڪريٽري.
ميمبر سينيٽ ڪراچي يونيورسٽي
ميمبر سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو
ميمبر انسٽيوٽ آف سنڌ الاجي ڄامشورو
ميمبر سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي
چيئرمين شاھ لطيف چيئر ڪراچي يونيورسٽي
چيئرمين سنڌي ڊپارٽمينٽ ڪراچي يونيورسٽي
ميمبر اقبال اڪيڊمي لاھور
ميمبر ڊسٽرڪٽ ھسٽاريڪل سوسائٽي لاڙڪاڻو
بنيادي ميمبر 13 مئي 1997ع ۾ رائيٽرس ڪلب لاڙڪاڻو.

مون ڪڏھن بہ نہ ٻڌو تہ ترقي پسنديءَ جي نانءَ تي ھن ڪڏھن مذھب کي ننديو ۽ نہ ئي ديندار جي ناتي ان کي ھٿيار بڻايائين. ھميشہ نيرورتا واري حالت ۾ رھيو. اياز قادري پوري ڄمار ڪنھن بہ ڊر جي پليٽ فارم کي پنھنجي ادبي قد بت کي وڌائڻ لاءِ استعمال نہ ڪيو. اڃا ٻين کي ھمٿائيندو

۽ اتساهيندو رهيو. اهڙن ماڻهن منجهان مان بہ آهيان. ڪيئن وساري سگهندس اهي لفظ جيڪي هن منهنجي ڪهاڻين جي مجموعي **'سچ لهڻ ڪان پوءِ بہ'** تي، ميسيج گروپ لاڙڪاڻي پاران ڪرايل گروپ ڊسڪشن ۾ چيا هئا.

"عيسائين ۾ هڪ رواج آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن کان گناهہ سرزد ٿي ويندو آهي تہ اهو فادر وٽ وڃي پنهنجي گناهہ جو اعتراف ڪندو آهي، جيڪڏهن محبت ڪرڻ گناهہ آهي تہ آءٌ اعتراف ڪيان ٿو تہ مان منظور ڪوهيار سان سندس ڪهاڻين جي ڪري محبت ڪيان ٿو."

جي مان خوشفهمي جو شڪار نہ ٿيان تہ اهي لفظ هڪڙي قسم جو آشيرواد ها، هڪ اهڙي ڪهاڻيڪار لاءِ، جيڪو نو آموز هو. هونئن بہ اياز قادري ڪنهن جي ڪٽل ڳالهہ ڪٽي وجهڻ وارو شخص هو. اڳلي جي ڪم علمي تي آڱر کڻڻ وارن مان نہ هو. اياز قادري جي عمر جو گهڻو تڻو حصو ڪراچي ۾ گذريو. 1949ع ۾ ايس - ايم لياري هاءِ اسڪول چاڪيواڙي ۾ ٽيچر جي حيثيت سان عملي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين ۽ رٽائرمينٽ 1987ع ۾ پروفيسر ۽ هيڊ آف دي سنڌي ڊپارٽمينٽ ڪراچي يونيورسٽي جي حيثيت سان ڪيائين. ان ڪان پوءِ شاهہ عبداللطيف چيئر ڪراچي يونيورسٽي جو ڊائريڪٽر ايڊوائزر جي حيثيت سان خدمتون سر انجام ڏيندو رهيو.

حقيقت اها هئي تہ سندس دل لاڙڪاڻي ۾ هوندي هئي. عيد برات، شادي يا غمي يا ڪمي ڪارين لاڙڪاڻي ايندو تہ پنهنجي پراڻن نون دوستن کي ساريندو. ٽيلوفون يا نياپا ڪري پنهنجي جڳهہ تي علمي ادبي ڪچهريون ڪرائيندو. انهن ڪچهرين ۾ سوڀو گيانچنداڻي، علي شير رونگهو بشير احمد شاد، محمد علي پٺاڻ، رزاق مهر، سليم ڪورائي، ڊاڪٽر گل بليدي، افضل قادري ۽ واجد نظر ايندا هئا.

پوڙهي ٿيڻ کان پوءِ ماڻهو ڪانگ وانگر پيو لنوندو آهي. پڇبو اٽس هڪ جي تہ ڳالهہ ٻي ڪندو آهي. پر اياز قادري جي عمر ۾ جيئن جيئن اضافو پئي ٿيو. تيئن سندس شخصيت تيجوان پئي ٿئي. ادبي محفل يا نجي ڪچهري هجي، ڳالهائيندو موضوع انوسار، مختصر مگر جامع. اڄ بہ سندس تڪيل توريل لفظ هيئين ۾ هرن ٿا. جيڪي هن هڪ ادبي ڪچهري ۾ ڪهاڻي بابت ڳالهائيندي چيا هئا.

"جڏهن بہ اسان عام طرح ڪهاڻيءَ تي ڳالهائيندا آهيون تہ رواجي طور تي اهو چوندا آهيون تہ منجهس پلاٽ، ڪردار نگاري، ٻولي، ماحول اسلوب،

۽ مقصد هجڻ گهرجي وغيره. ڪي چون ٿا تہ ڪهاڻي بنھ جڙتو هجي. ڪن جو خيال آهي تہ زندگيءَ جو حصو هجي. منهنجي خيال ۾ ڪهاڻي اُها جيڪا پاڻ ڪنيون هلي ۽ آخر ۾ هڪ طاقتور اثر ڇڏي. جيڪڏهن ڪهاڻي پڙهندڙ کي ساڻ ڪنيون هلي ٿي ۽ اثر ڇڏي ٿي تہ ڪهاڻيڪار ڪامياب، نہ تہ ناڪام. اوهان دنيا جي وڏن وڏن ڪهاڻيڪارن کي پڙهيو هوندو پر اهي ڪهاڻيون اوهان کي ياد هونديون، جن اوهان تي اثر ڇڏيو. سٺي ڪهاڻيءَ جي اها ڪسوٽي آهي تہ ڀرپور تاثر ڏي ۽ حافظي ۾ رهي."

موت تہ اٽل آهي پر اياز قادري 15 ڊسمبر 1997ع جو جهڙي ريت ساسين سڪالو ٿيو. اهو بہ جڻ هڪ خوبصورت ڪهاڻيءَ جي پڇاڙيءَ جهڙو هيو. صبح جو سوير اٿيو. هميشہ وانگر فجر جي نماز پڙهيائين. پوءِ يونيورسٽي وڃڻ جي تياري پئي ڪيائين. هن پيري اها تياري ڪا دارالبقا ڏانهن وڃڻ جي هئي. اجا بوٽن جا تسمہ پئي ٻڌائين تہ اجل جو سڏ ٿيو "هارٽ اٽيڪ" جي بهاني سان.... ان ڏينهن تي جڏهن سندس مڙه، ڪراچي کان اباڻي ڪکن ڏانهن لاڙڪاڻي پئي آيو تہ ابر رحمت جون گهٽائون پئي وسيون. 15 شعبان شب قدر واري سڳوري رات جو ہي وڳي يعني 16 ڊسمبر 1997ع تي خانداني قبرستان، درگاهہ ميان محمد صالح قادري جي ويجهو کيس آخري آرامگاهہ ۾ لاٿو پئي ويو.

هڪ اهڙو استاد جنهن کي هر وقت علم کي عام ڪرڻ جو اونو هو. سنڌي ادب جو اهڙو خوبصورت شاعر ۽ اڻ مٽ ڪهاڻيڪار جنهن جو مقصد، مقصدي ادب تخليق ڪرڻ هو. اهڙو محقق جنهن سنڌي غزل جي مستند تاريخ لکي. اهڙو صاف دل صوفي جنهن جي قول ۽ فعل ۾ ڪو تضاد نہ هو. تنهن جي موڪلاڻيءَ جو منظر قابل ديد هو. آسمان تي هلڪا هلڪا بادل هڪبئي پٺيان ڪنهن خوبصورت نظم جي بندن جيان روان دوان هئا. انهن جي وچ مان ستارن ۽ چنڊ بہ اسان جيان ليئا پائي پئي، آخري ديدار ورتو. جڏهن سندس مڙهہ آهستي آهستي ساميءَ ۾ دعائن ۽ درودن سان لاٿو پئي ويو تہ احبابن ۽ دوستن جون اکيون آبديده هيون. گهٽن جي ڳلن تان ڳوڙها وهي هليا. هر ڪنهن جي ذهن ۾ سندس يادن جي سڳنڌ سمايل هئي. ۽ منهنجي ذهن ان وقت اهو ئي پئي سوچيو تہ هن ڪهاڻيءَ جي پڇاڙي ڪيڏي نہ شاندار آهي.

***

# ڪامريڊ تاج محمد ابڙو
# ساڃاهوند ساربان

لاڙڪاڻي جو اڄوڪو جناح باغ، جيڪو ميرن جي زماني ۾ چانڊڪا پرڳڻي جي گورنر نواب ولي محمد جو باغ هو. سندس وفات 1838ع کان پوءِ نعش امانت طور رکرائي، متائنس تجر نهرائي وئي. جنهن جي ڪري اهو باغ تجر باغ نالي به سڃاتو ويندو هو.
انگريزن جي ايامڪاريءَ ۾ لاڙڪاڻي جي هڪ هڏڏوکي انسان 'ريجهو مل لاهوري' وبائي بيماري ۾ مبتلا ماڻهن جي خدمت ڪندي پراڻ ڏنا. تہ سندس ياد ۾ ان دؤر جي ميونسپل ڪاميٽي، تجر باغ جو نالو ڦيرائي ريجهو مل پارڪ رکي ڇڏيو. 1947ع کانپوءِ اهو پارڪ بہ پاڪستاني بڻجي جناح باغ بڻجي ويو. پر اهو هنڌ انگريزن جي دؤر کان وٺي اڄ تائين لاڙڪاڻي واسين لاءِ هائيڊ پارڪ جهڙي حيثيت رکندو آيو آهي. جتي سياسي، سماجي، ثقافتي، مذهبي ۽ ادبي ميڙاڪا مچندا رهيا آهن.
1965ع ۾ آءٌ ڏهن سالن جو هيس. پاڪستان ۽ هندستان جي جنگ لڳي، سترهن ڏينهن کان پوءِ لاڙڪاڻي جي سيني اسڪولن جي ٻارن کي جناح باغ ۾ آڻي، 'ايمان افروز جلسن' ۾ زوري شرڪت ڪرائي وئي، جيئن اڄڪلهہ ڪرائي ويندي آهي. مون بہ پرائمري اسڪول جي شاگرد جي

حيثيت سان شرڪت ڪئي. اڄ تائين اهو قومي گيت ياد آهي. جيڪو بڪ ۾ اُڃ تي استادن ڏڙڪا ڏئي ياد ڪرايو هو.

اي خطۂ لاهور تيري جانثارون ڪو سلام

جڏهن ٻارهن تيرهن سالن جي عمر ٿي، ته گهر جا ٻاتي سودو سلف. گوشت مڇي وٺڻ لاءِ شهر موڪلڻ لڳا. جيڪڏهن پاڪستاني چونڪ يا مڇي مارڪيٽ ويجھو هوندو هيو، ته لاهوري محلي کان گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڏانهن رخ ڪبو هو. پوءِ سول اسپتال ۽ آخر ۾ جناح باغ مان وچ ڪري منزل مقصود تي پهچبو هو. جناح باغ مان گذرندي رنگ وار (تاش راند جو هڪ قسم) کيڏندڙ ٽولن جا هوڪرا، مدارين جا ڪرتب، مشڪرن جو مشڪريون، سياسي، سماجي، ۽ ادبي جلسن کي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جا موقعا فراهم ٿيندا هيا.

ڪڏهن ڪڏهن اهڙن جهميلن ۾ ٻاجي وٺڻ به وسري ويندي هئي. پوءِ جڏهن خالي ڇلي سان گهر پهچبو هو ته گهر وارن جي دڙڪن ۽ دهمانن سان منهن ڏيڻو پئجي ويندو هو.

مون جن شخصيتن کي جناح باغ ۾ ڏٺو ۽ ٻڌو انهن ۾ قاضي فضل الله، محمد ايوب کهڙو، مولانا محمد قاسم مشوري، نصير الجتهادي، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، عبدالغفور پرڳڙي، ممتاز علي ڀٽو عبدالوحيد ڪٽپر، عبدالرزاق سومرو، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ڪامريڊ جمال الدين بخاري، ڪامريڊ تاج محمد ابڙو وغيره وغيره.

ٻن شخصيتن جي تقرير جو انداز ڏاڍو منفرد هيو، هڪ ڪامريڊ جمال الدين بخاري جي تقرير، جيڪا باهه جي شعلي جيان ڀڙڪيلي هوندي هئي، ۽ ٻيو ڪامريڊ تاج محمد ابڙي جي تقرير جيڪا نار جي لوٽين جيان ٿڌي ۽ مني پاڻيءَ جهڙن لفظن جي پالوٽ ڪندي هئي.

ايوبي آمريت جي خلاف جناح باغ يا غريب مقام ۾ پرجوش ۽ ٽوڙ ڦوڙ وارا جلسا ٿيندا هيا. پيپلز پارٽي جي جيالي مقرر عبدالوحيد ڪٽپر جي تقرير ٻڌڻ کان پوءِ، نوجوان واپس گهر ورندي ڪنهن نه ڪنهن سرڪاري دفتر جو بورڊ پٽيندا يا تعليمي ادارن جي دروازن ۾ لڳل شيشن کي پٿرن يا سروٽن سان ڇٽي پنهنجي نفرت جو اظهار ڪندا هيا. پر ڪامريڊ تاج محمد ابڙي جي تقرير ڏاڍي مدلل ۽ ملڪ جي ٻرندڙ مسئلن تي هوندي هئي، جيڪا جوش کان وڌيڪ هوش ۾ رهڻ ۽ سوچڻ تي مجبور ڪندي هئي.

صدر ايوب ويو يحيٰ آيو. 1970ع واري اليڪشن ٿي. اوڀر پاڪستان ۾ شيخ مجيب الرحمان کٽي ۽ اولهه ۾ ذوالفقار علي ڀٽي صاحب. پوءِ سياسي رساڪشي شروع ٿي. فوجي آپريشن شروع ٿيو. اوڀر پاڪستان جي بنگالين مزاحمت ڪئي. الشمس و البدر ۽ مڪتي باهني نهيون. اڳتي هلي 1971ع ۾ هندستان ۽ پاڪستان جي جنگ لڳي ته جناح باغ ۾ چهل پهل وڌي وئي.

خاڪسار تحريڪ قوم کي هوشياري ونرائي. 'آگي چل پيڇي چل' واري پريڊ ٿيڻ لڳي، ہيو ته نهيو شاهي بازار جي شيخ دوڪاندارن به جناح باغ ۾ ٽريننگ وٺڻ شروع ڪئي ۽ ظاهر ظهور گھاٽي جو سودو ڪيو.

پر يحيٰ ميدان ڇڏي، جهنگلن ۽ درياهن ۾ وڙهڻ جو اعلان ڪيو ته شيخ صاحبن جو جوش ۽ جنون به ختم ٿي ويو. پر جي اها جنگ وڏيڪ هلي ها ته وڏو ڪِنُ ٿي ها. منهنجو ڪو ہيو مطلب ڪانهي، سواءِ انهي جي ته شاهي بازار جا شيخ هڪ سياڻا ڪانوَ ۽ ہيو ٿين ها جنگجو شاهين ته ڇا ٿا سمجهو!؟

جنگ جي خاتمي ڪان پوءِ ڀٽو صاحب اول صدر ٻٽيو ۽ پوءِ وزيراعظم ٿيو. جناح باغ ۾ شور وڌي ويو. جهڙوڪ ابن الوقت برساتي ڏيڏرن جو زمانو اچي ويو. جنهن جو گهر ۾ وٺي تي به نالو نه هوندو هو سو جناح باغ جي اسٽيج تي چڙهي گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ لک برادري يا پنهنجي قوم سان پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿيندو هو.جناح باغ جي اندر ٽائون هال جي عمارت نيشنل سينٽر بڻي. مرحوم خادم حسين شاهه بخاري ريزيڊيٽ ڊائريڪٽر ٿيو. هفتي ۾ گهٽ گهٽ ٽي چار سياسي سماجي پروگرام ٿيندا رهيا. انهيءَ دؤران مون ٻن ماڻهن ۾ تبديلي نه ڏٺي، هڪڙو هيو ڪامريڊ جمال الدين بخاري ۽ ٻيو ڪامريڊ تاج محمد ابڙو.

مون ڪڏهن به ڪامريڊ تاج محمد ابڙي کي درباري انداز ۾ تقرير ڪندي يا گتا لفظ ڳالهائيندي نه ٻڌو ۽ سندس انداز اهو ئي مختصر مگر جامع ۽ پرفضيلت رهيو. جڏهن ته برساتي ڏيڏر ان زماني ۾ آپي ڪان ٻاهر هوندا هيا. اجايو سجايو پيا واڪيندا ۽ ٽان ٽان ڪندا رهندا هيا. جيڪڏهن انهن تي لکجي ته اها به جهڙوڪ لاڙڪاڻي جي سياسي ۽ سماجي تاريخ بڻبي.

تاج محمد ابڙي جي ڪچهرين جو چوبول اُن دؤر ۾ چڱن ماڻهن جي وٽان ٻڌبو هيو ته. سندس اوطاق لاڙڪاڻي جو علمي ۽ ادبي مرڪز آهي. پر شرڪت ڪرڻ جو ڪڏهن به موقعو نصيب نه ٿيو البت ڪيس نوڙي سلام

ڪرڻ ۽ ملڻ جا ڪيترائي موقعا نصيب ٿيا ۽ ڪامريڊ هميشہ مشفقانہ ۽ پدرانہ انداز ۾ ملندو رهيو.

1972ع جي دؤران نيشنل سينٽر جي آڊيٽوريم هال ۾. جڏهن مون ڪامريڊ تاج محمد کي مسلسل غير حاضر ڏٺو تہ ڪامريڊ جمال الدين بخاري کان پڇيم:

'سائين ڪامريڊ تاج محمد صاحب نظر نہ ٿو اچي اڄ ڪلهہ؟'

ٻڌايائين تہ ڪامريڊ جج ٿي سکر پهتو آهي. پوءِ لاڙڪاڻي ۽ خصوصن جناح باغ ڪامريڊ تاج محمد ابڙي جي ڪمي کي ڏاڍو محسوس ڪيو.

1979ع جو پرآشوب دؤر هيو. ضيائي مارشل لا عروج تي هئي، لاڙڪاڻي ۾ ڪنهن مسڪين جو اڳٺ اتفاق سان لڙڪي پوندو هو تہ مارشلائي قانون جي ضد ۾ اچي ويندو هيو. اسٽيشن روڊ تي هڪ عجيب و غريب هوٽل ڪليو نالو هيس تماچي ـــ اندرگهڙبو هو تہ چار پنج ٽري چوٽرا نهيل هوندا هيا. ۽ هر چوٽنري اندر ڏهہ ٻارنهن ڪرسيون پيون هونديون هيون شهر جا اڪثر ڪاٻي ڌر سان سلهاڙيل جوشيلا نوجوان ۽ نام نهاد ڪامريڊ پنهنجا پنهنجا ٽولا ٺاهيو ويٺا هوندا هيا. سندن پرسان انٽيليجنس جا ماڻهو بہ ڪن اوپڙا ڪيون ويٺا هوندا هيا. انهن چوٽنرن جي اندر تيز تند ۽ ڪڏهن ڪڏهن سنجيدگي سان ستايل قوم کي جاڳائڻ جون تدبيرون ٿينديون هيون . انهن ٽولن ۾ هڪڙو ٽولو ڪامريڊ روشن شيخ جي ارد گرد بہ ويٺو هوندو هيو. ڪامريڊ روشن شيخ بہ عجيب اڏ راتي ڪردار هيو. جيڪو رات جو جاڳندو ۽ ڪم ڪرڻ جي مهل سمهي پوندو هيو. جنهن تي ڪڏهن نہ ڪڏهن ضرور لکبو. اُهو هميشہ اُنهن ماڻهن کي پنهنجي تنقيد جو نشانو بڻائيندو هيو. جن پٽي صاحب جي دؤر ۾ نوڪريون ورتيون. انهن ۾ خاص ڪري شيخ اياز ۽ ڪامريڊ تاج محمد ابڙو ٽارگيٽ هوندا هيا. مون بہ جڏهن سندس تنقيد ٻڌي تہ اثر ورتو.

هڪ ڏينهن بيڪر روڊ. پوءِ قائد عوام روڊ ۽ هاڻي عرف عام قائم شاهہ بخاري روڊ تان لنگهندي ڪامريڊ جمال الدين جي منهن چڙهي ويس. مون تي ڪامريڊ روشن شيخ جو نئون نئون اثر هيو. سو ان حوالي سان سوال ڪري وڌم. ڪامريڊ جمال الدين نڪا ڪئي هم. نہ ڪا ڪئي تم. هٿ کان جهلي گهر وٺي ويو. گهر جي بيٺڪ ۾ ويهاري چيائين:

"هاڻي چئو."

مون چيو: ”سائين اڄڪلهہ اِها عام تنقيد آهي تہ ترقي پسندن پٺي صاحب جي زماني ۾ نوڪريون وٺي نظرياتي غداري ڪئي آهي.“

”مثلن؟“

”شيخ اياز ۽ تاج محمد ابڙي وغيره“

”ہڏ. ڪامريڊ تاج محمد ابڙي مون کان پڇيو هو تہ ذوالفقار علي ڀٽو چاهي ٿو تہ آءُ ڪو منصب وٺان. تنهنجي ڇا راءِ آهي؟ خبر ٿي مون ڇا چيو؟“

”ڇا چيو؟“

”مون چيو وڃي جج ٿيءُ. غريب ۽ مظلوم ماڻهن جي داد رسي ڪر. پوءِ هو جج ٿي ويو.“

مون وراڻيو. ”ڪامريڊ. پوءِ تہ اُهو ڪاہي ڏر وارن تي ليبل لڳندو تہ هو پنهنجيون خدمتون ڪيش ڪرائن ٿا“.

ڪامريڊ وراڻيو: 'اها ڳالهہ تہ ہڏاءِ. جي ساڄي ڏر وارا پنهنجا ماڻهو سرڪاري ادارن ۾ موڪلن تہ صحيح. جي اسان موڪليون تہ غلط!؟ هن وقت سرڪاري شعبن ۾ وڏ ۾ وڏ ساڄي ڏر جا ماڻهو ويٺا آهن. ان ڪري جيڪي بہ پاليسيون نهن ٿيون،اُهي رجعت پسندانہ آهن. اِن جو توڙ اِهو آهي تہ اسان جا ماڻهو بہ هر شعبي ۾ هجڻ گهرجن.“

مون کي ڪامريڊ روشن جو ڏنل بخار هيو ڦيرائي سوال ڪيو مانس:

”پر جيڪڏهن اُهي موڪليل ماڻهو سرڪاري يا درباري ٿي وڃن تہ ڇا اُهي نظريي سان سچا رهي سگهن ٿا؟“

”اڙي ...! جڏهن رجعت پسندن جا ماڻهو پنهنجن سان سچا آهن، تہ اوهان پنهنجن تي شڪ ڇو ٿا ڪيو..؟ ۽ ڪن ڪولي ہڏي ڇڏ.تہ هي جيڪو بہ پٺي صاحب سان ٿئي پيو ان جو سبب اهو ئي آهي،تہ اهم ادارن ۾ رجعت پسندن جو تعداد وڌيڪ آهي.“

ڪامريڊ اهو ہڏائيندي جڏهن مونکي سواليہ نگاهن سان ڏٺو تہ مان لاجواب ٿي ويس. ۽ ذوالفقار علي پٺي سان ٿيندڙ عقوبتن جو سبب سمجهہ ۾ اچي ويو.

۽ پوءِ مون کي احساس ٿيو تہ ان وقت اِها ترقي پسندن جي حڪمت عملي هئي تہ ائين ڪجي ۽ اُن حڪمت عملي سان ڪيترو نيايو ويو. اِهو هڪ الڳ بحث آهي. پر اِها حقيقت آهي تہ ڪامريڊ تاج محمد ابڙي خوب نڀايو ۽ ابڙو وڏوڙو ٿي ڏيکاريو.

ان جي شاهدي سنڌ جي معتبر شخصيت ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي
بہ ڏئي ٿو:

”ڪامريڊ تاج محمد ابڙي جي زندگي جو مقصد هيو. ستل معاشري کي جاڳائڻ ۽ مظلوم ماڻهن جي داد رسي ڪرڻ ـ هُو وڪيل هيو تہ بہ ان راه تي گامزن هيو ۽ جج ٿيو تہ بہ ساڳي مقصد جي تحت زندگي گذاريائين. سنڌ ۾ جيڪڏهن اهڙا ڪميٽيڊ ماڻهو سؤ ڪن بہ هجن ها تہ معاشري ۾ انقلاب برپا ٿي سگهي پيو.“

مرحوم اياز قادري پنهنجي نجي ڪچهرين ۾ اسان کي ٻڌائيندو هيو تہ لاڙڪاڻي ۾ جيڪا ترقي پسند ادب جي شمع روشن آهي. سا سنڌي ادبي سنگت لاڙڪاڻي جي پهرين سيڪريٽري جي حيثيت سان ڪامريڊ تاج محمد ابڙي جي ٻاريل آهي.

ڪي ماڻهو اِهو بہ ڏيڪ ڏيندا آهن تہ ڪامريڊ تاج محمد ابڙي سنڌي ادبي سنگت جي باني مباني هوندي بہ ڪجهہ نہ لکيو.

تہ اِن جو تز جواب اِهو آهي تہ ڪامريڊ ادب دوست ۽ ادب پرور اڳواڻ هيو. جتي ادب دوست ۽ ادب پرور اڳواڻ هوندا آهن. اُتي ئي سرجڻهارن ۽ تخليقارن جا قافلا روان دوان هوندا آهن.

8 آگسٽ 1924ع ۾. هي شهدادڪوٽ جائو زندگيءَ جي آخري گهڙين تائين پنهنجي ذهن ۽ ضمير سان سچو رهيو. سچ پڇو تہ لاڙڪاڻي جي ترقي پسند اديبن کي 10 مارچ 1986ع تي سندس وڇوڙي کان پوءِ اِهو شدت سان احساس ٿيو تہ ساڃاهوند ساربان کان سواءِ معاشرتي رڄ جو سفر ڪيڏو نہ ڏکيو هوندو آهي.

❊❊

# ڪامريڊ جمال الدين بخاري
# ٻري جن ٻاري

مٿي تي فليٽ ڪيپ، هٿ ۾ ڇڙي، لينن ڪٽ ڏاڙهي، مڙس هلڪي قد جو وڏ ۾ وڏ سوا پنج فوٽ، پر ڏيا ڏهہ فوٽي، شعلہ بيان. واٽ سان جيڪو بہ مليو، تنهن سان ڪچهري شروع. عجيب مردِ قلندر هيو. ڪامريڊ جمال الدين بخاري جيئن مون ڏٺو محفل ۾، مذاڪرن ۾، ادبي گڏجاڻين ۾، دهل تي ڏونڪي مثل.

1976ع جي ڳالهہ آهي. ڪامريڊ هڪڙي دفعي نيشنل سينٽر لاڙڪاڻي (جناح باغ اندر ٽائون هال جي عمارت) ٻاهران ڏاڪڻين تي هڪ مولوي سان بحث ۾ مصروف هيو. ٻنهي جي پرسان لنگهندي ائين ڦاسي پيس. جيئن اُبت ڪنڊيءَ ۾ ڪنهن واڻهڙو جو دامن ڦاسي پئي. ٻنهي ڄڻن بحث کي ٻڌڻ لاءِ روڪي منصف ڪري ڇڏيو مولوي پيو ڪونہ هيو منهنجي اسڪول جي زماني ۾، عربي جو استاد ۽ پاڙيسري سائين مولوي نورالدين چانڊيو صاحب ۽ ٻئي طرف ڪامريڊ جمال الدين بخاري. ڦيريون دفعو انگريزيءَ جو اِهو محاورو سمجهہ ۾ آيو تہ Between fire and water ڇا کي چئبو آهي.

سائين مولوي نور الدين فرمايو: "ڪميونزم سراسر غلط آهي."

ڪامريڊ هڪدم وراڻيو: "اسلام پاڻ ڪميو نزم سيڪاري ٿو ...تون وري چوين ٿو ,ڪميونزم غلط آهي. اسلام اشتراڪ جي ڳالهه ڪندي Majority of people جي ڳالهه ڪري ٿو. اسلام چوي ٿو. عربي,عجمي, گوري ۽ ڪاري جي وچ ۾ فرق ناهي. تون وري جاگيردارن ۽ سرمائيدارن جي حمايت ڪندي انفراديت جي ڳالهه ڪرين ٿو."

"توهان سڀني انسانن کي برابر نٿا ڪري سگهو ڇو تہ اهو خدا جو فيصلو آهي. جنهن کي ذلت ڏي, جنهن کي عزت ڏي!"

"او يو ملان..! ڳالهائين ڇا ٿو؟ اسان سڀني انسانن کي ائين برابر ڪنداسين. جيئن پاڻ رسول جن بلال حبشي کي ٻين جي برابر ڪيو." ڪامريڊ هوا ۾ مُڪ لهرائيندي جواب ڏنو.

"پر جمال الدين صاحب. سؤ ڳالهہ جي هڪڙي ڳالهہ ڪميونزم خدا کي نہ ٿو مڃي."

"ڪميونزم انساني حقن جي ڳالهہ ڪري ٿو؟ خدا بہ انساني حقن جي ڳالهہ ڪري ٿو ....مون کي هڪڙي سوال جو جواب ڏي ....اسلام سڀني ماڻهن جي حقن جي ڳالهہ ڪري ٿو يا اُنهن جي حقن جو جن گهٽائي جو استحصال ڪيو...؟پوءِ جيڪو نظريو حق جي ڳالهہ ڪري ٿوخدا جي خلاف ڪيئن آهي؟"

"هي ڏس!" ڪامريڊ جمال الدين بخاري, مولوي نورالدين چانڊئي کي سمجهائيندي چيو: "خدا پاڻي ٺاهيو آهي... پاڻي مان مخلوق پيدا ٿي ...خالق حق آهي, مخلوق بہ حق آهي. منصور حلاج چيو ,مان حق آهيان تہ اوهان چڙي پيئہ...اوهان منصور کي نہ سمجهيو تہ ڪميو نزم کي ڇا سمجهندؤ!."

ٻنهي ڄڻن جي بحث مباحثي ۾ مون سان مصيبت اها هئي تہ مولوي صاحب هر سوال ڪرڻ کان پوءِ مون کي داد طلب نگاهن سان پئي ڏٺو ۽ هر جواب کان پوءِ ڪامريڊ مون سان تاڙو ملائي حمايت پئي حاصل ڪئي. مولوي نورالدين چانڊيو ڪامريڊ سان تہ نہ پڄي سگهيو پر پاڙيسري ۽ بزرگ جي حيثيت سان مون سان ڏاڍي ڪيائين.

ڪامريڊ جمال الدين بخاري سان هر هفتي جناح باغ, قائم شاه بخاري روڊ (قائد عوام روڊ) يا سندس گهر جي ٻاهرين ڪمري ۾ قائم ٿيل انصاف پرنٽنگ پريس ۾ ملاقات ٿي ويندي هئي. ملاقات اڌ ڪلاڪ کن هلندي هئي پر جي ڪامريڊ کي ڪو سياسي غم و غبار چڙهيل هوندو هيو تہ پوءِ ڪچهري ڪلاڪ ڏيڍ تائين بہ هلندي هئي.

1976ع جي نومبر ڊسمبر مهينن ۾، مان پنهنجي ڳوٺ ڪنڊو خان بليدي ۾ رهيس. 1977ع جو جنوري مهينو هيو مان قائم شاهہ بخاري روڊ تان لنگهندي انصاف پريس ۾ جهاتي هنئي تہ ڪامريڊ کي سلام ڪندي گذري وڃان. ڪامريڊ تہ نظر نہ آيو البت سندس پٽ ڪمال الدين بخاري کي هميشہ وانگر ڪمپوزنگ جي ڪم ۾ رڌل ڏٺم. مون کيس سلام ڪري ۽ اڳتي وڃڻ پئي گهريو تہ ڪمال سلام جو جواب ڏيندي چيو :

"چڱو ٿيئہ، جو اچي وئين ....بابا سائين اوهان کي سنڀالي پيو."

مون چيو اڄ خير نہ آهي .... گهڻا ڏينهن ٿيا آهن نہ مليو...

مان ڪمال جي پٺيان هلندو ڪامريڊ جي ڪمري ۾ داخل ٿيس. ڪمري جي اولهائين پاسي کٽ، کٽ تي اڏوراٽي چادر وڇايل، جنهن تي ڪامريڊ چڙهيو وينو هو. مون ڏٺو تہ وڏيڪ جهونو ٿي ويو هو. ڪلها لڙڪيل، اوورڪوٽ ۾ ايئن پئي لڳو جڻ زير بار هجي، پر ڪڙڪو ۽ ڏاڏاڪُ ساڳيو:

"ڇا حال آ جوان ؟" هٿ وڌائيندي پڇيائين.

"ٺيڪ آهي." مون هٿ ڏيندي، سندس سامهون رکيل هڪ ڪرسي تي ويهندي وراڻيو.

"اڄ جي سياست جو ڇا حال آهي ...؟"ڪامريڊ پڇيو.

"ملڪي سياست مڙئي هلي پئي." مون بيزاري مان وراڻيو.

"هاڻي هي ڏس." ڪامريڊ سمجهائڻ واري انداز ۾ چوڻ لڳو.

"يا اوهان بنهہ جذباتي آهيو يا وري بنهہ مايوس.....جذبو جڏهن حد کان وڌي ويندو آهي تہ اهو ماڻهن جي لاءِ نقصان ڪار ٿيندو آهي. جڏهن باهہ تيز ٿيندي آهي تہ کُنو ٺهڪڻ لڳندو آهي. اوهان ڏاڍا خوش ٿيندو ۽ باهہ کي تيز ڪندو ، پر ڇا ٿيندو ...؟ پاڻي ٻاڦ ٿي ڍڪڻ ڪيرائيندو پوءِ اُبري هيٺ ڪرندو ۽ هيٺيان واري باهہ کي وسائي ڇڏيندو جنهن کيس حرارت ڏني هئي.... مايوسيءَ جي حالت ۾ اوهان ماتم ڪندؤ .. روئيندؤ جيڪي رڳو روئيندا ۽ ڪندا ڪجهہ ناهن. انهن جي روئڻ ۽ پٽڻ مان فائدو! ؟"

ڪامريڊ کي ڳالهائيندي کنگهہ اچي ورتو. کنگهڻ، ڪڙڪڻ ۽ ٿوڪ دان ۾ کانگهاري اڇلائڻ کان پوءِ وري شروع ٿيو. "هاڻي اسان جا ريئيڪشنري دوست ڇا ٿا چون ....." مون سمجهي ورتو تہ اڄ ٻہ ٽي ڪلاڪ ڇٽا. چو تہ اهوئي سياسي غبار هو جيڪو ڪامريڊ کي ڪيڏٺو هو.

"چون ٿا تہ ذوالفقار علي پنو وڏيرو آهي، هن جي سوشلزم جو نعرو ڍونگ آهي، نيڪ آهي، پنو وڏيرو آهي، پر پنهنجي وڏيرپ تان شفٽ ٿيو

آهي يا نہ ...؟ اسان کي ڏسڻو آهي ڦيرو آيو آهي يانہ...؟ تبديلي آئي آهي ايا نہ ....؟ باقي رڳو اها تنقيد تہ پنهنجو وڏيرو آهي ...پوءِ مان پڇان ٿو تہ ڇا مارڪس غريب جو پٽ هو ...؟ ڇا لينن غريب جو پٽ هو ...؟ ڇا مهاتما گانڌي غريب جو پٽ هو ...؟ ڇا محمد علي جناح غريب جو پٽ هو ...؟ ڇا نهرو غريب جو پٽ هو...؟ ڏسڻو اهو آهي تہ ايڪشن ڇا آهي .... ۽ ان جو ريڪشن ڇا ٿو ٿئي ...؟"

ائين لڳو ڄڻ ڪامريڊ هاڻي ترنگ ۾ اچي ويو هو:

"اري بيٽي .. ميري دانت لائو...!" ڪامريڊ بخاريءَ زور سان رڙ ڪئي. مون کي اندازو ٿي ويو تہ هاڻي سندس ڳالهائڻ جو انداز تقرير ۾ تبديل ٿيندو. سوئيٽر ۾ ويڙهيل سيڙهيل ڪامريڊ بخاري جو ننڍو پٽ معظم بخاري مصنوعي ڄاڙي کڻي آيو. ڪامريڊ چابڪدستيءَ سان ڄاڙي منهن ۾ ٽپائي ۽ پوءِ خطابت جا جوهر ڏيکارڻ شروع ڪيا:

"هاڻي اسان جا نادان دوست چون ٿا. هارين کي جيتري ٻني ملڻ کپي، پنهنجو اوتري نہ ٿو ورهائي ..... ڪارخانا جهڙي نموني قومي ملڪيت ۾ وٺڻ گهربا آهن، نہ ٿو وٺي ... اڙي، آءُ چوان ٿو زيرو کان وڌيو آهي ... هڪ ڪيو آهي ... تہ اسان کي چوڻ کپي ... ٻہ ڪر...! پنهنجو چوي تہ سؤ ڪارخانا قومي ملڪيت ۾ وٺان ٿو... اسان کي چوڻ گهرجي، شاباس ... بيٽا وٺ...! هو چوي تہ آءُ ٻني ورهايان ٿو... تہ اسان کي چوڻ گهرجي، پلي ورهاءِ، وڌيڪ ورهاءِ...! پر ائين چوڻ تہ غلط ورهائي ٿو...ائين نہ ڪري..... هيئن ڪري.... مڃان ٿو ذوالفقار علي وڏيرو آهي، پر وڏيرو عوام جي ڳالهہ ڪري ٿو ..... چوي ٿو، طاقت جو سرچشمو عوام آهي ... پوءِ اسان جا دوست ڇو ٿا ڏجن ... وڌڻ ڏيوس ...!" ڪامريڊ بخاري باقاعده جوش ۽ جولان ۾ اچي ويو.

"اري بيٽي!... هماري لئي چاءِ لائو ...!" ڪامريڊ بخاري رڙ ڪندي، چانهہ لاءِ چيو. مون کي اندازو ٿي ويو تہ هاڻ تقرير جو آخري حصو ناصحانہ هوندو.

"هڪڙي ڳالهہ ٻڌ...! اسان جا دوست بيوقوف آهن ... اقرار ۾ انڪار ٿا ڪن ... هاڻي هي مثال ٻڌ. خيال سان ... ڪچي جا هاري سست ٿيندا آهن. جيڪي درياهہ جي لٽ تي رڳو ڇٽ ڪندا آهن. ان سان گڏ، گهڻو گاهہ بہ پيدا ٿيندو آهي پر گاهہ ناهن ڪڍندا. پنهنجو بہ اَنُ چڱي ٿو. هن کي ڇٽڻ ڏيو... گاهہ ضرور پيدا ٿيندو پر اَن بہ ضرور ٿيندو ... هاڻي اسان کي اِهو ڪرڻو آهي، جو گاهہ چونڊڻو آهي ۽ ان کي طاقت ڏيڻي آهي. نہ ڪي ائين

چوٽو آهي ته، ان ئي نہ ڇنيو وڃي. مايوس ناهي ٿيڻو ان شاعر وانگر جيڪو هڪ مشاعري ۾ روئي پٽي پيو:

اي گردشِ دؤران ڪيا هوگا ؟

خبر ٿي مون کهڙو جواب ڏنو مانس:

”نہ ...“ مون وراڻيو.

”رڙڪري چيو مانس: هم جو چاهين گي، وهي هوگا.“

ڪامريڊ مڪ لهرائي ڳالهہ ختم ڪئي تہ چانهہ بہ آئي ۽ ان سان گڏ ڪاڄا بہ.

منهنجي دل ۾ آيو تہ اهڙڪي طويل ڪچهري جو فائدو وٺندي سندس شخصي پروفائيل لکي وٺجي. پيئن ۽ پنو ڪٽي ڪيس گذارش ڪيم.

منهنجي گذارش تي ڪامريڊ پنهنجي شخصي تعارف ڪجهہ هيئن لکرايو تہ سندس پورو نالو جمال الدين حسن بخاري آهي، حسب نسب جي حوالي سان سيد جلال الدين سُرخ بخاري جي پونيرن مان آهي، سندس تاريخ پيدائش 14 مارچ 1900ع آهي. جاءِ پيدائش احمدآباد گجرات هندستان آهي. علي ڳڙه ڪاليج جا مشهور شاگرد قاضي فضل الله. پير الاهي بخش، مولانا محمد علي جوهر، دين محمد وفائي، قاضي خدا بخش سندس دوستن منجهان هيا.

ارڙهن سالن جي عمر ۾ ڪاٻي ڌر جي آزاديءَ وارين تحريڪن ۾ حصو ورتائين. روس جي انقلاب 1919ع کان پوءِ دوستن سان گڏجي، پشاور کان مزار شريف، ڪابل، ترمزتاشقند ۽ بخارا پهتو. اِهو سڄو سفر پيادل يا گڏهہ تي چڙهي ڪيائين.

1920ع ۾ هندستان موٽي آيو ۽ لاڙڪاڻي ۾ منعقد ٿيل خلافت ڪانفرنس ۾ حصو ورتائين. ڪراچي سازش ڪيس ۾ مولانا محمد علي جوهر ڪانپوءِ ڪيس ڇويهہ مهينا سخت پورهئي سان سزا ملي. 1924ع ۾ آزاد ٿيو تہ هنسا لائين ڪمپني جي ساموندي جهاز ۾ فائرمين جي حيثيت سان ڪم ڪيائين. هن عدن، پورٽ سعيد، جبرالٽر، لورپول، لنڊن ۽ هيمبرگ (جرمني) تائين چڪر هنيا ۽ پوءِ نوڪري ڇڏي ڏنائين.

1925ع ۾ نارٿ - ويسٽرن ريلوي يونين ڪراچيءَ جو ڊويزنل سيڪريٽري بڻيو ۽ ”آزادي“ نالي اخبار ڪيڍڻ شروع ڪيائين. 1927ع ۾ مزدور ڪسان پارٽي کي سنڌ ۾ منظم ڪيائين. 1930ع ۾ راجشاهي ڪانفرنس ڪانپوءِ ڪيس گرفتار ڪيو ويو. 1939ع تائين بنگال ۽ يوتان جي

سرحدن وارن مختلف جيلن ۾ رهيو. جن ۾ هوراب. بهرام پور. بڪسا فورٽ وغيره هيا. 1940ع ۾ آزاد ٿيو تہ ڪيس آل انڊيا ڪسان سڀا جو صدر مقرر ڪيو ويو. اپريل 1940ع ۾ وري گرفتار ٿي بڙودا ۽ ناسڪ جيلن ۾ رهيو. 1942ع ۾ ڪيس رهائي نصيب ٿي. اپريل1948ع ۾ سيفٽي ايڪٽ تحت گرفتار ٿيو.

1949ع ۾ لاڙڪاڻي شهر ۾ اچي رهيو. 1954ع ۾ ون يونٽ جي خلاف بيان ڏيڻ جي ڏوهہ ۾ سکر جيل پيو. 1955ع ۾ سنڌي ادبي سنگت لاڙڪاڻي جو جوائنٽ سيڪريٽري ٿي رهيو. 1960ع ۾ ڪامريڊ جمال الدين بخاريءَ جا ڪميونسٽ پارٽيءَ سان اختلاف ٿي پيا.جنهن ڪري سياسي سرگرمين کان ڪناره ڪش ٿي ويو. البت لاڙڪاڻي ۾ ٿيندڙ سماجي، صحافتي، ادبي ۽ فلاحي سرگرمين ۾ ڀرپور حصو ورتائين.

ڪامريڊ جمال الدين پنهنجي زندگيءَ جو هڪ واقعو ڪجهہ هيئن پئي ٻڌايو:آءٌ مزدورن سان ڪچهريون ڪري رات جو ڪلڪتي جي فوٽ پاٿ تي سمهندو هيس. اڌ رات جو ٽئين وڳي تي ماڻهو مون تي چڙهي ويا. مون کي سختي سان سوگهو ڪيائون. مون کانئن پڇيو. "اوهان ڪير آهيو؟" هنن چيو "تنهنجا بابا آهيون توکي گرفتار ڪرڻ آيا آهيون."

مون چيو"ڀل گرفتار ڪيو پر ائين سختي نہ ڪيو.آءٌ توهان سان هلڻ لاءِ تيار آهيان." هنن مون کي ڇڏيو تہ مان اُٿي پنهنجو ڪاٻو هٿ پينٽ جي کيسي ۾ وڌو تہ جيئن پائيپ ڪڍي تماڪ وجهي دکائي سوٽا هڻندو ٿاڻي تي وڃان. مون جيئن ئي پائيپ ۾ هٿ وڌو تہ اُن جي ٻُٽي ٿوري ٻاهر آئي ۽ هو يڪ ۾ مون کان پري ٿي بيٺا تہ هڪڙو چوڻ لڳو :

"بخاري! ڊونٽ لُوز يوئر ٽيمپر يعني بخاري جذباتي نہ ٿيءُ."

مون ڪلندي وراڻيو "جيڪڏهن اوهان هڪ پائيپ کان ايترو ڊڄو ٿا. تہ پوءِ ڀڪ سان هن ملڪ ۾ حڪومت نہ ڪري سگهندؤ." مون کين کيسي مان پائيپ ڪڍي ڏيکاريو تہ هنن کي ڏاڍي مٺيان لڳي ۽ چوڻ لڳا. "هن جو دماغ گرم آهي.هن کي برف تَڏي جڳهہ تي موڪلڻو آهي." پوءِ اسان کي پوتان جي سرحدي جيلن ڏانهن موڪلي ڇڏيائون. پهرين ڏهاڙن ۾ ڏاڍي سردي ٿيندي هئي. پر اتي هڪڙي ڪامريڊ چيو . 'اوهان ذهن مان سردي ڪڍي ڇڏيو تہ سردي ختم ٿي ويندي.'

پوءِ اسان ائين ڪيوسي تہ سردي ختم ٿي وئي.

سزا جي طور تي ميلن جا ميل خوامخواه پنڌ ڪرايو ويندو هو. حقيقت ۾ تہ اهي ڏينهن ائين هيا جيئن لطيف جو بيت آهي:

سکر سي ئي ڏينهن، جي مون گهاريا بند ۾. "

سچ پچ تہ ڪامريڊ جمال الدين بخاري جو وجود لاڙڪاڻي ۾ ائين هيو جيئن سقراط جو اٿينس ۾. بس جي فرق هيو تہ اهو هو تہ سقراط سوال ڪندو اڳلي کان جواب وٺندو ويندو هو .پر ڪامريڊ "سوال خود ڪرد جواب خود دارد" جو نمونو هو. هي اشارن ڪناين ۾ ڳالهيون ڪندڙ "جلال الدين سرخ بخاري" جو پونير پيدائشي سُرخو هيو. سندس ڪي ڳالهيون سمجهي سگهبيون هيون تہ ڪي مٿان گذري وينديون هيون.

زندگي جا 22 سال جيل اندر گهاريندڙ هي چراغ سحري 12 ڊسمبر 1984ع ۾ گُــل ٿي ويو.

پر سندس وڃڻ کان پوءِ ائين محسوس ٿيو تہ جڻ لاڙڪاڻي شهر مان هلندڙ ڦرندڙ جوش، ولولو ۽ حرارت ختم ٿي وئي آهي.

ڪيس ياد ڪندي لطيف سائين جو اهو بيت ياد اچي ويندو آهي:

جوڳيئڙا جهان ۾، نوري ۽ نـاري،
ٻري جن ٻاري آءُ نہ جيئندي اُن ري.

**

# سوڀو گيانچنداڻي
# سنڌ جي تاريخ جو امر ڪردار

نہ هو اسان جو گروديو نہ اسان هن جا چيلا چتينگ. اسان جي تہ هن سان قرب ڪاريءَ واري واٽ رهي آهي. شناسائيءَ کان اڳ ايتري خبر هئي تہ هوءَ هڪ اهڙي ويچار ڌارا واري شخصيت آهي. جنهن لاءِ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سر رامڪلي ۾ اڳ ئي فرمايو آهي:

نہ ڪي نمن ناٿ کي، ناٿ نہ نمائين
جاتا ڪن نہ جوڳ کي، جوڳ نہ جهارين
آديسي آڌين، اهڃاڻيون الماس جون

اها بہ خبر هئي تہ هو اهڙو پوميو آهي. جنهن وقت جي متعصب حاڪم جي، ڌرتي ڇڏڻ واري ڌمڪي کي گدڙ ڀبڪي سمجهيو.

حقيقت ۾ سندس نظرياتي ۽ سياسي ويچار ڌارائن تي تفصيل سان اُهي ڳالهائن. جيڪي هجن نظرياتي ۽ سياسي سپورنج.

پنهنجي پهرين سينڌ ملاقات تڏهن ٿي، جڏهن ذهن ۾ اينٽراپالاجي تي ايم فل ڪرڻ جو متي ۾ اُٿ وينو. عنوان هو. socio_anthro pological study of Buledi tribe of Pakistan ان سبب لنگهي ويو هومانس در. عزت احترام سان ويهاري، حال احوال ورتائين. پوءِ جو اچي ڪتابن جا نالا ڪنيائين تہ ائين لڳو جڻ ڪامريڊ سوڀو. اصل ۾ تحقيق جو ماڻهو آهي. پلجي بئي پاسي ڏانهن هليو ويو آهي. ايڏي ڪليل دل وارو شخص جو پنهنجي لائبريريءَ جي سيني ڪبٽن جا تالا کولي ڇيائين. "جيڪي وٺني سي ڪرڻ، پر موٽائجانءِ سهي."

جيترا ڪتاب ڪٺي سگهيم اوترا ڪنيم. فوٽو اسٽيٽ ڪري موٽائي ڏيندو ويومانس. اهو 1981ع وارو دؤر هو.

نوڪري ٿوڪري آهي. 1982ع ۾ حيدرآباد کان خيرپور بدلي ٿي. انهيءَ دؤران ايم فل جي گائيڊ. حيدرآباد جا ڇهہ ست اجايا ڦيرا ڏياريا تہ منهنجو ايم فل تان ارواح ئي ڪجي ويو. ڪامريڊ سان جنهن بهاني ملاقات

ٿيندي هئي. اهو ئي نہ رهيو تہ ڇتي ڇماهي ملاقات ٿيڻ لڳي. اها بہ خصوصن اهڙين محفلن ۾ جتي ڪو ادبي ڇوزو آني مان ڦٽندو هو يا ڪو اڻ ڪو اديب ڪتاب جي مهورت ڪرائيندي پتڻ تي ڪٽبو هو.

وري مسلسل ملاقاتون تڏهن ٿيون. جڏهن سنڌي ادبي سنگت شاخ موهن جي دڙي جو آغاز ٿيو. هدايت منگي پهريون سيڪريٽري ۽ مان ٿيون ڪنعيو گيانچنداڻي ٿيو. اهو دؤر غالبا 1989ع کان 1993ع تائين جو آهي. اهي ڪچهريون عموما موهن جي دڙي تي، خصوصن علي شير رونگهي جي اوطاق يا ڪامريڊ سوڀي جي گهر ٿينديون هيون. ڪچهريون بہ اهڙيون جو وقت گذرڻ جو احساس ئي نہ ٿي. ويٺي ويٺي ٻارنهن ٿي وڃن. ڪامريڊ سوڀي جو انداز نرالو. جنهن موضوع تي ڳالهائيندو تہ ڏاڍو تفصيل سان. برصغير جي سياسي سماجي تاريخ سان گڏ سڄي دنيا جي تاريخ کي ورجائي ويندو هو. انهيءَ دؤر جي مشهور شخصيتن ۽ سندن جدوجهد تي تجزياتي تبصرو بہ ڪري ويندو هو. سچ پچ تہ اتي سمجهو ڪي سمجهن، باقي اسان جهڙن وچٿرن دماغن ۾ تہ اها معلومات ائين گڏ مڏ ٿي ويندي هئي، جي اسان کان ڪو پڇي تہ ڇا سمجهيئہ تہ جواب اهو هوندو. "جانا ڪہ يہ جانا، ڪہ نہ جانا ڪڇ ڀي."

اسان تہ اسان پر جيڪي ڳوهہ مان واڳون ٿيو گهمندا هئا. انهن جو بہ حال اهو هوندو هو جو سڄي قصي ٻڌڻ کان پوءِ ڪامريڊ سوڀي کان پڇندا هئا. "سائين زليخان مرد هو يا مائي؟"

ڪي تہ وري اهڙا بہ هوندا آهن، جن کي اها بہ خبر ناهي هوندي تہ سياست جي ڪڪڙ ڪتان متندي آهي. پر پوءِ بہ ڪڙين سان ککڙيون پچندا وتندا آهن پر ڪامريڊ جي ديا درشٽي سين جي متان. هي سڀني کي پيو متيون ڏيندو ۽ ويچار ونڊيندو. اهو ڏسي مون کي يسوع مسيح جي ٻڌايل آکاڻي ياد ايندي آهي.

"هڪ هاري ٻني ۾ ٻج ڇٽيو. ڪي پکي چڳي ويا. جيڪو ٻج پيچرن جي آسپاس ڪريو اُتان سلا نڪتا. سخت زمين هجڻ ڪري پاڙون گهرائيءَ ۾ نہ ويون. ان ڪري سج جي تپش جو مقابلو نہ ڪري سگهيا ۽ سڙي ويا. ڪي ڍاپولين ۽ ڪنڊن ۾ ڪريا. جن ڪين اسرڻ ئي نہ ڏنو. جيڪي ٻج سٺي زمين تي ڪريا. انهن مان هر ٻج پنهنجي تعداد کان ٽيهوٽو فصل ڏنو."

شايد ان ڪري ڪامريڊ سوڀو بہ هر پوئڻ ۾ ٻج ڇٽي ٿو. بس اهو زمين تي منحصر آهي يا ان جي دل و دماغ تي.

سندس ليڪچر ۽ تقريرون نه طوالت جي لحاظ کان مشهور آهن. پر ادبي گڏجاڻين ۾ سندس راءِ ڏاڍي مختصر مگر جامع هوندي آهي. سنڌي ادبي سنگت شاخ موهن جو دڙي جي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ منهنجي ڪالم "نڪ ڦرهي هٽ ۾" بابت صرف ايتري راءِ ڏنائين:

"نڪ تي چڙهي ٿو لڙين!"

ڪامريڊ سوڀي جي عادت آهي. هو ڪهاڻي ڏاڍي انهماڪ سان ٻڌندو آهي. تبصري لائق هوندي نه تبصرو ڪندو. نه ته بس. هڪ دفعي جڏهن ان جو ڪائنس سبب پڇيوسين ته وراڻيائين: "بنيادي طور تي مان ڪهاڻيڪار آهيان. ان ڪري جيڪا ڪهاڻي مون کي وڻندي آهي. مان صرف ان تي ڳالهائيندو آهيان. ادب ۾ مون جنهن صنف تي پهرين طبع آزمائي ڪئي. اها ڪهاڻي هئي جنهن جو عنوان هو "اڌائي روپيه" جيڪا سنسار سماچار اخبار ۾ ڇپي. وياج خوريءَ جي خلاف هئي. انهيءَ وقت منهنجي عمر 18 سال هئي."

ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته ڪيس ان زماني ۾ به هڪ اهڙي سماجي برائي تي لکڻ جو احساس ٿيو. جيڪا اڄ به هڪ وڏي سماجي برائي آهي. سچ ته وياج خوري اڄ به دنيا جي وڏي لعنت آهي ۽ وياج خور لعنتي.

ڪامريڊ سوڀي جيڪي به ڪهاڻيون لکيون. انهن جا موضوع. سماجي حقيقت پسندي تي ٻڌل آهن. هن اهڙن موضوعن کي چونڊيو. جيڪي اڄ به اسان جي سماج جا ٻرندڙ مسئلا آهن. ۽ ان جي گواهي سندس ڪهاڻين جو ڪتاب "ڪڏهن بهار ايندو" ڏئي ٿو.

مون سندس انگريزيءَ ۾ لکيل ٻه ڪهاڻيون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيون. جيڪي هلال پاڪستان جي ادبي صفحي 1990ع ۾ ڇپيون.

1_ this is, how some boys make love.

2_ sucide

اهي ٻئي ڪهاڻيون. "شانتي نڪيتن" مان نڪرندڙ انگريزي جريدي. "وشوا ڀارتي" ۾ 1940ع ڌاران ڇپيون هيون.

ڪامريڊ سوڀي جو چوڻ آهي ته هن. شانتي نڪيتن ۾ ڏاڍو پڙهيو. ادب پڙهڻ ۽ لکڻ طرف جن ماڻهن سندس رهنمائي ڪئي. انهن ۾. "شانتي نڪيتن" جو لئبريرن "پرڀات راءِ" ٻيو استاد اليگزينڊر آرنيسن ۽ ٽيون سندس گروديو رابندر ناٿ ٽئگور. جنهن جي ذاتي لائبريريءَ مان به هن

استفاده ڪيو. ادب مان جن ليکڪن کان گهڻو متاثر ٿيو. تن ۾ رابندر ناٿ ٽئگور، شرت چندر، ٽالسٽاءِ ۽ دوستو وسڪي جا نالا اهم آهن.

گهڻو ڪري اهو ئي سبب آهي جو ڪامريڊ سوڀي جو سڀاءُ ڪنهن وڏي جر واري کوهہ جيان آهي. جتان هر مسلڪ، هر خيال ۽ ويچار ڌارا جو ماڻهو اچي علمي اڃ اجهائيندو آهي. مون سندس گهر ۾ مرحوم قربان علي بگٽي، مرحوم ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، مرحوم شاهنواز سوڍر، مرحوم هدايت منگي، سليم ڪورائي، رزاق مهر، انعام شيخ ۽ ممتاز ابڙو وغيره کي ايندي ويندي ڏٺو. موضوع سخن هميشہ ڪو علمي نڪتہ نظر هوندو هو. اختلافن جي باوجود بہ اشتراڪ هو تہ سماج مان قحط الرجال کي ڪيئن گهٽ ڪجي.

سڀاءُ جو ذڪر نڪتو تہ "ياران ڪهن" سان سندس گفتگو ۽ ورتاءُ ياد پيو. سائين اياز قادري لاڙڪاڻي ايندو هو تہ مون کي گهرائي چوندو هو.

"اوهان شام جو ڪچهريءَ ۾ سوڀي کي ضرور وني اچجو."

ڪامريڊ سوڀي کي نياپو پهتو، تہ نہ قيل نہ قال، ها، تہ ها ٿي وئي. شام ٿيندي هئي تہ ڪامريڊ، سائين اياز وٽ. ٻنهي جي ڪچهري ائين پاسندي هئي جڻ ٻہ سُمانا سُرت وند صلاحو هجن تہ سنڌ جي ثقافت ۽ ادب کي ڪئين بچائجي ۽ سماج مان غير معياري رسمن ۽ رواجن کي ڪيئن ٽڙجي؟ ٻنهي کي ڏسي ڀٽائيءَ جو اهو بيت ياد پوندو هو.

ويٺي جنين وٽ، ڏکندو ڏور ٿئي،
تن تنين سي ڪٽ، اڏي اوڏا پکڙا.

ڪامريڊ سوڀي کي مون ان وقت بہ ڏٺو. جڏهن 1989ع ۾ موهن جي دڙي تي سگا طرفان سچل انٽرنيشنل ڪانگريس منعقد ٿي هئي. ان موقعي تي سندس هڪ جيڏا ۽ همعصر ليکڪ هند مان ڪهي آيا هئا. گوبند مالهي، ڪرشن کٽواڻي، مرلي ڌر جيٽلي ۽ ٻيا. ڪامريڊ انهيءَ ڏينهن تي ايڏو خوش پئي لڳو جڻ جواني موٽي آئي هجيس. اسٽيج تي چڙهي جڏهن گوبند مالهيءَ سان پئي ڳالهايائين تہ ائين پئي محسوس ٿيو تہ جڻ تاريخ، تاريخ سان ڳالهائيندي هجي.

ڪامريڊ سوڀي جي بارگيري ۽ بردبار طبيعت جا ڪيئي قصا آهن. ٻين جو ڪهڙو ذڪر ڪجي، پنهنجو ٿو ڪجي، تہ هڪ دفعو علي شير رونگهي جي اوطاق تي، سنڌي ادبي سنگت شاخ موهن جو دڙو جي انتظامي معاملي تي ڪنهن ۽ منهنجو اٽڪاءُ ٿي پيو. ڪامريڊ سوڀو، منڊار

سولنگيءَ ۾ سنگت بہ وبني هئي. منهنجي ڳالهائڻ ۾ تيزي ۽ ترشي وڌيڪ هئي. جيتوڻيڪ ڪامريڊ جو ڪنعيي سان پيار عالمِ آشڪار هيو. ڪامريڊ ڪنهنجي بہ پر نہ ڪنٿي. شايد ڪيس خبر هئي تہ چرين ۽ مستن جو جهيڙو آهي. پاڻهي نهي ويندا. تيو بہ ائين جو ٻي ڏينهن تي ڪنعيو مون سان لاڙڪاڻي جي پاڪستاني چونڪ تي مليو. چيائين.

"پائيجان. مان شايد اوهان کي سمجهائي نہ سگهيس."

چيومانس. "يار معاف ڪجانءِ. مان توسان تيز ٿي ويس."

ڪنعيو گيانچنداڻي لڳندو هو تہ ڪجھ ڪجھ شخصي انتشار (personality disorganization) جو شڪار آهي. پر سندس آزاد نظمن. ڪهاڻين ڪالمن جي لکڻ واري شوق مان اندازو ٿيندو هيو تہ هو پاڻ سنڀالي ويندو. هونئن بہ هن دؤر آشوب ۾ اهو ڪهڙو ماڻهو آهي. جيڪو شخصي انتشار جو شڪار ناهي؟ هر ڪو ڪنهن نہ ڪنهن راهِ فرار تي گامزن آهي. پر ڪن ماڻهن جي فراريت جي راھ ڪندن سان لبريز هوندي آهي. خبر نہ آهي ڪنعيي اها راھ ڇو اختيار ڪئي؟ جيتوڻيڪ هو گهڻ پڙهيو ۽ ايم. بي. بي ايس ڊاڪٽر هو. ان ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي خوش نصيبي جو ڪامريڊ سوڀي جهڙو سوڀياوان پيءُ ۽ ڪلپنا ديوي جهڙي ذهين ۽ سوينيڪ جيون ساٿي. هو جيئن پوءِ تيئن هڪ اهڙو منڌل سٽ ٻڌجي ويو جنهن کي ڪامريڊ سوڀي جهڙو سڀوجھ بہ نہ سلجهائي سگهيو. ليڪن انهيءَ دؤران هن ڳتونت ۽ گياني منش ڇا ڇا نہ ڪيو. ڪنعيي لاءِ ۽ ڪنعيي جي مرتئي ڪان پوءِ هر ڪنهن ائين پئي سمجهيو تہ ڪامريڊ ڏڪ نہ پچائي سگهندو. پر هو تہ ارنيسٽ همينگوي جي ناول "پوڙهو ۽ سمنڊ" جي ڪردار 'سينٽياگو' ڪان بہ وڌيڪ مضبوط لڳو. جنهن جو ڊائلاگ هو.

Man can be destroyed, but can not be defeated.

(ماڻهو ختم ٿي سگهي ٿو پر شڪست کائي نٿو سگهي.)

***

# بدر اجڻ
# پهريون ۽ آخري تاثر

چوندا آهن تہ شخصيت جو پهريون تاثر، آخري تاثر هوندو آهي. پر منهنجي مشاهدي مطابق ائين ناهي. ڪن ماڻهن جو پهريون تاثر تمام پلو ۽ پوءِ ڍلو ٿي پوندو آهي. ڪن ماڻهن جو پهريون تاثر تمام خراب ۽ پويون تاثر تمام سٺو ٿي ويندو آهي. ڪجهہ ماڻهو اهڙا بہ هوندا آهن، جن جو پهريون ۽ آخري تاثر ساڳيو هوندو آهي.

بدر الدين اجڻ جو غائبانہ تعارف تہ ٿيل هو پر ڪنهن سانگ سبب دعا سلام اجان ڪونہ ٿي هئي. هڪڙي ڏينهن سنڌي ڪهاڻي ۽ ناول جي سٺي سرجڻهار، غلام نبي مغل جيڪو لاڙڪاڻي ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر فوڊ ٿي آيو هو. تنهن ٻانهن کان وٺي اٿاري چيو "هل تہ بدر اجڻ ڏي هلون." اتان اٿي، بدر اجڻ صاحب جي آفيس پهتاسين، بدر اجڻ صاحب ان وقت لاڙڪاڻي ۾ ايڊيشنل ڪمشنر روينيو هو. ۽ اهو سال هيو 1995ع جو. غلام بني مغل اسان ٻنهي جو مختصر پر جامع تعارف ڪرايو.

"سائين، هي منظور ڪوهيار، هي بدر اجڻ" بدر اجڻ صاحب مرڪي، گرم جوشيءَ سان هٿ ڏني. "ڪهڙا حال آهن؟" چئي ڪچهري شروع ڪئي. ڪچهري جي ابتدا سنڌي ادب جي مسئلن تي ٿي. مون وٽ جيڪو سندس شخصيت جو پهريون تاثر جڙيو تہ هي دراز قد بدر اجڻ وڏي علمي ادبي هاني ڪاني وارو شخص آهي ۽ ٻيندڙن جو اهو هلايل غلط آهي تہ دنيا جا سيئي ڊگها بي وقوف هوندا آهن.

۽ ان کان پوءِ ساڻس ڪٿي نہ ڪٿي، ڪنهن نہ ڪنهن حوالي سان ڪچهريون ٿينديون رهيون. پر هتي ان لمبي ڪچهريءَ جو ذڪر ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو. جيڪا غلام نبي مغل صاحب جي ڪوارٽر تي ٿي.

ڪچهريءَ جو سبب سائين بدر اجڻ جي پهرين اپريل 1996ع واري سالگره هئي. ايڏي وڏي سڏي موقعي تي اسان صرف ٽي ڄڻا هياسين. ۽ ٻيا اديب شايد فرسٽ اپريل فول وارو پروگرام سمجهي نہ آيا هئا.. ماني ٽڪيءَ جو بندوبست غلام نبي مغل ڪيو هو ۽ مان ڪيڪ وٺي آيو هيس. بدر اجڻ

جي هڪ ٿي ڦوڪ سان موم بتيون گل ٿي ويون 49 سال عمر ڏڦ ٿي وئي.
اسان تاڙيون وڄائي چئي رهيا هئاسين:

"هيپي برٿ ڊي ٽو يو
بدرالدين ابڙو"

ماني، جا چار گرهه کائي ۽ پوءِ بقول شاعر

جهان دو بوتليں رکھ دو
وهي ميخانه هوتا هي.

علم و عرفان جو صراحيون کليون ته ادبي اک ڪڪڙي ٿي وئي ۽ پوءِ شروع ٿي وئي هڪ لمبي ڪچهري .... عالمي ادب کان وٺي، سنڌي ادب تائين. بنهي خوب ڳالهايو. مون کي وارو ئي نه ڏنائون ۽ مون پئي سوچيو ته گهٽ ۾ گهٽ اهو ته خيال ڪن ها ته مان به ڪيڪ وٺي آيو آهيان.

جڏهن بارنهن وڳا ته بدر ابڙو صاحب کي احساس ٿيو يا منهنجي صبر جو پيگ ڇلڪندي ڏنائين ته چيائين:

"فقير تون به الله جي ڏني مان ڳالهاءِ!"

مون وراڻيو

"سڀ ڪجهه ته اوهان ڳالهائي ويٺا.. باقي مان ڇا ڳالهايان. باقي بچي آ گلا. چئو ته اها ڪيان."

بدر صاحب چيو "اها به تنقيد جي ضمري ۾ اچي ٿي. جنهن کي (personnel criticism) چيو ويندو آهي. جنهن جو وڏو حامي "اناتول فرانس" آهي. انفراديت جو اهو نظريو فرد جي وجود ۽ حقيقت تي زور ڏئي ٿو ۽ آدرش پرستي جي نفي ڪري ٿو. جنهن جو مطلب هيءَ آهي ته انسان ٻي کي مڃڻ بدران پاڻ کي مڃي ۽ مڃرائي."

۽ ان کانپوءِ بدر ابڙو صاحب 180 جي ڊگري تي قلابازي کائيندي برونيتائر brunetier جو اعتراض ٻڌايو ته هو چوي ٿو ته "شخصي تنقيد نه فقط ڪتابن کي نظرانداز ڪري ٿي ۽ موضوع تي گهٽ ڳالهائڻ جو موقعو فراهم ڪري ٿي. پر ادبي تاريخ کي پڻ ميساري ڇڏي ٿي."

مون جواب ۾ چيو "سائين اهو ته ائين آهي، جيئن ڪنهن چريي کي چيو ته "چريا. چڪ نه پائجانءِ" چريي چيس چڱو ٿيو ياد ڏياريئه" سو هائي ياد ڏياري اٿو ته ذاتي تنقيد personal criticism به ٻڌئي پوندئه. هونئن پنهنجي "برونيتائر" سان پوي ئي ڪونه" جڏهن مير مجلس اجازت ڏني ته پهريائين بدر صاحب جي ڪجهه گهٽگهرن کي گهرڙي ۽ پوءِ پنهنجي ادبي

رقيبن رو سياه و سفيد کي ورتم. انهيءَ هيانءَ جي باهہ مارڻ واري عمل دؤران بدر صاحب ٻڏندو رهيو ۽ مشڪندو رهيو. غلام نبي مغل صاحب ڪنڌ ڏوڻيندو ۽ چوندو رهيو ”ها، ائين تہ آهي.“

رات جي هڪ وڳي ڪانيوءَ سنگت جي اها صلاح بيٺي تہ سائين بدر اجڻ تي ايس ايليٽ جي انگريزي شاعري ٻڌائي ۽ ڪجھہ سمجھائي. بدر صاحب ڊرائيور کي سڏي پنهنجي گاڏيءَ مان بہ ڪتاب ڪٽي اچڻ لاءِ چيو. ڊرائيور ڪتاب ڪٽي آيو تہ انهن تي ڪجھہ لکيائين ۽ پوءِ پنهنجي ڪتاب ”ٽي ايس ايليٽ فن ۽ فڪر“ جي هڪ هڪ ڪاپي اسان کي ڏنائين. منهنجي ڪاپيءَ تي لکيل هيو.

”مسٽر منظور ڪوهيار، سجاڻ ڪهاڻيڪار ۽ جاکوڙي جي مطالع لاءِ.

پاران

بدر اجڻ

لاڙڪاڻو 1 4 96ع

”جنم ڏينهن جو تحفو“

پوءِ جڏهن حاضرين مجلس جي پر زور اصرار تي ايليٽ جي جڳ مشهور نظم the waste land مان ڪجھہ ٽڪرا، ڪجھہ حصا the game of chess مان ٻڌائيندي what the thunder said جو آخري ٽڪرو پڙهي ٻڌايائين تہ چيائين:

مهرباني ڪري منهنجي ان ڪتاب ۾ ٿيل ترجمي کي بہ ڏسندا وڃو.“ جڏهن ترجمي جي ان حصي تي نظر ڦيرائي سين تہ لکيل هو:

اڪيلو ڪڪڙ
وڻ جي چوٽيءَ تي بانگون ڏئي
صبوح جي اچڻ جو اعلان پيو ڪري
ڪنوڻ جو تجلو
گهميل هوا
هلڪي بارش جو وسڪارو
گنگا جي پيٽ ۾
سڪل پن
ترڪندي
ترسي رهيا آهن.

مينهن لاءِ جذهن ڪارا ڪڪر
هماليہ تي هلڻ پيا.
جهنگلي جيوت خاموش آ
مايوسين جي ور چڙهيل آ
اچانڪ گجگوڙ جو آواز اچي ٿو
”ڏي ..... دا ...“

پر اسان ڇا ڏنو آ؟
وعدي خلافي
بي وفائي
غداري
عقل کي پٺي
مرڻ کان پوءِ سچا ناهيون ڏانڊا خالي پاندا
وري گجگوڙ

همدردي ڪيو. ديا ڏوم

زندان واري ڪلف ۾
ڪنجيءَ جي ڦرڻ جو ڪڙڪو
ضمير جي قيد هئڻ جو اعتراف
رات جي اڪيلائيءَ ۾
آسمان مان.
اتساھ جو آسرو
قلب تان ڪس لاهي
پائيچاري جو سنديس سڻائي ٿو.
وري گجگوڙ جو آواز

قبضي ۾ رکو (دميا تا)

مظبوط هٿن ۾ هلندڙ بيڙي
سانت سميت سري ٿي
سمنڊ ۾ بہ سڪون آ
دل جي دنيا

تڏهن روشن ٿيندي
جڏهن
سجڻن جو سنيهو ايندو.

چيو ويندو آهي تہ اصل تخليق هيري جيان ۽ ترجمو پٿر هوندو آهي. ايڏو صاف ۽ سٺو ترجمو پڙهي احساس ٿيڻ لڳو تہ جي اصل هيري مثل آهي تہ بدر اجڻ جو ترجمو بہ پکراج کان گهٽ ناهي. ڪٿي بہ اٽڪاءُ نہ. لفظن ۾ رواني. گهرائي و گيرائي اتم درجي جي موجود آهي. مان پڙهندي پڙهندي حيرت جي واديءَ ۾ سرگردان پيئي هليس. ائين جيئن 1975ع ۾ جڏهن گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ۾ انگريزيءَ جو استاد "سائين ارشاد قريشي صاحب" اسان کي "ورڊس ورٿ" جي پوئٽري پڙهائيندي ڪڏهن آواره بادلن ۾ امائي ڇڏيندو هو تہ ڪڏهن هوا ۾ لهرائيندڙ ڊيفوڊلس کي تصور جي اک سان ڏيکاري ڇڏيندو هو.

منهنجي زندگيءَ ۾ هي بيو ماڻهو هو. جنهن جي پوئٽري پڙهڻ جو انداز ايڏو متاثر ڪن هيو.

چوندا آهن تہ سوچ جهڙو پکئيڙو ڪونهي. سان بدر اجڻ جي لفظن ۾ ٽي ايس ايليٽ جي مثاليت ۽ علامت نگاريءَ جي آسمان ۾ اجان محو پرواز هئس تہ سائين غلام نبي مغل ائين رڙ ڪئي. جڻ ڪوَلي چڪ پاتو هجيس.

"يار رات جا اڍائي ٿي ويا اٿوَ."

تسلسل ٽٽي پيو ۽ بدر اجڻ خاموش ٿي ويو. مان زمين تي لهي آيس. گهڻي وقت گذرڻ جو احساس Guilt ۾ تبديل ٿي ويو. بئي اٿي ڪڙا ٿياسي. سائين بدر اجڻ پنهنجي بنگلي تي روانو ٿي ويو ۽ مان پنهنجي گهر.

منهنجي زال مراد خاتون هميشہ وانگر گهر جو دروازو کوليندي چيو "اديبن سان ڪچهريءَ ۾ ويهين ٿو تہ خبر ئي نٿي پوئي؟"

مون سوچيو بئي دوست ڇو اديبن جي حيثيت سان پتجن. ورائيم "آفيسرن سان ميٽنگ هئي. ڇا ڪجي؟ نوڪري تہ ڪرڻي آهي."

۽ جڏهن محو خواب ٿيس تہ ٽي ايس ايلٽ جي ڪنهن گيت جو پوپٽ ٿي اڏامڻ لڳس.

***

# ميان علي محمد قادري
## چراغِ شهر

لاڙڪائي جي قادري خاندان جي اها خوشنصيبي آهي تہ 18 صدي عيسويءَ ۾ تصوف ۽ ادب جو جيڪو چراغ ميان محمد صالح، پنهنجي مرشد حضرت سيد عبدالحق درازيءَ جي حڪم تي لاڙڪائي ۾ اچي روشن ڪيو. ان چراغ مان چراغ ٻرندا اچن ٿا.

اهڙن روشن چراغن مان ميان علي محمد "قادري" بہ هڪ آهي. جنهن نہ صرف "ميان جي ڳڙهي " يا "لاڙڪائي" کي منور ڪيو. پر ان روشنيءَ کي سڄي سنڌ ۾ ڦهلايو. جنهن جا معترف نہ صرف سندس هم عصر آهن پر علم ۽ ادب جا سيئي پارکو پڻ آهن.

ميان علي محمد قادريءَ جو مختصر تعارف هن ريت آهي تہ ميان صاحب جو جنم سن 1856ع ڌاري "ميان جي ڳڙهي" لاڙڪائي ۾ مرحوم ميان بهاوالدين صاحب ذات جاماڻي جي گهر ٿيو. ميان بهاؤ الدين. ميان رضا محمد جو جگر گوشہ ۽ ميان محمد صالح جو پاڻٽيو هو.

ميان علي محمد جي تعليم ۽ تربيت پنهنجي مامي ميان غلام محمد "گدا" جي نظر هيٺ ٿي. ميان غلام محمد "گدا" پنهنجي وقت جو عالم. پارسي. سرائيڪي ۽ سنڌيءَ جو وڏو شاعر هو. ميان غلام محمد جيڪو شعر چوندو هو سو ميان علي محمد ياد ڪندو هو. هڪ صوفياڻي سنگت. پيو ميان غلام محمد جي شعر گوئي. ٿيون سندس تعليم مقرر ٿيل مولويءَ وٽ ۽ چوٿون سندس پاءُ حافظ مير محمد تن سڀني گڏجي ميان علي محمد تي گهڻو اثر ڪيو. اتڪل ويهن ورهين جي ڄمار ۾ جڏهن ميان علي محمد پنهنجي استاد ميان غلام محمد "گدا" سان لاڙڪائي تعلقي جي هڪ مريد "سعد خان لنڊ" وٽ ويا ۽ جڏهن کين اتي طبع آزمائي لاءِ ارشاد ٿيو تہ هن هڪ پارسي غزل تيار ڪري سندس خدمت ۾ پيش ڪيو. جنهن جو مقطع هي آهي:

نشستہ بر درت این داد خواهت
زمد تنها بہ امید نگاهت
بیا اي قادري بي خود زخود بین
بجز مستي در اینجا نیست راحت

(اوهان جي داد جو طلبگار در تي بيٺو آ. مدت کان اميدن جي نگاهن سان. اي قادري خود کان بيخود ٿيءُ. جو سواءِ مستي جي هتي راحت نصيب ڪونهي ڪا.)

مياڻ علي محمد. جڏهن اهو شعر چيو تڏهن چؤطرف "واه واه" ٿي وئي. پتاشا ورهايا ويا ۽ غلام محمد فخر سان چيو "شڪر ٿيو جو اسان جي اولاد ۾ وري بہ هڪ چڱو شاعر پيدا ٿيو."

ان کان پوءِ مياڻ علي محمد جيڪي علم و ادب جا واهڙ وهايا. تن جي ڪري سندس تخلص "قادري" ۽ مرشد جي ڏنل قادري طريقت جي سبب پورو " جاماڻي خاندان "قادري" سڏجڻ لڳو.

اها هڪ حقيقت آهي تہ مياڻ علي محمد قادري پنهنجي دؤر جو هڪ علمي ادارو هو. جنهن جي ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪاوشن تي هڪ ضخيم. مقالي لکڻ جي ضرورت آهي. تڏهن ئي ڪو حق ادا ٿي سگهي ٿو. ليڪن هتي صرف. سندس ڇپيل تخليقن جو سرسري جائزو وٺڻ مقصود آهي تہ جيئن قادري خاندان جي هن گوهر ناياب جي علمي چمڪ دمڪ جو اندازو ٿي سگهي. سندس ڇپيل ڪتاب هيٺيان آهن:

**(1) حُسن و عشق**

هي منظوم داستان منشي پوڪرداس پبليڪشن. تاجر ڪتب شڪارپور، 1906ع ۾ ڇپايو. ان دؤر جو ادبي پارکو پروفيسر مسٽر رام چند پرتاب راءِ پنجواڻي ڊي جي ڪاليج سنڌ. "حسن و عشق" تي راءِ ڏيندي چوي ٿو:

"حسن و عشق جو پوڪر داس وارن ڇپايو آهي. تنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ مياڻ صاحب ڪيتري قدر پنهنجي خيال کان ڪم وٺي سگهي ٿو. حسن ۽ عشق جو بيان هوندڻ جيڪر ماڻهن کي اهڙو وڻندڙ نہ لڳي. پر جڏهن هن صاحب پنهنجي عليحدي وڻندڙ نموني ۾ حسن کي معشوق. عشق کي عاشق. ناز غمزه کي حسن جون ساهيڙيون. دل درد ۽ غم کي عشق جو ساٿي بڻائي. سچي حقيقت افساني جي نموني ۾ گهڙي ٺاهي پيش ڪري ٿو تڏهن بي ساختہ واه واه نڪري وڃي ٿي."

منهنجي خيال ۾ ميان علي محمد جي ان ڀهرين ڪاوش تي اهڙي سهڻي تبصري کان پوءِ وڌيڪ ڳالهائڻ عبث آهي.

(2) ليليٰ و مجنون

هي ڪتاب جهمٽ مل ويڙهي مل اسسٽنٽ ميونسپل اسڪول لاڙڪاڻي. پنهنجي خرچ سان 1929ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

عرب جي عاشق جان باز مجنون جنهن جو قصو پارسي زبان ۾. نظم جي صورت ۾ مولانا نظامي لکيو هو. جنهن کان اهل سنڌ غير واقف هئا. اصل سنڌ جي دلچسپي ۽ جاڻ لاءِ هي ڪتاب ميان علي محمد قادري پنهنجي شيرين زبان سان منظوم ڪيو.

هي ڪتاب سندس ادبي ارتقا جو اعليٰ نمونو. سادگي ۽ سلامت جي لحاظ کان منفرد آهي. سندس ڏانءُ. آغاز داستان ليلي مجنون جي هنن شعرن ۾ ملاحظ ٿئي:

خدايا بخش منهنجي دل کي طاقت
چوان ليليٰ ۽ مجنون جي حڪايت
شروع نالي سان تنهنجي ٿئي ڪهاڻي
ڪري برڪت انهيءَ جي سان پڄاڻي
ڪئي هن طرح آ راون روايت
قصي ليليٰ ۽ مجنون جي حڪايت
عرب جي ملڪ ۾ نالي خجسته
هيو هڪ بادشاه احسن سرشته
گهڻي دولت ۽ زر کان مفخر هو
زماني جي ڏکن کان بي خطر هو

سندس جمالياتي حسن جو ادارڪ وري ليليٰ جي تصوير ڪشيءَ ڪندي معلوم ٿئي ٿو. ان حوالي سان سندس چند شعر پيش خدمت آهن:

نماڻي ناز پرور شرم واري
حياءَ شرم ۾ محمور ساري
شرم ان کي اچي پاڇي کان پنهنجي
ڏسڻ لئه چنڊ سج حيران تنهنجي
ڪري پوشاڪ تن تي گل بدن جي
لطافت ان کان وڌ ان جي بدن جي

ميان علي محمد قادري، داستان ليليٰ مجنون جي سلاست ۽ رواني ءَ کي آخر تائين، قائم دائم رکيون اچي ٿو. جنهن مان سندس زور قلم ۽ اسلوب جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. هن ڪتاب جا آخري شعر پيش خدمت آهن:

محبت عشق ۾ گهرجي سچائي
سدا معشوق پنهنجي سان وفائي
مجازي عشق مجني تي ختم هو
محبت عشق ۾ آخري مري ويو
چراغ عشق سان پُر نور دل ڪر
شراب شوق سان مخمور دل ڪر
پيو پيءُ، عشق جي مئي جا پري جام
هميشہ قادري پيءُ صبح و شام
محبت يار جي ۾ شل مران مان
پڙهي ڪلمون محمد تي ڏيان جان

### (3) واسوختہ

واسوختہ نظم جو اهو قسم آهي، جنهن جي تعريف عبدالحليم شرر "گذشتہ لکنئو" ۾ هيئين ريت ڪئي آهي:

"شاعري جو هڪ قسم واسوختہ آهي، هي هڪ قسم جي عاشقانہ مسدس آهي. ان جو مضمون عمومن ائين هوندو آهي تہ پهريان پنهنجي عشق جو اظهار، ان بعد محبوب جي تصوير ڪشي، ان جون بي وفايون، پوءِ ان کان باور ڪرائڻ تہ اسان بہ ڪنهن تي عاشق ٿيا آهيون. ان فرضي محبوب جي حسن و جمال جي تعريف ڪري محبوب کي سڙڻ، ڪتيون ٻڏائڻ، ائين ان جو غرور ٽوڙي وري ميلاپ ڪرڻ."

"گل رعنا" جو مصنف عبدالحئي، مير تقي مير کي واسوختہ جو پهريون شاعر چوي ٿو. جڏهن تہ سنڌي ۾ شڪ ناهي تہ واسوختہ جو پهريون شاعر ميان علي محمد قادري آهي.

ميان علي محمد جو هي ڪتاب هري سنگهہ وارن ڇپايو. هن ڪتاب تي پروفيسر رامچند پرتاب راءِ، مختصر مگر جامع راءِ ڏيندي فرمائي ٿو:

"ان منظم ڪهاڻي ۾ گويا هن پنهنجي زندگيءَ جو نقشو چٽيو آهي. جتي نهايت نازڪ خياليءَ سان پرده پوشيءَ ۾ هن پنهنجي جذبن جو اظهار ڪيو آهي. پڙهڻ سان تعلق آهي."

### (4) گلدستہ نعت قادري

هي ڪتاب ميان غلام عباس"جوش" ڇپايو. هن جو ديباچو پنهنجي دور جي مشهور ۽ لائق شاعر حاجي محمود "خادم" لکيو جنهن جون ڪجهه سٽون هن ڪتاب جي اهميت اجاگر ڪن ٿيون. سي پيش خدمت آهن:

"سنڌي زبان ۾ سنڌي شاعري جي گهڻي قلت آهي ۽ خصوصن نعتيہ ڪلامن جي تہ از حد اٿاٿ آهي ۽ تنهن ڪري گلدستہ نعت قادري خاص جلد ۾ ڇپايو ٿو وڃي تہ جئين سنڌي حضرات جي دلچسپي جو ذريعو موجود ڪجي ۽ ميان صاحب جي نازڪ خيالي ۽ اعليٰ معيار سندس حوصلي جو نتيجو آهي."

### (5) ديوان قادري

ميان علي محمد جو هي اهم ڪتاب آهي. جنهن ۾ سندس نظريہ حيات. حسن و عشق جو بيان. سلاست. بلاغت. بي ساختگي. ڏانءُ. ذات ۽ فن گهرائي و گيرائيءَ سان پيش ٿيل آهن.

هي ڪتاب ميان غلام عباس "جوش" 1940ع ۾ قادريہ پرنٽنگ پريس مان ڇپرائي پڌرو ڪيو. هن جو ديباچو ميان غلام عباس "جوش" پاڻ لکيو جيڪو هڪ مستند اديب هو. ان جي جهلڪ پيش آهي:

"هاڻي جڏهن هي ديوان قادري منهنجي پريس قادريہ ۾ ڇپجڻ لاءِ آيو ۽ مان انصاف جي نظر سان ڏٺو تہ بيشڪ عروض جي علم سان پرپور. وزن جي ترازو ۾ توريل. هم پهلو اڳين فارسي و اردو ديوانن جي آهي. ڇا تہ شاعر صاحب شعر جي ڪنوار کي رديف قافيہ ۽ تشبيهات و محسنات جي زيورن سان سينگاري. حقيقي پردي ۾ مجازي پوشاڪ پهرائي ظاهر ڪيو آهي. جو جنهن جي ڏسڻ سان محبوب حقيقي ۽ معشوق تحقيقي جو مشاهدو نظر ٿو اچي. جيڪو بہ دانشمند حقيقي نظر سان ڏسندو تہ ڪيس حق نظر ايندو. ۽ جي مجازي لباس ڏسندو تہ ان کي مجازي مزو ايندو. مطلب تہ هن ديوان ۾ هر قسم جا شعر موجود آهن."

هن ديوان بابت مشهور پروفيسر رامچند پرتاب راءِ پنجواڻي جي لکت ۾ پرمغز تقرير آهي. جنهن ۾ وڏي وستار سان ميان علي محمد جي علمي و ادبي خدمتن تي روشني وڌل آهي. ۽ ان زماني جي شعر و شاعري تي پڻ تنقيد ٿيل آهي. ان جون هي چند سٽون ميان علي محمد قادري لاءِ سند آهن:

"سنڌي شعر ميان صاحب جيڪو چيو آهي سو ڪو پڙهي تہ خبر پويس. باقي منهنجي لکڻ مان چا اندازو لڳائي سگهندو."

۽ اها بہ حقيقت آهي تہ ديوان قادري بحر عميق آهي. هر ماڻهو پنهنجي نموني سان حظ حاصل ڪري سگهي ٿو. مون جڏهن پڙهيو تہ منهنجي آڏو پڻ نوان نقط نروار ٿيا. نوان موتي. نوان مرجان هٿ لڳا جنهن جو مختصر جائزو وٺڻ جي جسارت ڪريان ٿو.

سندس ڪافين تي نظر ڪجي تہ ديسي رنگ جي اها ئي دمڪ غالب نظر ايندي. جنهن جا رنگ پڪا پختا ۽ دل ناريندڙ آهن. ان حوالي سان سندس ڪافين جا بہ نمونہ مثال طور پيش ڪجن ٿا:

ڪافي جو نمونو (1)

چنڊ جهڙي اج چنبي سان ميٺ دلبر تي مليو
۽ لڳن لائڻ لئہ لالڻ تيل تنهن ۾ ٿي رليو.

ڪافي جو نمونو (2)

دوست دلبر جا پون ٿا پل ۾ پور نوان نوان.
سوز جا سيني ۾ سنيرن. سهسين شور نوان نوان.

هن جي ڪافين ۾ تہ اها ئي ديسي رنگ جي دمڪ آهي. جنهن ۾ بي ساختگي. رواني ۽ لئي ڪاري شرط اولين آهي. جيڪو هنر سندن وڏڙن جو ورثو هو.

ليڪن ان چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو تہ ميان علي محمد قادري اهو شاعر هو. جنهن غزل کي مروجہ پارسي ۽ عربي لفظن جي گلڪاريءَ سان گڏوگڏ غزل کي سنڌي مزاج پڻ ڏنو ۽ اها پيڙهہ رکي. جن تي ايندڙ دؤر جي غزل گو شاعرن پنهنجي عمارت اڏي ان جو ثبوت ميان علي محمد "قادري" جا هينيان غزل آهن. جنهن ۾ پارسي ۽ عربي ترڪيبون گهٽ ۽ سنڌ جي مٽيءَ جي خوشبو وڌيڪ آهي.

غزل جو نمونو (1)

غم تہ دنيا ۾ گهڻا. پر عشق جو غم بي طرح
آهي هن عالم ۾ ليڪن هن جو عالم بي طرح

عشق واري سان برابر ڪيئن ٿي ماتم عام جو
ان جون آهون ان جون دانهون ان جو ماتم بي طرح

زخم دل تدبير سان، ڪڏهين نہ ڇٽندو اي طبيب!
ان جي لپري، ان جو ہرڪو، ان جي مرهم ہي طرح

حسن وارا ڪيترا، پر مٽ نہ پايان يار جي
ان جو غمزو ان جو رمزو، ناز دم دم ہي طرح

عشق اختياري نہ ڪڏهن ڪفر ۽ اسلام کي
ان جو مذهب، ان جي ملت "قادري" ڪم ہي طرح.

غزل جو نمونو(2)

زلف جي دام ۾، شل دل نہ اڙائي ڪوئي
جي وڃي اڙجي تہ ان کي نہ ڇڏائي ڪوئي.

مثل سرمي جي ڪري سهٽا اکين ۾ ٿا وجهن
آتشِ عشق ۾ جو دل کي جلائي ڪوئي

عيش عشرت جو مزو ڪين اچي ان کي پسند
دل اندر درد جو دونهون جو دکائي ڪوئي

جنهن جي حق ۾ جو لکيل روز ازل کان آهي
"قادري" ليک سو هرگز نہ مٽائي ڪوئي.

ميان علي محمد نہ صرف جوڙ جنسار جو شاعر هو پر تصوف جي باريڪ نڪتن تي بہ سندس نظر هئي. بنيادي طور تي سندس تعلق صوفي فقيرن جي ان لڙهي مان هو، جن کي هيءَ دنيا هڪ وڏو منجهدار پئي نظر آئي. جنهن ۾ ان ذات حقيقي کين اڇلائي امتحان پئي ورتو. صوفين جي سرتاج شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليہ. تڏهن تہ فرمايو آهي:

مون کي مون پرين، ٻڌي وڌو ٻار ۾،
اُيا ائين چون، متان پاند پسائين.

سچ پچ تہ اهو هڪ وڏو چئلينج آهي. انسان لاءِ، تہ هو هن موه داري دنيا مان بنا پاند پسائڻ جي نڪري وڃي. ان جو جواب ميان علي محمد قادري پنهنجي هڪ شعر ۾ ڏنو آهي، جيڪو سندس تصوف جي رمز. خيال جي اڏام ۽ تشبيهہ جو اعليٰ ڪمال آهي.

رهين جي بحر دنيا ۾ تہ مرغابي جان رہ آزاد.
اڏامي "قادري" جي تون تہ آلو ٿي نہ تنهنجو پر."

ميان علي محمد قادري هڪ Committed صوفي هو ۽ پنهنجي درازي مرشدن جي تقليد ڪندي پنهنجي نظريہ بابت واشگاف لفظن ۾ چوي ٿو:

نڪي مان مالڪي حنفي، نہ شافعي حنبلي آهيان
انهين جو عشق منهنجو مذهب آهي ۽ اهو رهبر

نهنائي ۽ نوڙت جو اهو عالم آهي جو پاڻ کي پيرن ۽ فقيرن ۾ بہ نہ ٿو قطاري، صرف هڪ عاشق ۽ دردمند سڏائي ٿو:

نہ مان پيرن فقيرن ۾، نہ ڪي رندن ۽ مُفتن ۾،
فقط هڪ عاشقِ جانان، مان داخل درمندن ۾.

بنا ڪنهن وڌاءَ جي تہ ميان علي محمد قادري پنهنجي شعرن ۾ تصوف جا ڪيترائي باريڪ نقطہ سهل ۽ سولي نموني اهڙي طرح سان بيان ڪيا آهن، جيڪي اهل دل ۽ دردمندن لاءِ بي بها نسخہ آهن. ان حوالي سان "ديوان قادري" ۾ ميان علي محمد قادري جڻ درياهہ کي ڪوزي ۾ سمايو آهي. اها وڏي ڪنجوسي ٿيندي، جي ميان غلام عباس "جوش" جي ان شعر جا ٽي بند پيش نہ ڪيا وڃن. جيڪي هن 'ديوان قادري' جي حوالي سان چيا آهن:

آهي عجيب خوشتر ديوان قادري
حڪمت سان پر سراسر ديوان قادري
جو ٿا ٿين پڙهڻ سان مخمور آدمي
گويا آ مئي جو ساگر ديوان قادري
هي معرفت حقيقت ۽ حسن عشق جو
اي جوش آهي دفتر ديوان قادري

"ديوان قادري" جي علمي حوالي سان ان دؤر ۾ وڏي اهميت ۽ افاديت هئي. جو تہ هن ديوان ۾شعر جا هڙيئي نمونا يعني حمد، مناجات، نعت، قصيده، ڪافيون، غزل، مخمس، مثلث، قطعہ، رباعيون، سہ حرفيون موجود آهن. ازنسواءِ ڪتاب جي پڇاڙي ۾ فرهنگ، تصوف جي معنيٰ ۽ علمِ عروض جي باقاعده سمجهاڻي بہ ڏنل آهي. ان حوالي سان "ديوان قادري" شاعري تي طبع آزمائي ڪرڻ وارن لاءِ هڪ بهترين رهنما بہ هو. ان جو اعتراف، ان دؤر جو استاد باڪمال جناب ماستر محمد پريل، ميونسپل ڪائونسلر لاڙڪاڻو پنهنجي "تقريظ" ۾ هيئن ڪري ٿو:

"اهڙو ديوان فاسي اردو ۽ سنڌي زبان ۾ هن کان اڳ نظر ڪو نہ آيو آهي. مطلب تہ هي ديوان هر هڪ شاگرد لاءِ خاص ڪري سنڌي شاعرن لاءِ نهايت مفيد بلڪ هڪ استاد آهي."

لکڻ کان ته گهڻو ڪجهه "ديوان قادري" تي لکي سگهجي ٿو. ليڪن ڊاڪٽر اياز قادري جي ڪتاب "سنڌي غزل جي اوسر" ۾ ڏنل سهڻين سٽن کان پوءِ ميان علي محمد قادري جي شاعري تي لکڻ طوالت جو باعث ٿيندو:

"ميان علي محمد قادري جي شاعري ساوڻ جي مينهن جي انهن بوندن مثل آهي. جن جي ڪرڻ سان ڌرتيءَ تي هڪ وڻندڙ خوشبو چؤطرف پکڙجي ويندي آهي. هو بنيادي طرح غزل جو شاعر آهي. هن جي دل ۽ دماغ تي حقيقي محبوب ۽ سندس پيارن جي سحبت ڇانيل آهي. تنهن ڪري سندس ڪلام تصوف جو آئينو آهي ... هن جي ڪلام ۾ هڪ خاموشي سان وهندڙ نديءَ واري رواني آهي. هن جو انداز بيان صبح جي نون ڪرڻن وانگر دلفريب ۽ هن جي خيالن ۾ جادو جهڙو گهرو اثر آهي."

### (6) سفر نامه

ميان غلام عباس "جوش"، "ديوان قادري" جي ديباچي ۾ رقمطراز آهي:

"عراق، ايران حجاز ۾ خاص رياستن چوڏهن معصومن عليهم السلام جي لاءِ خان بهادر حاجي امير علي خان لاهوري، او بي اي ( آرڊر آف برٽش ايمپائر) جي رفاقت ۽ قافله سالاري هيٺ پهريون ڀيرو جنوري 1924ع ۾، ٻيو ڀيرو آڪٽوبر 1924ع ۾، ٽيون ڀيرو مارچ 1925ع ۾ بصره، بغداد، ڪربلا، نجف اشرف، ڪاظمين، سامرو مسيب، ڪوفه، ملائن تخت گاهه نوشيران عراق ۽ ايران جي گرد نواحي ۾. حضرت امام موسيٰ رضا جي زيارت لاءِ مشهد مقدس پهريون ڀيرو 1924ع ۾، ٻيو ڀيرو 1926ع ۾ برحبذ سرو تربت حيدري، مشهد مقدس، مڪو معظم ۽ مدينو شريف. مارچ ۽ اپريل 1932ع مطابق ذوالقعد ۽ ذوالحج 1350هه ۾ سندس شعر جيڪو سفر ۾ چيل آهي. ملڪن ۽ روضن شريفن جي ملاحظات سندس سفرنامه ۾ تفصيل وار لکيل آهي، سو سفر نامو ڏسڻ وٽان آهي."

۽ جڏهن ان سفرنامي کي قادري قلم قبيلي پاران ذولفقار علي قادري صاحب جي سرپرستي ۽ نگراني ۾ ڇپرايو ويو ته اهو سفرنامو هڪ تاريخي دستاويز ثابت ٿيو. جنهن ۾ ان دؤر جي مختلف ملڪن جي سماجي ۽ مذهبي معلومات ڏنل آهي ۽ انهيءَ سفرنامي ۾ برسبيل ان سهيلي سنگت جو بہ ذڪر آيو جيڪي پنهنجي دؤر جون اهم شخصيتون هيون. جيئن نواب امير علي لاهوري، مرزا منوچهر بيگ وغيره وغيره.

### (7) حڪمت جا ڪتاب

حڪمت هڪ وڏو شعبو آهي. لاشڪ تہ ميان علي محمد قادري پنهنجي دؤر جا سنا حاذق حڪيم ۽ دواخانہ قادري لاڙڪاڻي ۽ ڪراچيءَ جا مهتمم بہ هئا. جنهن جو ذڪر سندس هم عصر وڏن ماڻهن بہ ڪيو آهي. ان حوالي سان سندس ڪيئي ڪتاب. حڪمت تي لکيل سندس يونيٽرن وٽ پيا آهن. انهن قلمي نسخن کي ڇپائي جي فيض عام ڪيو وڃي تہ اها ان شخص جي قدرداني ٿيندي ۽ خدا جي خلق کي فائدو رسندو.

### (8) ادب، دوستي ۽ ادب پروري

ميان علي محمد قادري نہ صرف هڪ اديب ۽ شاعر هو پر هو هڪ وڏو ادب دوست ۽ ادب پرور انسان هو. هن علمي جدو جهد سان لاڙڪاڻي ۽ سڄي سنڌ ۾ سنڌي ادب جي آبياري ڪئي، جنهن جي شاهدي پنهنجي دؤر جا وڏا مشاهير، نقاد، نڪتدان ۽ محقق ڏين ٿا.

ڊاڪٽر اياز قادري، "سنڌي غزل جي اوسر" ۾ لکي ٿو "1915ع ۾ بزم مشاعره قائم ٿيڻ لڳا، اڳ ئي وٽس شعر و سخن جون محفلون ٿينديون هيون، جنهن ۾ سنڌ جا استاد شاعر مختلف هنڌن تان اچي شريڪ ٿيندا هئا، جن ۾ شمس الدين "بلبل، فتح محمد سيوهاڻي "صغير"، مولوي محمد عاقل، مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي، حاجي محمود "خادم"، نواز علي "نياز" ۽ ٻين احبابن جي ڪوشش سان بزم مشاعره لاڙڪاڻي جو بنياد پيو. جنهن جي مرڪزي شخصيت ۽ صدر ميان علي محمد قادري هو. ڄڻ هو محفل جي شمع هو جنهن جي چؤگرد سڄي سنڌ جا شاعر اچي ڪٺا ٿيا ٿي."

انهيءَ جي تصديق سندس هم عصر پروفيسر رام پنجواڻي "ديوان قادري" تي لکيل تقرير ۾ فرمائي ٿو:

"لاڙڪاڻي ۾ بزم مشاعرو ميان علي محمد قادري صاحب ۽ ميان حاجي محمود جي سرجوشي سان تڏهن پيدا ٿيو. جڏهن ڪنهن کي بہ مشاعري ڪرڻ جو خيال نہ هو. ميان صاحب (قادري) ان ڪري سنڌ ۾ شاعري برپا ڪرڻ جي لحاظ کان شعر جي ترقي واسطي پاڻ پتوڙڻ جي ڪري مشاعري جو ابو ڪري ڪونجي تہ وڏائ نہ ٿيندو."

ميان علي محمد قادري جو سنڌي ادب جي واڌ ويجهہ ۾ اهو هڪ وڏو ڪارنامو ليکبو جو هن 1921ع ۾ سنڌ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي ۾

ڪونائي. هن ڪانفرنس ۾ سڄي هندستان جا ناميارا اديب ڪٺا ٿيا. جنهن ۾ شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ (جنهن صدارت ڪئي) مرزا منوچهر بيگ، احمد علي ڪامران، رئيس نجم الدين، غريب دهلوي، ڪاشف لکنوي، مرزا احمد خان، محمد بخش واصف، ماستر جمعو خان غريب، مولوي ثناءَ الله "ثنائي"، ماستر رازق ڏنو "سائل"، غلام سرور "فقير"، امير الدين همدم، حاجي محمود "خادم"، فقير عبدالقادر "بيدل" ۽ نواز علي "نياز" شامل ٿيا.

اهڙي طرح هن لاڙڪاڻي ۾ پنجين 1944ع ۽ ستين 1947ع آل سنڌ ادبي ڪانفرنس منعقد ڪرائي ۽ پنهنجي ادب پروري جو ثبوت ڏنو.

1919ع ۾ جڏهن آل انڊيا محمدن ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس خيرپور ۾ منعقد ٿي ته ميان علي محمد جي مهنداريءَ ۾ لاڙڪاڻي ضلعي جي شاعرن جو وفد اُن ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو.

1925ع ۾ آل انڊيا سنڌ محمدن ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس حيدرآباد جي موقعي تي ميان علي محمد جي اڳواڻي ۾ بزم مشاعره جي شاعرن جو وفد شريڪ ٿيو. سندس انهي سرجوشي جي ڪري لاڙڪاڻو شاعرن جو آکيرو سڏجڻ لڳو.

ان چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونهي ته ميان علي محمد قادري پنهنجي ذات ۾ ادب گاهه هو. سنڌ جي پربيڻ شخصيتن به جڏهن متانئس لکيو ته سندس ادبي حيثيت ۽ اخلاقِ حميده جو اعتراف ڪيائون. پير حسام الدين راشدي "هو ڏوٿي هو ڏينهن" ۾ سندس شخصيت جو بيان ڪندي چوي ٿو:

"نماڻو نهٺو. نيڪ. سڀاجهو منو ۽ مهربان. ڪنهن جي تيريءَ ميريءَ مان نه جاڻندڙن بزرگن جهڙي روش. اٿيءَ ويٺي ۾ ڏاڍي واضع داري. ائين پيو معلوم ٿيندو جڻ سڀني جو سرپرست ۽ سڄي محفل جو مربي آهي. سيئي جڻ سندس اولاد پيا سونهن."

پير علي محمد راشدي وري سندس شخصيت تي هيئن روشني وجهي ٿو:

"قادريه خاندان جو پڳدار. مرحوم مغفور علي محمد صاحب قادري پڻ شعر و شاعريءَ جو شغل ڪندو ٿي رهيو. نه فقط صورت ۾ بلڪ سيرت ۾ به بزرگ هو. سندس مٿي تي سنڌي طرز جي سفيد پڳ خاص طرح سان ڏاڍي سٺي لڳندي هئي. فارسي خواهه سنڌي ڪلام گهڻو چڏيائين. سندس همعصر شاعر کيس استاد ڪري مڃيندا هئا."

مخدوم محمد زمان طالب المولئ. پنهنجي ڪتاب "ياد رفتگان" ۾ هن طرح سان اظهار ڪري ٿو:

"مرحوم قادري سنڌي، فارسي ۽ اردو ۾ چڱي دسترس رکندو هو. وقت جي پختہ شاعرن ۾ سندس مقام مٿانهون هو. پاڻ سنڌ جي شاعر ميان غلام محمد "گدا" جو شاگرد هو. سندس ڪلام پڪو پختو ۽ وڻندڙ آهي. "بزم مشاعره" لاڙڪاڻو سندس محنت جو نتيجو آهي. مرحوم علي محمد قادري اوصاف فقيرانہ سان سينگاريل هو."

ميان علي محمد قادري جي علمي جدوجهد جو اندازو ان مان لڳائجي تہ هن نہ صرف ادبي ادارا قائم ڪيا پر سنڌي ادب جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ هن ميان غلام سرور "فقير" سان گڏجي 1922ع ۾ قادريہ پرنٽنگ پريس قائم ڪئي. جنهن مان 1922ع ۾ اخبار "الحقيقت" نڪرڻ لڳي. انهيءَ اخبار جي باني مان ميان علي محمد قادري بہ سنڌي صحافت ۾ پنهنجي جداگانہ حيثيت ٿاهي. ان کان پوءِ انهي پريس مان 1922ع ۾ "گلدستہ سنڌ" شايع ٿيو. ان جو ايڊيٽر ميان علي محمد قادري هو. هن ادبي رسالي سڄي سنڌ ۾ مقبوليت ماڻي. محمد هاشم "مخلص" گلدستہ سنڌ تي تبصرو ڪندي چوي ٿو:

"لاڙڪاڻي مان بزم مشاعره جي طرفان ماهوار رسالو "گلدستہ سنڌ" جو پهريون نمبر اسان کي پهتل آهي. واقعي عمده گلن جو مجموعو (گلدستہ) آهي. منجهس شعر و شاعري بابت عمدا مضمون ۽ سنڌ جي نامور شاعرن جا غزل شايع ٿين ٿا."

اهڙي طرح سندس شخصيت جا بيا بہ پهلو هئا. جن کي اجاگر ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي. سياست جي حوالي سان هو لاڙڪاڻي جي انهن عمائدين منجهان هو جن 18 آڪٽوبر 1938ع ۾ قائداعظم جي لاڙڪاڻي آمد تي کيس سپاسنامو پيش ڪيو هو. شروع کان وٺي ميونسپل ڪاميٽيءَ جو ميمبر ۽ سينيٽري ڪاميٽي جو چيئرمين رهيو. نواب امير علي لاهوري پريزيڊنٽ ميونسپل ڪاميٽي لاڙڪاڻي جو اهو معمول هو تہ هو گهوڙي تي چڙهي شهر جو دورو ڪندو هو. انهيءَ معمول ۾ ميان علي محمد قادري سان ملاقات ۽ مشاورت بہ هوندي هئي. تعليمي حوالي سان سندس گهڻيون خدمتون هونديون هيون. هو ڪافي عرصو چيئرمين، ميونسپل اسڪول بورڊ لاڙڪاڻو بہ رهيو.

اها اميد ٿي ڪجي ته سندس شخصيت جي انهن اهم پهلوئن
وساريل پهلوئن تي به اهل قلم ۽ اهل علم ضرور لکندا ۽ سنڌ جي سچيت ۽
سيرتيل شخصيت کي ضرور ساريندا، جنهن هن جهان مان 11 نومبر
[illegible]ع تائين بي لوث خدمت ڪئي ۽ پنهنجي نيرورتا ۽ جگياسي محن جو
اعلان ڪري موڪلائي ويو

ڪي سڏن سني ڪي شيعو ٿا چون سڀ خاص عام،
ڪي صفا صوفي سڏن، منهنجو پڙهي هي خوش ڪلام
... سوئي آهيان، جيئن چون مڙ پيا چون
بارهن پنجن چئن جو قادري آهي غلام

***

# محمد حسين مڪاني عرف فقير غلام حسين
# وساريل ڪاهوڙي

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي گنج ۾ سر ڪاهوڙي جو پهريون بيت آهي:

"مون سين ڏنا ماءِ، جنين ڏنو پرينءَ کي
رهي اچجي راتڙي، تن جُنگن سندي جاءِ
تنين جي ساجاءِ، ٽُرهو ٽيندو تار ۾"

متفق راءِ سان چيو ويندو آهي تہ اِهو بيت ڀٽ ڌڻيءَ عمومن سلطان الاولياءُ خواجہ محمد زمان لنواري وارن جي باري ۾ چيو آهي. ڪافي عقيدتمندن ۽ صوفي دوستن خاص ڪري ڊاڪٽر ساغر ابڙي جي تحقيق آهي، تہ سُر ڪاهوڙي آهي ئي خواجہ محمد زمان ۽ سندس جماعت جي باري ۾.

16 صفر 1130 هجريءَ ۾ شاهہ عنايت جي شهادت کان پوءِ سنڌ ۾ هڪ مانار ۽ مايوسي ڇانئجي وئي. 1150 هجري ۾ جڏهن خواجہ محمد زمان جي عمر صرف پنجويهہ سال هئي تہ هڪ نئين تحريڪ اُيرڻ لڳي. سندس ارد گرد ساٿين جو دائرو وسيع ٿيندو ويو. اِنهيءَ ڪري لطيف سائين بہ آخري عمر ۾ خواجہ محمد الزمان وٽ تشريف فرما ٿيا. ۽ سنڌ اندر هڪ نئين اُسرندڙ روحاني تنظيم جو جائزو ورتائون ۽ پنهنجا تاثرات سر ڪاهوڙيءَ ۾ بيتن جي ذريعي ڏنائون. سندس هڪ بيت مثال طور تي پيش خدمت آهي:

تان وَنءِ ويهي آءُ، اڳَ ڪاهوڙين جي،
جوش ڏنائون جيءَ کي، لڪائي لوڪان،
ڏوٿين ڪنهن ڏُڪان، سُمهي سک نہ ماڻيو.

حقيقت ۾ تہ هيءَ اُها نئين فڪري تحريڪ هئي، جنهن ۾ وحدت الشهود ۽ وحدت الوجود کي سلهاڙي پيش ڪيو ويو هو. مان اِن حوالي سان مولانا غلام محمد گراميءَ جي اُن مشهور تقرير جو حوالو ڏيندس، جيڪا هن خواجہ محمد زمان لنواري واري جي عرس جي موقعي يعني 19 نومبر 1974 تي سنڌي ادبي ڪانفرنس ۾ ڪئي هئي:

”حضرات، نقشبندي ٽيڙ جي معنيٰ ئي آهي، وحدت الشهود جو لازمي طور سان قائل رهڻ. ڪو نقشبندي بہ هجي ۽ وحدت الشهود جو قائل نہ هجي، اِها نا ممڪن ڳالهہ آهي يا اُهو اهڙو اجتماع الضدين آهي، جنهن جي تطبيق ڪرڻ کان اسان قاصر آهيون. بهرحال حضرت سلطان الاولياءَ جو اِهو انفرادي ڪمال آهي، جو پاڻ وحدت الوجود جي تائيد ۽ تصديق بہ ڪيائون ۽ اُن جي تجديد ۽ تڪميل بہ ڪيائون. تڏهن تہ فرمايائون:

سر تيون سٽ ڪپاهہ، ماريو مَ منصور کي
ٿي ترڪيب تباهہ، وحدت وائي وات ۾.

هڪ طرف خواجہ محمد الزمان جي سنڌ ۾، اِها هڪ نئين صوفياڻي تحريڪ هئي، جنهن ۾ وحدت الوجودي ۽ وحدت الشهودي صوفين کي ملائي هڪ ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي تہ ٻيءَ طرف تزڪيہ نفس ۽ روحانيت جي حوالي سان اهو غير متعصبانہ فڪر هيو، جنهن ۾ هندو مومن ٻنهي فيض پئي ورتو. سندس باري ۾ اِها هڪ مشهور روايت آهي، تہ هڪ هندو ڌرم سان تعلق رکندڙ ماڻهو سندس خانقاهہ ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ ”اسم اعظم جو وظيفو عطا ڪيو وڃي. تہ پاڻ اُن کي اسم اعظم جي وظيفو ڏيڻ جو اقرار ڪيائون تہ هڪ مسلمان مريد اعتراض واريو تہ اسم اعظم جو وظيفو وٺندڙ غير مسلم آهي. تہ پاڻ فرمايائون تہ ميان تو کي مسلماني جي ڪهڙي خبر.“

سندن اهڙي تعليم کان متاثر ٿي، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان ماڻهو خانقاهہ تي اچڻ لڳا. جنهن کي اڳتي هلي”مڪان پاڪ“ جي نالي سان سڏيو ويو. پاڻ کين رضا، توڪل، صبر ۽ سخاوت جو سبق ڏني، اُهو ”ڪاهوڙي“ پئي بڻايو جن وحدت الشهود واري ڪامل ارادي، مڪمل ادب ۽ عجز کي سامهون رکي، وحدت الوجود واري واٽ پئي ورتي.

اهڙيءَ ريت سنڌ جي سماج ۾ اعليٰ انساني آدرشن جي آبياري پئي ٿي. لفظ "ڪاهوڙي" جي عام طرح معنيٰ اِها آهي "ذات ڏوريندڙ يا جبلن تي ذات ڳوليندڙ" پر ٻي معنيٰ آهي. ڪاهوڙي ڪاهيندڙ يا ڏوريندڙ ۽ اصطلاحي معنيٰ آهي ارادي جا پڪا ۽ اٽل فيصلي وارا ـــ حقيقت ۾ تہ سلطان الاولياءَ جي پٽيان هلندڙ اُهي نظرياتي ماڻهو هيا. جن نئون سماجي معاهدو ترتيب پئي ڏنو۔ جنهن ۾ هر "انسان کي جيئو ۽ جيئڻ ڏيو" جو سبق هيو.

اهڙين ئي ڪاهوڙين مان محمد حسين ولد محڪم الدين جوکيو بہ هڪ هيو ۔ جيڪو اصلي لسبيلي جو رهاڪو ۽ حق جو ڳولهائو هيو ۔ جنهن سلطان الاوليا محمد الزمان جي هٿ تي بيعت ڪئي. ۽ پوءِ اِهو مريدي ـــ خادمي جو سلسلو پشت با پشت هلندو آيو ۔ ۽ پوءِ محمد حسين جوکيو جي اولاد مرشدن جي مڪان پاڪ جي قربت ۽ نسبت سان "مڪاني" سڏائجڻ لڳي ۔

حضرت سلطان الاولياءَ خواجہ محمد الزمان جي اولاد جي سلسلي مان جيڪي مسند نشين بزرگ ٿيا ۔ اُهي هيٺين ريت آهن.

1. خواجہ گل محمد محبوب الصمد 2. حضرت غوث عالم خواجہ محمد زمان ثاني 3. حضرت خواجہ محمد حسن مهاجر مدني 4. حضرت خواجہ محمد سعيد مهاجر مڪي 5. حضرت خواجہ احمد زمان 6. حضرت خواجہ قبلہ پير گل حسن ۔

۽ خاص مريدي سلسلي مان محمد حسين جوکيي جو سلسلو بہ هيٺين ريت هلندو آيو:

1. صوفي فقير عبدالله 2. معلم محمد حسين مڪاني 3. فقير عبدالله مڪاني 4. آخوند محمد حسين مڪاني 5. حاجي عبدالله مڪاني 6. ماستر محمد حسين مڪاني عرف صوفي غلام حسين ۔

ماستر محمد حسين مڪاني عرف صوفي فقير غلام حسين مارچ 1888ع ۾ سنڌ جي تعليمي مرڪز پاٽ ۾ ڄائو جو سندس والده ماجده جو تعلق "پاٽ" سان هيو. جڏهن تہ والد حاجي عبدالله مڪاني جو ڳوٺ هاٿوڪي سڪرنڊ مورو تعلقي جي پراڻي ڳوٺ "ملڪ" سان هيو.

محمد حسين مڪاني پرائمري تعليم پاٽ ۾ حاصل ڪئي ۽ پوءِ سنڌي فائنل جو امتحان بہ اُتي ڏنائين ۽ سڄي سنڌ ۾ پهريون نمبر حاصل ڪيائين. سندس هم عصر ۽ ڪلاس ميٽ مرحوم قاضي اختر علي جو والد قاضي غلام مصطفيٰ صاحب بہ هيو.

جيئن ئي سنڌي فائنل پاس ڪيائين تہ کيس "پاٽ" جي پرائمري اسڪول ۾ نوڪري ملي. اُتي هن پنهنجي محنت سان بهترين اُستاد جي حيثيت سان نالو ڪڍيو. اُن کان پوءِ ٽريننگ جي لاءِ "ٽيچرس ٽريننگ اسڪول جهوناڳڙھ" موڪليو ويو. جتي بہ هن پهرين پوزيشن حاصل ڪئي ۽ پوءِ نوڪري سانگي ٺاٽي بولا خان ڪوٽڙي، ڪراچي ۽ سنڌ جي مختلف شهرن مان ٿيندو لاڙڪاڻي پهتو ـ لاڙڪاڻي ۾ سندس علمي قابليت جي هاڪ مچي وئي. 1922ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي جي هيڊ ماستر مسٽر ايل ـ پي واڌواڻي کيس اسڪول ۾ ٽيچر ٽيڻ جي آفر ڏني. جيڪا هن قبول ڪئي. اُن وقت گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي جا ڪلاس ٽريولر بنگلو ۾ هلندا هيا. جيڪو هاڻوڪي ميونسپل هاءِ اسڪول جي لڳو لڳ هيو. جنهن کي ان وقت وڊيل باغ بہ ڪري سڏيو ويندو هو. ياد رهي تہ گورنمينٽ هاءِ اسڪول 1919ع کان شروع ٿيو هيو. جڏهن انسپيڪٽر آف اسڪولس سنڌ، گورنمينٽ هاءِ اسڪول جي اِنسپيڪشن تي آيو تہ هن اعتراض واريو تہ اپائنٽمينٽ ميرٽ تي ناهي جو استاد صرف سنڌي ست درجا فائنل پاس آهي. هيڊ ماستر وراڻيو تہ "سائين جي منهنجي وس ۾ هجي ها تہ هن عالم شخص کي پنهنجي چيئر تي ويهاريان ها." انسپيڪٽر صاحب، ماستر محمد حسين مڪاني جي انگريزي ۾ ٽيسٽ ورتي. تہ انگريزي ٻوليءَ تي دسترس ڏسي حيران رهجي ويو. پڇيائين "انگريزي ڪيئن پڙهيو آهين؟" جواب ۾ چيائين، "شوق پڙهائي آهي." ان کان پوءِ پڇيائين. تہ "تنهنجو پسنديده سبجيڪٽ ڪهڙو آهي؟"ـ جواب ڏنائين. "مئٿميٽڪ" ۽ انهيءَ سبجيڪٽ ۾ کيس 72 حسابن جا درجا لکرائي چيائين تہ ٻن ڪلاڪن اندر ڪري ڏيکار. تہ ماستر محمد حسين مڪاني وراڻيو تہ "سائين ڪري ڏيکاريانوَ يا انهن جا جواب اِتي جو اِتي ٻڌائي ڇڏيانوَ. پوءِ جڏهن 72 ئي حسابن جا جواب اُتي جو اُتي ٻڌائيندو ويو تہ انسپيڪٽر آف اسڪولس سنڌ لاجواب ٿي ويو. ۽ اپائنٽمينٽ کي ميرٽ تي ڪرڻ جا ريمارڪس ڏئي هليو ويو.

1922ع کان 1931ع تائين گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي جو هر دلعزيز اُستاد رهيو. غير نصابي سرگرمين ۾ بہ هن گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ نمايان ڪم ڪيو. پاڻ جيئن تہ فوٽ بالر هيو. ان ڪري گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي جي فوٽ بال ٽيم کي ڪراچي ۽ جهوناڳڙھ تائين وٺي ويندو هيو. ۽ ٽورنامينٽ کٽرائي ايندو هو. نہ صرف

اسپورٽس ۾ پڻ ثقافتي ۽ ادبي سرگرمين ۾ بہ هاءِ اسڪول کي وڏي اوڄ تي پهچايائين. اسڪول ۾ منعقد ٿيندڙ مشاعرن ۾ حصو ورتائين. سندس ئي شعر جي هڪ طرح تي مزاحيہ مشاعري جو اهتمام ٿيو.

آلجبرا سڀ جهڳڙا

اسان جا ٿين ڪڙڪي ويا

اهڙي طرح شاهہ جي سورمين تي هن ڪيترا اڪيڊمڪ اسٽيج ڊراما تخليق ڪيا. هو هڪ لائق فائق اُستاد هو۔ ذهين شاگردن کي ننڍين پائرن وانگر پائيندو هو. سندس شاگردن ۾ لاڙڪاڻي جي ڪيترن ئي معزز شخصيتن کي ڳڻائي سگهجي ٿو. جنهن ۾ ميڊم اشرف عباسي ۽ ڪامريڊ عبدالقادر عباسي آهن. ليڪن علم و ادب جي حوالي سان ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو ۽ رام پنجواڻي قابل ذڪر آهن. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي لکيل پهرين ڪتاب"وينجهار" ۾ "پہ اکر" جي عنوان سان سندس باري ۾ هيئين ريت اظهار آهي:

"عزيزي مسٽر محمد حسين صاحب مڪاني جو تهدل سان شڪر گذار آهيان. جنهن آنڌيءَ مانجهيءَ سڏيءَ سڏ ڏنو."

اهڙي طرح رام پنجواڻي پنهنجي هڪ خط ۾ پنهنجي اُستاد محمد حسين مڪانيءَ کي مجتا ڏيندي لکيو آهي، تہ.

"رام پنجواڻي کي، رام پنجواڻي بڻائڻ ۾ سائين محمد حسين مڪاني صاحب جو وڏو هٿ آهي."

1932ع کان پوءِ کيس لاڙڪاڻي ضلعي جي انڊيجينس اسڪولس يا عرف عام ملان اسڪولن جي ڊپٽي ايڊيوڪيشنل آفيسر جي آفر تي، جيڪا پاڻ قبول ڪيائين. کيس مختلف اسڪولن جي جاچ پڙتال ڪرڻ لاءَ اُٺ ۽ جٽ مليل هوندو هيو.

سندس ايمانداري ۽ سختي سڄي ضلعي ۾ مشهور هئي. سندس ايامڪاريءَ جي دوران سندس پٽ عبدالله مڪاني "ديني مدرسي" ۾ ٻيو درجو پڙهندو هيو. ٻي درجي جي امتحانن ۾ عبدالله مڪاني پهريون نمبر آيو. تہ پاڻ ان نتيجي کي رد ڪري ٻيهر امتحان وٺڻ لاءِ چيائين. ان دؤر ۾ ايڊيوڪيشنل سپروائيزر ميان محمد ابراهيم عباسي ۽ محمد عثمان چانڊيي، سندس پٽ جو ٻيهر امتحان ورتو ۽ نتيجي کي جڏهن صحيح قرار ڏنائون تہ مطئمن ٿيو.

ائين هڪ ٻيو واقعو بہ سندس حوالي سان عبدالله مڪاني صاحب ٻڌائي ٿو. تہ "هڪ ڀيري سندس غير حاضري ۾ قنبر تعلقي جي مدرسي جو مولوي هرڻي ڪٺي گهر پهچائي ويو. جڏهن بابو سائين آيو تہ سخت ناراض ٿيو ۽ مون کي چپاٽ هڻي چيائين تہ تو هرڻي ورتي ڇو...؟ سندس غصو ايسيتائين ٺڏو نہ ٿيو، جيسيتائين اُها هرڻي واپس نہ ٿي."

ايمانداريءَ ان کان وڌيڪ ٻي ڇا چئبي تہ 39_1938ع ڌارا قادر بخش ٽالپر ٽنڊي جان محمد جو مير صاحب، سندس دوست ۽ پير ڀائي هو. بيمار ٿيو تہ ڪراچي اسپتال ۾ محمد حسين مڪاني سندس تيمارداري ڪرڻ لڳو. پر مير صاحب جو وقت ويجهو اچي چڪو هو. مير صاحب مائٽن جي سامهون محمد حسين مڪاني کي چاليهہ هزار روپيہ ڏنا ۽ چيائين تہ "فقير غلام حسين تون رک. تنهنجي فقيري حال جي اسان کي خبر آهي توکي اهي ڪم ايندا." محمد حسين مڪاني سندس دل رکڻ لاءِ پئسا تہ ورتا. پر سندس لاڏاڻي کان پوءِ اُهي پئسا لوڪل بورڊ ۾ اِن شرط تي جمع ڪرايا تہ ٽنڊي جان محمد ۾ مير قادر بخش جي نالي تي اسڪول نهرايو ويندو. ۽ پوءِ اُهو اسڪول جڙي راس ٿيو.

درگاهہ لنواري شريف جي مرشدن طرفان جڏهن حڪم ٿيو تہ درگاه کي سندس خدمتن جي ضرورت آهي، تہ پاڻ 1942ع ۾ پرميچوئر رٽائرمينٽ وٺي. پنهنجي روحاني مرڪز سان منسلڪ ٿي ويا.

خواجہ احمد زمان جي وصال کان پوءِ حضرت قبلہ پير گل حسن جڏهن دستاربندي پئي ڪئي، تہ اُن موقعي تي سندس چيل مدح مشهور آهي. جنهن جو ذڪر، عبدالرحمان نقاش ۽ آسودو مل چاندواڻي جي ترتيب ڏنل ڪتاب "ذڪرڻ ڏنو چنڊ" ۾ هيٺين ريت بيان ٿيل آهي:

"جماعت جي مشهور شاعر ۽ پنهنجي زماني جي ممتاز تعليمي ماهر صوفي غلام حسين پنهنجي هڪ مدح ۾ حضرت جن جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

فضل داور ٿو ڪيي، ڇا ٿو ڪري چرخ ڪُهن
جي گهلي باد ـ خزان، آخر صبا ايندي چمن
ابر باران تازگي ڏيندو اُها ئي کي گلن
اڄ نرالي رنگ ۾ پوشاڪ پهري جانِ ـ من
صورتِ زيبا چنين نامش وري ٿيو گل حسن.

1989ع ۾ لنواري شريف ادبي ڪميٽي جي طرفان متين ڇپيل ڪتاب جي ارپنا جماعت جي اهم شخصيتن جي نالي هيٺين ريت ٿيل آهي.

"ارپنا ــ هي ڪتاب دل جي گهراين سان

مير حاجي سهراب ڪڏڙو (سانگهڙ)، آخوند الهڏنو بوبڪائي، خليفو محمد صديق ٻلهڙيجي (ڏوڪري)، **فقير غلام حسين لاڙڪاڻوي**، ڊاڪٽر الهرکيو آزاد لنواري شريف (بدين) سيد باغ علي شاهه لکنوي ۽ محمد ابراهيم مڪاني ٻلهڙجي کي ارپيون ٿا. جن جي روايتن ۽ ابتدائي ڪوشش هن ڪتاب جي اشاعت کي ممڪن بڻايو."

محمد حسين مڪاني عرف صوفي غلام حسين نه صرف سنڌيءَ تي دسترس رکندو هيو. پر پاڻ جي علمي ۽ ادبي پس منظر رکڻ جي ڪري ڪيس پارسي ۽ عربي تي عبور حاصل هيو. هن سلطان اولياءُ خواجه محمد الزمان جي پارسي ۾ لکيل ملفوظات کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ۽ 1951ع ۾ محمدي پريس لاڙڪاڻي مان ڇپايو. سندس ترجمو ٿيل، ڪجهه ملفوظات پيش خدمت آهن.

1.ـــ خلق جو عالم، افضل آهي، امر جي عالم کان ڇاڪاڻ ته ظهور اُن مان ئي حاصل ٿئي ٿو.

2ـــ معراج جي رات سواءِ انسانيت جي، ٻيو ڪو آخري پردو ڪو نه رهيو.

3ـــ مراقبي جو نمونو ٻليءَ کان سکڻ گهرجي. جيڪا ڪوئي جي ٻر تي جوهه ماري ويهندي آهي.

4ـــ جنهن کي محبت ناهي، تنهن کي ايمان ناهي. جنهن کي اطاعت ناهي، تنهن کي ذڪر ناهي.

5ـــ انسان قائم آهي، خيال تي، خيال گم ٿيو انسان به گم ٿي ويندو.

6ـــ جڏهن فڪر تمام گهڻو ٿيندو تڏهن خدا حاصل ٿيندو.

7ـــ جڏهن خاڪ جي وصف کي پهچندين، تڏهن پائنج ته سير سلوڪ پورو ٿيو.

8ـــ جهڙيءَ طرح ٻه گدرا مٽ ۾ نه ٿا اچي سگهن. ان طرح دنيا ۽ آخرت به هڪ ئي وقت هٿ نه ٿا ڪري سگهجن.

9ـــ سچي صحت ۽ مسرت فقيري ۾ آهي. ليڪن فقيري غربت جو نالو آهي، نفساني خواهشن کي مٽائڻ جو نالو آهي.

10ـــ جو طالب خود کي فنا نہ ٿو ڪري. محض وظيفن ۽ درودن جي ذريعي حق تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. خدا کي اُن جي وظيفن ۽ ورد جي پرواهہ ناهي.

11ـــ اسان جو طريقو هٿ هاج ۾، دل يار ڏي هجي.

سلطان اولياءُ خواجہ محمد زمان جا ملفوظات ڪل 446 آهن. هر هڪ قول معرفت جو موتي، توحيد ۽ سلوڪ جو ياقوت والماس مثل آهي.

ان کان سواءِ محمد حسين مڪاني عرف صوفي غلام حسين جو اڻ ڇپيل مواد، قلمي نسخي جي صورت ۾ "سوانح حيات حضرت خواجہ احمد زمان" لنواري شريف جي ادبي ڪميٽي وارن وٽ اجا موجود آهي ۽ ڇپائيءَ جو منتظر آهي.

کيس مذهبي شاعريءَ تي بہ ملڪو حاصل هيو. ان ڪري جماعت ۾ سندس مداحون، مُناجاتون، قصائد ۽ نعتون نهايت مشهور هيون. جيڪي اڄ بہ ڪيترن کي بر زبان ياد آهن. جن جا ڪجهہ بند، مثال طور پيش آهن.

ڏوهہ ڏوهيءَ جا ڪروڙين
مثل واريءَ جي اپار
چا صغيرا، چا ڪبيرا
ناهہ تن جو ڪو شمار
عُفو جي فرمان سان
سائين ستر ڪر ڪو ستار
انت شافعي، انت ڪافي
انت مولا، تون غفار
رحم واري ذات تنهنجي
رحم ڪر پروردگار
رحم تنهنجو ٿو نهاريان
رحم تنهنجو بي شمار

❊

سپ نڳيءَ جا ناهہ ناهيم
ڪو نہ پاڙيم ڪو اڪر
ٻاجهہ پريا ٻاجهہ ڪر
ڪر نہ مون کي دربدر

❊

کر ڪرم خيرالواري، يا رحمت العالمين
شافع روز جزا، يا رحمت العالمين

سندس پٽ سائين عبدالله مڪاني ٻڌائي ٿو تہ "هڪ دفعي امان سخت بيمار ٿي پئي، ايسيتائين جو بدن جي ڪل بہ لهي ويس. گهڻي دوا درمل کان پوءِ بہ سندس جان آجي نہ پئي ٿي. بابا هڪ مناجات جوڙي وڏي عجز سان امان جي مٿان پڙهڻ لڳو.

شهنشاه مشڪل ڪُشا، اڄ ٻاجهہ تنهنجي ٿي کپي
درد جا دارون دوا، اڄ ٻاجهہ تنهنجي ٿي کپي.

نتيجي ۾ امان ٻن هفتن اندر نيڪ ٿي وئي. "

بقول سائين عبدالله مڪاني جي، تہ سندس ڪافي لکيل مواد گهر ۾ ڪاٺ جي پيتين ۾ موجود هيو. جيڪو اڏوهي جي ور چڙهي ويو. حتاڪ، اُهو سروس بوڪ بہ جنهن سان سندس ملازمت واري زندگيءَ جو احوال ترتيب ڏئي سگهجي پيو.

"گلزار سعادت " نالي مناجاتن ۽ مدحن جو ڳٽڪو جماعت جي هڪ ميمبر طرفان ڇپايو ويو هو. جنهن ۾ سندس ڪافي شاعري هئي. جيڪو هن وقت اڻ لڀ ٿي چڪو آهي.

محمد حسين مڪاني عرف فقير غلام حسين شريعت ۽ طريقت جا صاحب هيا. نماز پڙهڻ وقت، تڪبير چوڻ کان پوءِ دنيا و مافيها کان بي خبر ٿي ويندا هيا. ٻاهريون گوڙ ۽ شور، ايسيتائين جو دهل ۽ شرناين جو آواز بہ متاثر اثرانداز نہ ٿيندو هو. مراقبي ۽ ذڪر قلبي سان ڪين رغبت هئي. اِنهيءَ مراقبي ۽ ذڪر قلبي جي اسرار کي سمجهڻ ۽ انداز کي اختيار ڪرڻ لاءِ، وقت جا عالم سندس وٽ ڪهي ايندا هيا. مولانا غلام رسول جنهن جا خطبہ مشهور آهن. اُهو بہ وٽس رشد ۽ هدايت وٺڻ لاءِ ايندو رهندو هيو.

68 سالن جي عمر ۾ جڏهن بيمار ٿيا تہ اڳواٽ ئي سين کي ٻڌائي ڇڏيون تہ "اسان وڃڻ وارا آهيون." دوستن، احبابن ۽ پير پاين کيس عرض ڪندي پڇيو تہ "اوهان کان پوءِ روحاني صحبت ڪنهن سان ڪجي." تہ وراڻيائون، "هاڻي روحاني صحبتن جو دؤر ختم ٿيو. هاڻي هر ڪنهن کي صحبت پاڻ سان ڪرڻي آهي." سن 1956ع ۾ پاڻ وفات ڪيائون ۽ لاهوري محلي لاڙڪاڻي جي وڏي مقام ۾ مدفون آهن.

اولاد ۾ کيس ٽي پٽ ۽ هڪ نياڻي ٿي. ٻهريون پٽ احمد علي مڪاني مرحوم، سرڪاري ملازمت اختيار ڪئي ۽ سپرنڊنٽ جي حيثيت سان

رٽائرڊ ڪيو. ٻيو پٽ مرحوم ڪامريڊ شوڪت علي مڪاني سنڌ جو ٻي باڪ ۽ ارڏو صحافي ٿي گذريو آهي ۽ هاري تحريڪ جي حمايت ۾ جيل به ويو ڳيائين. ٽيون پٽ عبدالله مڪاني جيڪو ميونسپل هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر ٿي رهيو ۽ پوءِ ايڊيشنل ڊائريڪٽر ايڊيوڪيشن جي عهدي تان 1991ع ۾ رٽائر ٿيو حال حيات آهي. سندس پوٽن ۾ محمد حسين مڪاني ڊسٽرڪٽ اسپورٽس آفيسر لاڙڪاڻو منهنجي ننڍپڻ جو محرم راز دوست آهي، جيڪو پنهنجي ڏاڏي جي روحاني ۽ جسماني نقش قدم تي روان دوان آهي.

ماستر محمد حسين مڪاني عرف صوفي فقير غلام حسين لاءِ سندس ئي ڪامل مرشد سلطان اولياءَ خواجه محمد زمان جو اُهو بيت ارپجي ته بهتر ٿيندو. يقين آهي ته اُهو بيت ئي سندس روح کي سڪون ۽ آرام بخشيندو.

صنم سو ئي ٻانءِ، جو دل رهائي دوست ڪان
ٿياسي ئي ٿانءِ، جي هميشه حضور ۾.

❊❊

# انيس انصاري
# پرمل ۽ نرمل انسان

سوامي هر ديال جي سسنسڪرت ٻوليءَ جو مها ڪوي ٿي گذريو آهي. ان جو هڪ شعر آهي:

گير گير مين ماڻڪ نهين، گج گج موتي ناهه
چندن ترو بن بن نهين، پور پور ساڌو ناهه

(هر سمنڊ ۾ ماڻڪ ناهي. هر هاٿي موتين لائق ناهي هر بن ۾ چندن ڪونهي. هر وستيءَ ۾ ساڌو ناهه.)

اها ڪيڏي نه خوش نصيبي هئي منهنجي، جو مان لاڙڪاڻي جي لاهوري محلي جي ان ڪنڊ ۾ رهان ٿو. جتي انيس انصاري جهڙو دلڏير، دلساز ۽ جوتي سروپ ساڌ رهندو هو.

27 آڪٽومبر 1996ع تي انيس انصاري مون کي پنهنجي افسانن جو مجموعو "انيس جا افسانه" ڏنو. جنهن جي مهڙين صفحي تي سندس هٿ اکر لکيل هئا.

"سٺي ڪهاڻيڪار ۽ سٺي پاڙيسري جناب منظور ڪوهيار کي سڪ سان."

مان سوچيندو رهجي ويس تہ اهو ريمارڪ انيس انصاري منهنجي لاءِ لکيو يا پنهنجي لاءِ؟ دراصل اسان جهڙن ٻاهرن ڪنڊن ڪي بہ درخت سڏڻ اهو ڪم ساڏن جو. جيڪي هميشہ نير ورتا واري حالت ۾ هوندا آهن. تڏهن تہ ڪنهن هندي شاعر چيو آهي.

سادهو اور پارس مين بڙا انتر جان

وه تانبا سونا ڪري. وه ڪري آپ سمان.

انيس انصاري ڀهريائين تہ مون لاءِ صرف چاچو الله بخش هو. چوجو هُو اشتياق انصاريءَ جو والد هو. ۽ ان وقت لاڙڪاڻي جي روال رانديگرن جو نظريو هو تہ هڪ ٻئي جي والدين جو حد کان وڌيڪ (چمچا گيري جون هڙيئي حدون اورانگهيندي) احترام ڪيو وڃي تہ جيئن گهر ۾ رانديگرن جي عزت ۽ حيثيت ٿئي ۽ ٽوئر لاءِ وقت سر اجازت ۽ پئسو ملي.

ٻي حوالي سان بہ نياز نوڙت هئي جو. هو پاڙي جي بزرگن منجهان هو. سندس گهر ۽ منهنجي گهر ۾ صرف ستن فٽن جي ويڪري وٿي گهٽيءَ جي صورت ۾ هئي. اسان جي ننڍي وهي وارن جو ان زماني ۾ اهو آدرش هو تہ پاڙي جي بزرگن کي "فرمانبرداري" واري پرم رکڻ لاءِ هر هر سلام ڪجي. ڪڏهن ڪڏهن تہ اسان بزرگن کي چيڙائڻ خاطر بہ سلامن جي يلغار ڪندا هياسي. چاچو الله بخش بہ هڪ ڏينهن ان آزمائش مان گذريو. هو ان وقت پنهنجي سڪ ساءَ واري سان گهر جي در ٻاهران گفتگو ۾ مصروف هو. اسان انن جڻن صلاح ڪري واري واري سان کيس سلام ڪيوسي. هن مشڪي هر هڪ کي جواب ڏنو. وري موٽ ڪائيندي کيس سلام ڪيوسي. اهڙي ريت چار چڪر هڻي. ٻنيهہ سلام ڪري ٿڪجي پياسي. پر چاچو الله بخش نہ ٿڪيو. هر وار مشڪندو رهيو ۽ سلام ورائيندو رهيو.

آخري عمر تائين بہ "ياران ڪهن" کان وٺي. نوجوان. جنهن ۾ خاص ڪري امام راشدي. نئين ديري مان ڪهي ايندو هو. چاچو الله بخش طبيعت جي ناسازيءَ جي باوجود بہ در تي بيٺي بيٺي ساڻن خوش و خير عافيت ڪري وٺندو هو. ڪڏهن بہ کين مايوس نہ ڪيائين ۽ نہ وري منهن ۾ گهنج وڌائين.

حقيقت ۾ تہ انيس انصاريءَ سان منهنجي واقفيت تڏهن ٿي. جڏهن مون ادب پڙهڻ شروع ڪيو هو. "اشتياق انصاري" نہ ٻڌائي ها تہ انيس انصاري بابا جو قلمي نانءُ آهي تہ پڪ سان مان کيس ڪنهن چوڪريءَ جي تصور ۾ نڏان روپ ڏيان ها. بس ان ڏينهن کان وٺي "انيس انصاري" جو مضمون يا افسانو مون لاءِ فخر جو باعث بڻيو. مون کي ياد آهي تہ جڏهن

سندس ڪهاڻي "اداس پليئر" سوجهرو ۾ ڇپي تہ مون ميگزين ڪٽي لئي ويهاري هئي.

"هي انيس انصاري جو افسانو اداس پليئر آهي. اسان ڪرڪيٽ جي رانديگرن تي لکيل آهي... اشتياق جو والد آهي. وغيره" ٻين لفظن ۾ مون ڄڻ ائين پئي ٻڌايو تہ سندس لکڻ ۾ اسان رانديگرن جو وڏو هٿ آهي.

اهو پلو وقت هو. هر سٺي شي کي پنهنجي own ڪرڻ جو ۽ هاڻي dis own ڪرڻ جو وقت آهي... خبر ناهي تہ اها اجائي انفراديت ۽ پاڻ پڏي وارو مرض ڪٿي پهچائيندو؟

ننڍي ٿهي، وڏي ٿهي يا generation gap جو بحث پنهنجي جاءِ تي. پر حقيقت ۾ اسان سڀ متاثرين جي نسل منجهان آهيون. اسان پنهنجي وڏن جي ڳڻن کان متاثر ٿي معاشري جي تشڪيل ڪيون ٿا. خير، ڪو مڃي يا نہ مڃي پر پاڻ ۾ جيڪي بہ ٿورا ٿڪا گڻ آهن. سي بزرگن جي تربيت جي طفيل آهن.

جي ڪٿي مهمان نوازي ۽ شفقت جو ذڪر ايندو تہ منهنجي اکين آڏو اهو منظر ضرور ڦرندو. جنهن زماني ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ۽ مهراڻ يونيورسٽي کي اڻ نون مهينن لاءِ تالا لڳي چڪا هئا. "شيرين سومرو" ۽ "ميجر ڪفايت" واري واقعي ڪري ـــ گهڻو ڪري تہ 1978ع جا پڇاڙڪا مهينا هئا. اسان واندا مل هڪ ٻئي جا اڻ ڪونيا مهمان ٿي رهندا هياسي. خبر پئي تہ اشتياق وڃي ڪراچي وسائي آهي. چو تہ ان دؤر ۾ چاچو الله بخش ايڊيشنل سٽي ماجسٽريٽ هو ۽ جيڪب لائن جي هڪ فليٽ ۾ اڪيلو رهندو هو.

سچائيءَ ۾ ڪراچي گهمڻ جو بہ هڪ پنهنجو مزو آهي. سو اوٽ موٽ جو ڪرايو ڪٽي سڌو اچي جيڪب لائين جي فليٽ ۾ ديرو ڄمايوسي، "ابي جي گهر مزمان. اسان جي دل کي لوڏو ئي نہ." جي تحت اشتياق انصاري اسان جي خوب خدمت ڪئي. رات جو رلي پني دير سان اچي سمهندا هياسين. چاچو الله بخش صبح سان سويل اٿندو پنهنجي ناشتي سان گڏ اسان جو ناشتو بہ ناهي ڇڏيندو ۽ پوءِ اٿاري چوندو.

"بابا، ڪجھ اٿي، ڪائو پيئو ۽ پوءِ وري سمهي پئو."

اسان هر روز شرمسار ٿيندا هياسين ۽ نڪ جي پڪائي سان اٿي، ڪائي پي ۽ پوءِ دل ئي دل ۾ عهد ڪندا هياسين تہ اڳتي ڪيس تڪليف ناهي ڏيڻي. پر پوءِ اها ساڳي ڪار. جيئن چوڻي آهي:

"عادت نہ متي عادتي، علت مور نہ جاءِ.
اُٿ ٻوي ڪُٽڪ ۾، چُڻ چڻ ڪندا ڪاءِ."

پر اسان جي خطائن ڪري، هن پنهنجي عطائن ۾ ڪمي نہ آندي، اسان بہ خير سان ذري گهٽ مهينو رهي پوءِ موٽياسين.

چاچي الله بخش جي مزاح بہ ڏاڍي گهري ۽ معنيٰ خيز هوندي هئي.

جيتري قدر ياد ٿو پوي تہ ان زماني ۾ چاچو الله بخش لاڙڪاڻي ۾ نوڪري ڪندو هو. گهڻو ڪري تہ روينو ڪاتي ۾... اشتياق کي ڪي ڪاغذ اٽيسٽيڊ ڪرائڻا هيا .... ان زماني ۾ اهو منظر عام هو تہ ڪم ڪنهن هڪ رانديگر جو هوندو، باقي، ٻئيان لالوءَ وارو لشڪر سان.

ان جو ڪم ان ڪري جلد ٿي ويندو هو جو هر شريف ماڻهو انهن رانديگرن جي ٺهڪن ۽ هُلڙ بازيءَ کان ونءُ ويندو هو جيڪي ٿوري ٽڪي ڳالهہ تي وڏڦڙي وانگر وسي پوندا ها. اشتياق بہ ڪجهہ ڪاغذ چاچي الله بخش جي ٽيبل تي رکيا ۽ دوستاڻي انداز ۾ چيو.

"سائين، هي ڏسي اٽيسٽيڊ ڪري ڏيو."

"ها سائين ڪري ٿا ڏيون." چاچي الله بخش اسان سيني تي هڪ طائرانہ نظر وجهندي وراڻيو.

چاچي الله بخش جو چاتل سچاتل بہ ڪو اتي وينو هو. تنهن چيس. "اوهان هن ڇوڪري کي سڃاڻو بہ ٿا يا نہ. جو ائين اٽيسٽيڊ ڪري ٿا ڏيوس!"

چاچي الله بخش وراڻيو "هن سان تہ ايتري شناسائي ناهي. پر هن جي ماءُ سان شناسائي پراڻي وقت کان آهي."

همراهہ هڪو ٻڪو ٿي ويو ۽ عجيب نظرن سان اشتياق کي گهورڻ لڳو. سائين جو ڪو ٻيو دوست بہ اتي وينو هو. تنهن سندس حيرانگي دور ڪندي چيو. "اهو ڇوڪرو سائين جو پٽ آهي."

ان همراهہ سڪون سان ساهہ کڻندي چيو. "مون بہ سوچيو پئي تہ الله بخش جهڙو سنجيده ماڻهو ائين ٿي نٿو سگهي. چئبو تہ اڄڪلهہ اوهان مذاق گهڻي ٿا ڪيو..!؟" هن چاچي الله بخش ڏانهن منهن ڪندي چيو.

"مون تہ حقيقت بيان ڪئي. اوهان الائي ڇو مذاق سمجهي؟" چاچي الله بخش آرام سان وراڻيو.

۽ اها مذاق بہ نہ هئي. ڪيس پنهنجي رفيق حيات سان ڏاڍي انسيت هئي. ان جو اظهار سندس افسانن جي مجموعي "انيس جا افسانہ" جي ارپنا ۾ آهي.

"اڌ صدي ڏکن ۾ ساٿ ڏئي سکن ۾ اڪيلو ڇڏڻ واري عائشہ انصاري جي نانءُ"

چاچو الله بخش پنهنجي شخصيت جي حوالي سان ڏاڍو ڳنڀير هو. ان ڪري جنهن تنهن کي دل جا انگور ڪڍي نہ ڏيکاريندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن وچڙيل ڪونج وانگر ڪٺڪي پوندو هو پر اهڙن اشارن ڪناين ۾ جو سمجهو ڪي سمجهن. باقي عام لاءِ تہ عام ڳالهہ هئي.

هڪ اديب جي حيثيت سان "انيس انصاريءَ" جهڙو بردبار ۽ خوددار ڪو ٻيو....؟ خود آرائي، خودستائي ۽ خودڪامي کان ڪوهين ڏور.... بس لکڻ پڙهڻ جي لوري هيس. باقي ميڊيا جي چڪر ۾ نہ ڪيس شامن ملهائڻ جي ڳڻتي، نہ اخباري بيانن جو فڪر.... پنهنجي روءِ سوءِ. پنهنجي وات سان پيو هلندو رهيو. منهنجون صحبتون هزار هيس. ان ڪري ڪنڌ نہ ڪڍائي سگهندو هو.

مان جڏهن ادب جي آني مان ڦٽي نڪتس تہ ٻاڙيسري واري حجت ڪري ڪيس اوطاق تي ڪوٺي ايندو هوس. ١٩٨٩ع کان ١٩٩٩ع تائين خوب ڪچهريون ٿيون. جتي انيس انصاري پنهنجون بهترين ڪهاڻيون پڙهيون. خاص ڪري "اجا نہ اجا نہ"، "ڊونا"، برف جي سر" ۽ "پينشنر" وغيره. سندس پڙهڻ جو انداز ڏاڍو پيارو ۽ وڻندڙ هو. اسان جهڙا ڪيترائي سندس پڙهڻ کان متاثر ٿيا ۽ سندس انداز اختيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

سندس تنقيد تہ ڏاڍي نرالي هئي. دل آزاريءَ جو تہ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. هڪ دفعي ادبي ڪچهري ۾ ڪنهن شاعر بي مهار اهڙو تہ ڇڙواڳ نظم پڙهيو جو ويٺلن ويهي ابتي ڪل لاٿس. اهو همراهہ صفا ڳاڙهو ٿي ويو ۽ انيس انصاري جي صدارت هئي. راءِ اهڙي ڏنائين جو سيئي ڪير ڪنڌ ٿي ويا. آخري جملو خوبصورت ۽ معنيٰ خيز چيائين.

"ڏاڍي سني شيءِ آهي، پر خدا ڪري پهرين ۽ آخري نہ هجي."

ادبي بگبگوتي ۾ دم زني کان تہ وڃءِ ويندو هو. جيڪو ڪندو هو. تنهن کي اکر ئي ٻہ تہ. جي پائين پلو پنهنجو تہ ڪنهن کي گهٽ نہ ڄاڻ.

سندس رويي، گفتگو ۽ ڪردار مان پرايوسي خوب پرايوسي.هہ. ڏجي. تہ ڏکائجي ٻہ نہ وارن ماڻهن مان هو. ان ڪري هر ڪنهن سندس گفتگو مان حظ حاصل ڪيو.

لاڙڪاڻي جي هر ادبي حلقي لاءِ قابل قبول هو. چو تہ هن وٽ خلوص بيڪران هو. جڏهن تہ ٻيا پياسا هئا. اڄ اڃهائي ويندا هيا. وري ڀيهر اچڻ جي آس ڪٿي.

پڇاڙڪن ڏينهن جي ڳالهہ آهي تہ "رائيٽرس ڪلب لاڙڪاڻي" جي هڪ ادبي فنڪشن جي صدارت لاءِ پنهنجي حجت ناتمام رکي سي تہ معذرت ڪيائين. "پٽ. هاڻي اڌ ڪلاڪ بہ ويهي نٿو سگهان."

مون محسوس ڪيو تہ انيس انصاري جيڪو اڳيئي نازڪ ۽ نفيس هيو سو ڏاڍو ڪمزور ۽ ۽ نحيف ٿي چڪو آهي. مون کيس مشورو ڏنو.

"اوهان حيدرآباد. اشتياق وٽ ڇو نہ ٿا رهو؟ حيدرآباد جي آبهوا لاڙڪاڻي کان چڱي آهي."

کلي وراڻيائين "ٻڌون ٿا. اتان جي آبهوا ڏاڍي بهتر آهي. جتي هوءَ رهي ٿي."

مان اشارو تہ سمجهي ويس پر ماٺ رهيس جو بحثا بحثي جي گنجائش نہ هئي.

6 مارچ 2000ع شام جو سندس پوٽي دروازو اچي کڙڪايو ۽ ٻڌايو. "بابا وڏو گذاري ويو آهي."

مون کي ائين لڳو جڻ ڪنهن چيو هجي جنهن ڇانودار درخت جي هيٺان علم ۽ فضيلت جي آسيس ونندا هيئہ ۽ خلوص جي چشمي مان اُڄ اجهائيندا هيئہ. اهو نخلستان موڪلائي ويئہ!

مون سوچيو پئي تہ هڪ شخص جيڪو الله بخش جي حوالي سان نرمل ۽ پيرمل هو. تہ انيس انصاريءَ جي نسبت سان بہ گهرگنڀير ۽ منار هو. تنهن جو پاڙي مان لڏي وڃڻ. اسان جي ڪيڏي نہ ڪم نصيبي آهي.

7 مارچ الله بخش "انيس انصاري" پنهنجن احبابن. دوستن ۽ گهڻگهرن جي ڪلهن تي وفاتيءَ جو لباس اوڍي. ان پر آرامي ٿيو. جنهن جاءِ تي لکيل هو "عائشہ زوجہ الله بخش انصاري"

ان وقت ذهن ۾ سوال آيو تہ پڇانس.

"چاچا. عالم برزخ جي آبهوا ڪيئن آهي؟"

بروقت جواب اندر مان آيو.

"جتي بہ ويڇڙيل روح گڏجن. اتان جي آبهوا ضرور لاجواب هوندي."

***

# قلندر بخش بدوي
# رچ پار ڪرائيندڙ

سدائين ٻهڪندڙ چهرو، بردباري ۽ انڪساريءَ جو دلاويز مرڪب، منڙو اهڙو جڻ ملائڪن سندس مٽيءَ کي ماکي وجهي ڳوهيو هو. چيٽ ڪتيءَ هڪ جهڙي طبيعت ـ اهڙو هو سائين قلندر بخش بدوي. مون پنهنجي پهرين ادبي ڪاوش، ڪهاڻي "سرڳواسي طوطا رام" بزمِ شهباز ۾ پڙهي. ڀانيان ٿو اهو 1974ع وارو سال هو. بزمِ شهباز جو ڪرتا ڌرتا سائين قلندر بخش بدوي هو. ادبي گڏجاڻيون سندس ئي وڏي اوطاق تي لاهوري محلي ۾ ٿينديون هيون. انهن ادبي گڏجاڻين ۾ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي صاحب جهڙو ٻوليءَ جو ڄاڻو ۽ پارکو، ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ جهڙو کوجنائي اسڪالر، سائين مولوي نورالدين نور جهڙو بحر وزن جو پرجهلو شاعر، محترم اختر جانوريءَ جهڙو خوش مزاج ڪهاڻيڪار ۽ نثر نويس شامل ٿيا ٿيندا هئا.

اهو ڪرشمو به سائين بدوي صاحب جو ئي هو، جو اسان جهڙا الهڙ به اهڙين محفلن ۾ شريڪ ٿيندا هئا. جن کي نه ادب آداب جي خبر هئي نه وري اٿي ويهي جي ڄاڻ. اهڙن الهڙن ۾ هڪ سرموڙ الهڙ لاڙڪائي جي هڪ ادب دوست شخصيت مرحوم مهر الله شيخ جو مستانڙو فرزند ارجمند به هوندو هو. شيخ صاحب مرحوم، پٽ جي علمي ۽ ادبي تربيت لاءِ کيس بزم شهباز جي ڪچهرين ۾ وٺي ايندو هو. جيڪو هر ڳالهه تي، "بز اخفش" جيان ٻيو ڪنڌ ڌوڻيندو هو.

هڪ پيري ادبي گڏجاڻي هلندي مستاني نوجوان اعلان ڪري وڌو تہ.
"اڄ اسين گوهر افشاني ڪنداسين." سموري بزم حيران هئي. جيتوڻيڪ سندس والد بزرگوار نوجوان کي گهڻو ئي روڪيو تہ هو اهڙي گوهر افشاني کي ڪنهن ٻي ڏينهن تائين ملتوي ڪري ڇڏي. پر هو نہ مڙيو چاڪاڻ تہ اسان ٻاري پبلڪ جو پراصرار زور انهيءَ مستانڙي پويان هو. شيخ زادي دنيا جو نقشو ڪڍي خطاب فرمايو. "حاضرين مجلس. مون دنيا جي نقشي تي ويهي وڏي کوجنا ڪئي آهي ۽ انهيءَ تحقيق مان اهو ثابت ٿيو آهي تہ. چنا چين مان. ڪوري ڪوريا مان. ايڙا ايران مان . منگي منگوليا مان ۽ شيخ شام مان آيل آهن." مجلس ۾ ويٺلن مان ڪنهن امالڪ رڙ ڪري پڇيو.
"۽ ٻروچ ..؟"
سوال ٻڌي شيخ زادو ٿورو هٻڪيو پر پوءِ نقشي تي غور ڪندي وراڻيائين. "ڏاڍو ويچاريو اٿم. پر خبر نہ ٿي پئي. لڳي ٿو سمنڊ مان نڪتا آهن."
ڪچهري ۾ ٽهڪڙو مچي ويو ۽ پوءِ ٻي لغام حاضرين هئا ۽ چڙواڳ محقق سوال ڪندڙن. سوال ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو پر اڳيان بہ شيخ زادو هو. هن بہ ڪتا جواب ڏنا.
ادبي گڏجاڻي جو رخ ئي بدلجي چڪو هو. بزرگن گهڻي ڪوشش ڪئي تہ محفل کي اصلي رنگ تي آڻجي. پر محفل بدمست هاٿين جي حوالي ٿي چڪي هئي جن سمورا آداب اورانگهي ڇڏيا.
اسان کي ندامت جو ڏاڍو احساس هو. ٻي ڏينهن تي سائين قلندر بخش بدوي سان مليا سين. اسان جو خيال هو تہ سائين شايد ناراض هوندو پر ائين نہ هو. اسان جي معذرت تي رڳو ايترو چيائين. "بابا. مڙيئي خير آهي. شغل ٿي ويو. اوهان رڳو مولوي نور الدين نور کي پرچائي ڇڏجو. مان بہ چيو اٿمانس تہ انهيءَ قصي کي درگذر ڪري. چاڪاڻ تہ ڪلهہ ٻارڙن جو وارو هو."
جيتري قدر ياد اچي ٿو تہ بزم شهباز جي ڪنهن بہ گڏجاڻي يا محفل ۾ ڪڏهن بہ ڪا بدمزگي پيدا نہ ٿي هئي. بدوي صاحب پنهنجي سهپ جي صفت سان. سيني کي درگذر جي ڏوريءَ ۾ ٻڌي ڇڏيو هو ان ڪري هرڪو منجهانس رازي ٻاڙي هوندو هو.
اوطاق تي راڳ رنگ جون ڪچهريون بہ ڪرائيندو هو جن ۾ استاد گلزار علي ۽ خان صاحب خورشيد علي خان جي پائي جهڙا راڳي بہ اچي

شريڪ ٿيندا هئا. عام دعوت هوندي هئي ۽ ڪنهن بہ قسم جو ڪو متڀيد نہ هوندو هو. داد ڏيڻ لاءِ نہ صرف راڳ جا ڄاڻو پر ڪيئي اڻڄاڻ ڪنا ٿيندا هئا. بدوي صاحب جي محابي اسان جهڙن کي بہ پيروي، ايمن، ناٺ نمريون، لهرا ۽ جهولا سمجهہ ۾ اچڻ لڳا هئا.

اڄ بہ گلزار علي خان جي پلئن سان سلهاڙيل اها ڪافي ڪنن ۾ ٻري رهي آهي،

"سڏ نہ سورن جي. ڪل ڪا مون کي
او ڏاڍو عشق اڙايو اٿئي،
او ڏاڍو برهہ بڇايو اٿئي."

يا خان صاحب خورشيد علي خان جي پرسوز آواز ۾ خواجہ فريد جي اها ڪافي،

"تتي رو رو وات نهاران
ڪڏي سانول موڙ مهاران
جنين ڪارڻ سو سختي جاڳي
ڦران ڏهاڳي. ويس ويراڳي
جند مين ڏيکان. سانول ساڳي
ٿيوان باغ بهاران........"

ياد ايندي آهن تہ ذهن کي سرور ايندو آهي ۽ يادن جا جهروڪا کلي پوندا آهن. جنهن مان سائين بدوي جو پرنور ملوڪ مهانڊو اڳيان اچي ويندو آهي، جيڪو راڳ تي مست ٿي جهومندو هو.

سائين قلندر بدوي مرحوم 1922ع ۾ جنم ورتو. ٻاروتڻ ۾ والدين جي وفات جي ڪري مئٽرڪ بہ نہ ڪري سگهيو ۽ زندگي جي سڳي سورڻ لاءِ ننڍا سنڍا ڪاروبار ڪري ڏاڍي سيبتي طريقي سان وقت گذاريو.

سياسي ڪارڪن هو ۽ سياسي طور تي مسلم ليگ (قاضي فضل الله گروپ) سان سلهاڙيل هو ۽ اها ڪمٽمينٽ توڙ تائين نڀايائين پر وچتي تورو پيپلز پارٽي ۾ پنهنجي پوري برادريءَ سان جناح باغ لاڙڪاڻي ۾ شموليت جو اعلان ڪيو هيائين. پر پيپلز پارٽيءَ ۾ تر چنڻ جيتري جاءِ نہ ڏسي جلد موٽ ڪاڏائين.

شاعريءَ ۾ الهہ ڏتي ڪيڙي، حاجي محمود خادم ۽ هري درياني دلگير کان اصلاح وٺندو هو. بدوي صاحب جي شاعريءَ تي فن ۽ خيال جي حوالي سان

ڪڏهن بہ وڏا اعتراض بڌڻ ۾ نہ آيا. اج بہ سندس هڪ غزل جا ڪجهہ بند حافظي ۾ محفوظ آهن.

"شريڪ غم الم ڪوئي نہ آهي.
هجي جو هم قدم ڪوئي نہ آهي.
پري ساغر مٿان ساغر ڏنائين.
حقيقي جامِ جم ڪوئي نہ آهي."

سندس گيت بہ ان دؤر ۾ ڏاڍا پسند ڪيا ويندا هئا ۽ پاڻ پنهنجا گيت سر سان ڳائي محفل کي محظوظ ڪندو هو. اها سرشاري ۽ سرمستي تڏهن. پنهنجي عروج کي وڃي ڇهندي هئي جڏهن بدوي صاحب جو فرزند. فتح عباس. سائين جو گيت سُر سان ڳائي. سڄي محفل جهومائي ڇڏيندو هو. خاص ڪري هي گيت:

"ڳائڻ وارا ڳاءِ
اجا ڪجهہ ڳائڻ وارا ڳاءِ."

فتح جڏهن سائين بدوي جو اهو گيت ڳائيندو هو تہ سندس آواز جي لئہ تي وينل جهمريون هڻندا هئا.

پاڙي ۾ هڪ بہ تنگ دل ۽ بدذوق ماڻهوءَ بہ هوندا هئا. جن کي ان قسم جون محفلون پسند نہ اينديون هيون پر بدوي صاحب ڪڏهن بہ سندن ڪاڻ نہ ڪئي.

سوجهرو سهڻي. مهراڻ ۽ ٻيا ادبي رسالا سندس پڪا سنگتي هئا. ۽ ٻين سنڌي ادبي رسالن سان اسان جي واقفيت بہ سائين بدوي جي ڪري ٿي. ڇو جو هو اهي ادبي رسالا پنهنجي اوطاق تي پڙهڻ لاءِ گهرائيندو هو.

دنيا گذر گاهہ آهي. ڪيئي آيا. ڪيئي ويا. پر جنهن تاريخ يعنيٰ 17 آڪٽوبر 1978ع ۾ اوچتو دل بيهجي وڃڻ جي ڪري بدوي صاحب "رضا" ڪئي هئي تہ اسان کي ائين لڳو ڄڻ تہ مٿل محفل ڇڏي ويو هجي.

اج لاهوري محلي ۾ تہ ڇا پر سڄي لاڙڪاڻي ۾ بہ اهڙو محفل جو مور ڪونهي. جيڪو سائين بدوي وانگر پاڙي جي ننڍن کي ويڳاڻپ جي رج مان اٿاري سڃاڻپ جي سبزه زارن ۾ ويهاري.

❊❊

# هري دلگير
## پنائيءَ جو هنج

هري دلگير سان پنهنجي سنئين سڌي ملاقات تہ ڪونہ هئي. پر ڪيترن ئي حوالن سان سڌي ۽ اڻ سڌي طرح ناتو آهي.

اڻ سڌي طرح هڪ حوالو آهي. مرحوم قلندر بخش بدويءَ جو، جنهن لاهوري محلي لاڙڪاڻي ۾ بزم شهباز جو بنياد رکيو. جيڪو منهنجي لاءِ پهريون ادبي مڪتب هيو. بدويءَ صاحب ڏاڍا خوبصورت گيت سرجيندو هيو. سندس گيتن ۾ بلا جي رواني هوندي هئي. جنهن بہ ڪائنس پڇيو تہ سندس گيتن ۾ ايڏي رواني ۽ بي ساختگي ڇو آهي؟ تہ ورائيندو هيو 'اُستاد ڪامل هري دلگير جو شاگرد آهيان.'

ٻيو حوالوآهي، ڊاڪٽر اياز قادري جو. سائين جڏهن بہ لاڙڪاڻي ايندو هيو تہ سندس ئي اوطاق تي ڀرپور ڪچهريون ٿينديون رهنديون هيون.

هڪ دفعي سندس ئي پي. ايچ. ڊي وارو مقالو 'سنڌي غزل جي اوسر' زير بحث آيو. اُن تي ڳالهائيندي ٻڌايائين تہ 'هتي سنڌ ۾ سيني علمي ۽ ادبي حلقن ۾ تعريف ٿي. پوءِ دوستن راءِ رکيو يا الهہ لڳ رايو ڏنو پر مون کي جيڪا موٽ هند ۾ وينل اديبن ڏني، اُن جي خوشي ڏاڍي ٿي.'

پوءِ ڊاڪٽر اياز قادري هند مان لکيل اديبن ۽ محققن جا خط پڙهايا. اُنهن ۾ هڪڙو خط هري دلگير دريانيءَ جو بہ هيو. جيڪو جيئن جو تيئن هتي پيش ڪجي ٿو.

آدي پور (ڪڇ)
21 جنوري1985

پيارا ڀاءُ اياز قادري،

سدائين باغ بهار. تو وٽان سمجهان ٿو تہ 3 خط پهتا آهن. پر مان جواب ڏيڻ ۾ گُٿو آهيان. ان لاءِ معاف ڪج.

تو وٽان تنهنجو شاهڪار 'سنڌي غزل جي اوسر' پهتل آهي. اُن ڪانپوءِ بہ مون تو ڏانهن ڪيترائي رسالا موڪليا ها.جن جي تو پهچ ڏني آهي.

سنڌي غزل تي تو جيڪا محنت ڪئي آهي، اُن تي سرجهڪايان ٿو. بيشڪ تو لاثاني پورهيو ڪيو آهي.

تو منهنجو ليک استاد نياز صاحب تي پڙهي. مون ڏانهن لکيو هو تہ اُن ليک سان توکي 1930ع جي مشاعرن بابت ڪجهہ وڌيڪ ڄاڻ ملي آهي. ايئن گڏ ويهجي تہ نوان داستان کُلي ويندا. ڪهڙو نہ سنو ٿئي جو تون هتان ٿي وڃين. هتي بلڪل سنڌ جو سواد ايندءِ, سنڌ جا اديب دوست هتي ايندا آهن تہ بمبئي يا دهليءَ مان ئي ٿي ويندا آهن. توڙي جو سنڌ جو هڳاءُ ڪجهہ مان سي سلي سگهندو آهي.

مون کي ياد ناهي تہ مون تو ڏانهن پنهنجا هيٺيان ڪتاب موڪليا آهن يا نہ:

1. رولو آواز (غزلن جو مجموعو)
2. ڪشنچند بيوس
3. مريدار گيت (ٻارن لاءِ)

اڄ مان توڏانهن 'رولو آواز' جي هڪ ڪاپي مقصود گل رتوديرو جي معرفت موڪلي رهيو آهيان. پهچ ڏجِ ۽ ٻين ڪتابن بابت بہ لکج تہ موڪلي سگهندس.

شيخ اياز جو 'پتڻ ٿو پور ڪري' مون ڪونہ پڙهيو آهي. پڙهائي سگهنديم؟

زياده خير ـــ اميد تہ تون پنهنجين ادبي مشغلين ۾ لڳو پيو هوندين.

ڪم ڪار لاءِ حاضر آهيان.

قربن سان
هري دلگير

هري دلگير جي انهي خط پڙهڻ ڪانپوءِ منهنجي دل ۾ سندس لاءِ وڌيڪ مان ۽ مرتبو پيدا ٿيو تہ هي منهنجي اُنهي ادبي هستيءَ جو هم عصر آهي. جنهن کي آءٌ پنهنجو ادبي استاد سمجهندو آهيان.

۽ ٻيو حوالو آهي. منهنجي ذاتي دوست رميش لال پاروائي جي پتا ماڻنداس پاروائيءَ جو جيڪو سندس پاڙيسري هيو جيڪو ٻڌائيندو هيو تہ 'هري درياني دلگير پاڙيسرين لاءِ چپر چانؤ هيو پوءِ چاهي اهو هندو هجي يا مسلم. جيڪو بہ سندس گهر 'دارياني لاج' تي اُميد ڪري پهچندو هيو تہ خالي نہ موٽندو هيو.

۽ آخري بہ سنڌا سنڌان حوالا آهن. هڪ شهر لاڙڪاڻو ۽ ٻيو ادب ـ انهن ٻنهي حوالن سان هري درياني دلگير منهنجو آهي ۽ مان ان جو. هري دلگير پنهنجي آتم ڪٿا 'چولو منهنجو چڪ ۾' جهڙي ريت لاڙڪاڻي شهر جو

لفظن سان درشن ڪرايو آهي. اُهو لاڙڪاڻي جي هڪ سماجي، ثقافتي، سياسي ۽ ادبي تاريخ جو حصو آهي.

هري دلگير لاڙڪاڻي جي عام مروج پهاڪي 'هجئي ناڻو تہ گهمر لاڙڪاڻو' ۾ پنهنجي تخليقي انداز سان هيئن اضافو ڪندي لکيو آهي.

لاڙڪاڻو ساهہ سيباڻو، مڪان معشوقاڻو،
ماحول شاعراڻو، هجئي ناڻو تہ گهمر لاڙڪاڻو.

۽ پوءِ 1930ع جو اُهو لاڙڪاڻو پسايو آهي، جيڪو لاڙڪاڻي جي علم ادب ۽ فضيلت جي حوالي سان سونهري دؤر آهي. پنهنجي آتم ڪٿا ۾ لکي ٿو:

"سنڌ جو هيءُ سرسبز شاداب، شاهوڪار شهر، ادبي ۽ سياسي تحريڪن جو مرڪز، منهنجي لاءِ روح جي فرحت ۽ قلب لاءِ ڪشش هو. 1930ع ۾ شهر جو آدم سترهن هزار ڪن هو."

ادبي ماحول جو نظارو ڪجهہ هن ريت چٽي ٿو:

1930ع ۾ لاڙڪاڻي جي ڪنهن هفتيوار اخبار ۾ منهنجي هڪ ڪچي ڦڪي ڪوتا شايع ٿي هئي. ان ساڳي ڏينهن تي نياز صاحب مون وٽ گهر لنگهي آيو ۽ چيائينم تہ: 'هري تنهنجو شعر تہ اخبار ۾ پڙهيم. خيال نيڪ لڳا پر وزن ۾ ڪيتريون ئي غلطيون آهن. جي تون چاهين تہ توکي شعر جو فن سولائي سان سيکاري سگهندس.

مون چيو، 'چاچا انڌو گهري الله کان هڪ اک. مون کي بہ ٻيون سڀ مان ضرور سکندس ۽ توهان ڏانهن سياڻي ايندس.'

انهن ڏينهن ۾ لاڙڪاڻي ۾ نت نيم سان مشاعره مهيني ۾ هڪ يا بہ دفعا ٿيندا هئا. پريو وفا ۽ مان نياز سان گڏ انهن مشاعرن ۾ شريڪ ٿيڻ لڳاسين. اهڙا مشاعره رات جو نوين وڳي کان يارنهين تائين هلندا هئا. نياز صاحب کان سواءِ ٻيا مکيہ شاعر هيا، بزرگ شاعر علي محمد قادري،حاجي محمود خادم، غلام عباس قادري جوش، عبد عاقلائي، محمد علي جوهر ۽ عبدالله اثر رام پنجوائي بہ بعضي بعضي ايندو هو. هڪ دفعي رام پنجوائي لکي آيو:

"ڪڏي سگريٽ مان سوٽو سٽيندي جيئن ٻاڦ ٿي ٻاهر،
اتي هر نقش ٿيندو ويو، نمونو الف ٻيچان جو.

سڀ کان مزيدار شعر هوندو هيو هڪ ... شاعر جو جنهن پاڻ تي "ڪانءُ" جو تخلص رکيو هو. اهو شعر ... ايندو هو. ان ۾ ڪل مسخري خوب هوندي هئي ۽ بعضي مزيدار گاريون بہ هونديون هيون. شعر

جي سمپاوتي 'ڪانو' جي شعر سان ٿيندي هئي. هر ڪو هن جي شعر ٻڌڻ لاءِ ويهي رهندو هيو. پل ته ڪيڏي به دير ٿي وڃي... انهن مشاعرن ۾ نه فقط شعر پڙهيو ويندو هو پر اُن تي داد به خوب ملندو هيو. سڌاري لاءِ صلاحون به ملنديون هيون. بعض ڪڙي نڪته چيني به ٿيندي هئي. اِن ڪري هر ڪو اهڙي تنقيد لاءِ تيار ٿي ايندو هو"

هري دلگير نه صرف استاد نواز علي 'نياز' جعفري جهڙي ڪامل روايت پسند شاعر کان استفاده ڪيو پر سنڌ جي جدت پسند شاعر ڪشنچند بيوس کان به پرايو. لکي ٿو ته: "نياز صاحب کان مون کي فن جي ڄاڻ ملي. بيوس سائين جي سنگ مان وري ڪو ٻيو رنگ مليو. بيوس سائين کي وزن جي پوري ڄاڻ هوندي هئي. پر هو وزن ۽ قافيه جي ڪري ڪڏهن به مول ويچار کي قربان ڪرڻ پسند ڪونه ڪندو هو.

ان حوالي سان 'بيوس' جي ويچارن جي واقفيت 'بيوس' جي زباني هيٺين ريت ڏني اٿائين:

"وزن ۽ قافيي کي ڪڏهن به ضرورت کان وڌيڪ اهميت نه ڏيڻ گهرجي. ڄاڻ ضروري آهي. پر ڄاڻ جي ڄار ۾ ڦاسڻو ناهي. دل جي ڀاؤ يا نازڪ خيال کي ڪڏهن به قربان نه ڪرڻ گهرجي. وزن ۽ قافيه آهن شعر جو جسم. پر نازڪ خيالات آهن روح. يا وري ائين سمجهه ته علم عروض آهي پيالو پر ڪلپنا آهي شراب. جي پيالو ڪي قدر سادو آهي. پر اُن ۾ شراب اوچو آهي ته پيئندين خوب مزو ايندو. پر جي سهڻي پيالي ۾ ردي پيچ هوندو ته پيئندي من ئي نه ورندو. پر جي پيالو به سهڻو ۽ مدرا به موج پري آهي ته ڪوتا کي چار چنڊ لڳي ويندا."

اهڙي ادبي ويچار ڌارائن ۾ هري دلگير جو فن سرجيو. اِن ڪري هري دلگير جي غزلن ۾ اسان کي روايتي قدر ۽ گيتن ۾ جدت پسندي نظر ايندي.

گيت ته وري جدت پسندي جو شاهڪار آهن. اهڙا منڙا، سلوڻا، سندر سشيل ۽ سُمانا شبد استعمال ڪيا اٿائين. جو من جي اٿاهه گهراين ۾ گهري آنند رسائن ٿا. هي ڇهن بندن تي مشتمل 'سک نگري سنسار' اِن جو مثال آهي.

## سک نگري سنسار

هير ڏکڻ جي من ـــ موهن جيان منڙي بين وڄائي.
پشپ لتائن کي گوپين جيان مَنهَر ناچ نچائي.
ڪوئل ڳائي.
دل لهرائي.

جهولي تي هر تار ــ سک جي نگري هيءَ سنسار.

چندر ــ پري نيلم ماڙي مان، مرڪي هيٺ نهاري .
پريم اُمنگ پري سيني ۾، ساگر لهرون ماري
ڳائن ڇوليون،
ٻــولن ٻوليون،
ڇيڙن دل جي تار ــ سک جي نگري هيءَ سنسار.

’ساوڻ ــ راجا‘ آيو، ڪوليا سارنگ ساز سمورا
’برکا اَپسر‘ وار اُکيلي، پاتا ڇم ڇم نورا
بوندون برسن،
ڇيريون ڇمڪن،
مڌر مڌر جهنڪار ــــ سک جي نگري هيءَ سنسار.

سک ــ سنديش ڏئي ٿو تارو جيئن گگن ۾ ٽمڪي،
’نراشا جي رات وڃڻ سان، آشا سورج چمڪي.‘
نياپو نيارو
پيارو پيارو
ڏي آنند اَپار ــ سک جي نگري هيءَ سنسار.

ڪٿن تہ ڪٽي مان ڪيچ ڪري ٿي، ماتا پونءِ پلاري،
آهہ آد کان دانُ اکٺ ٿيو داتا جو هٿ جاري،
رزق جو رازق،
ڪُل جو خالق
سائين سرجڻهار ــ سک جي نگري هيءَ سنسار.

سوپيا - راڻي پئي پسائي، نرمل نور نظارو،
پريم ــ پري سنگيت ٻُري، آنند - پسري جڳ سارو
نينهن نرالو
من متوالو
ڇڻ تہ سرڳ جو دئار ــ سک جي نگري هيءَ سنسار.

سندس انسان جي عظمت ۾ ويساهہ هيو. اُن جي محنت ۽ ماڻهپي تي
کيس فخر هيو. اِن ڪري ”انسان“ جي عنوان سان هيٺيون گيت رچيائين.
جيڪو پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

## انسان

تون اوچو انسان، جڳت ۾ تون اوچو انسان!

تنهنجي پيرن هيٺ هماليہ، جهڪي ڪري پرنام،
آسمان جو چنڊ بہ نئڙي، توکي ڪري سلام.
نيلي اُڀ ۾ ڊوڙون پائين
جهنڊي پنهنجي ڪي جهولائين
شاهي تنهنجو شان، جڳت ۾ تون اوچو انسان!

طوفانن جي رخ کي موڙين، روڪين سمنڊ اٿاهہ
بجليون برساتون تابع ڪرين، او شڪتيءَ جا شاهہ
ڦڙي ڦڙي ۾ بجلي توکان
آٽي آٽي ۾ شڪتي توکان
ڦوڪين ٿو ڇا جان! جڳت ۾ تون اوچو انسان!

قدرت ڌرتي ڻاهي، پر سا توکان سرڳ دئار،
رستا ڻاهين، محل ٻڌائين، چمن هڻين چوڌار
ڌرتي کيڙين، اَن اُپائين
گلن ڦلن جي جهر مر لائين
قدرت جو ڪان، جڳت ۾ تون اوچو انسان!

هيرا لعل لڪايا قدرت، توکي تن جو انت،
تن کي ڪاڻي، ڻاهي ٺوڪي، بخشين سونهن اننت
تبيون ڏئي موتي ٿو آڻين،
جڳ ۾ ڇا جوتي ٿو آڻين!
نرمل نور – نشان، جڳت ۾ تون اوچو انسان!

توکان جڳ ۾ سنگتراشي، چتر ڪلا ۽ گيت
ڳائين، جهومين، موج مچائين، لهرائين سنگيت
جيون ۾ آيو جس توکان،
نؤ جيون ۾ نؤ رس توکان،
ڌهرو تنهنجو داڻ، جڳت ۾ تون اوچو انسان!

ورهاڱي کان پوءِ جڏهن انسان ڏرم، وشواس ۽ سماجي قدرن ۽ مولن جي خوالي سان ورهائجي ويو تہ هري دلگير بہ دلزده. دلفگار ۽ دلشڪستہ ٿي پيو. پنهنجي آتم ڪٿا ۾ اِن ڪيفيت کي هينئين ريت بيان ڪيو اٿائين.

"سڀ سنڌي منهنجا پائر آهن. سنڌ ۾ هُو مون کي ڪيڏو نہ آدر ۽ پيار ڏيندا آهن. جڻ اول گهول پيا ويندا آهن. پر اِها بہ حقيقت هئي، تہ سنڌ ۾ پاڻ کي سيڪنڊ ڪلاس ناگرڪ سمجهندو هوس."

1955ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ هندو مسلم فساد. کيس بي يقيني واري ڪيفيت ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. ان ڪري غير محفوظ ماحول کي ڏسي لڏڻ جو فيصلو ڪيائين. جڏهن ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ کان موڪلايائين تہ حيدر بخش جتوئي جي ڪيفيت کي پنهنجي آتم ڪٿا 'چولو منهنجو چڪ ۾' هيئين بيان ڪيو اٿائين:

"اکين ۾ پاڻي اچي ويس. پريل آواز سان چيائين، يار تون بہ...؟..رات جو ٽانگي تي چڙهي پنهنجي برقع پوش بيگم سان اچي منهنجي گهر نڪتو. سندس گهر واري، منهنجي گهر واري سان وچي ويئي ۽ کيس ڳراٽڙي پائي زور ڪيائين تہ سنڌ ڇڏي نہ وڃون . اها منهنجي آخري ملاقات هئي حيدر سان. ان کانپوءِ اخبار ۾ پڙهيم تہ کيس جيل ۾ وڏو ويو هو."

پنهنجي ماتر يومي سنڌ کان 8 آگسٽ 1958ع تي جدا ٿيڻ وارو جيڪو جذباتي ۽ احساساتي منظر چٽيو اٿائين. اُن ۾ سندس اذيت، ڪرب ۽ پيڙا واضح ٿئي ٿي تہ سندس لاءِ اِهو ڪيڏو نہ وڏو صدمو هيو.

"هوائي جهاز ۾ وينس تہ ائين سمجهيم تہ مان هڪ نهايت ئي ذليل، نڌٽڪو ۽ نياڳو انسان آهيان. مون جهڙو ڪو بدبخت هوندو ئي ڪونہ ...ماءُ پيءُ بہ ٽي سال اڳ موڪلائي ويا هيا. پر مان ائين محسوس ڪري رهيو هيس تہ سچ پچ ڇورو مان اڄ کان ئي ٿي ويو آهيان."

۽ اُن کان پوءِ اُنهن گهڙين جي ترجماني ليکراج عزيز جي نظم جي ذريعي هن ريت ڪئي اٿس.

ڪنهن بہ هاجي تي ڪڏهن هيانءُ نہ هاري وينس
هاءِ هن ويل مگر پاڻ وساري وينس
ديس جي ڏوڙ رکيم سر تي، جڏهن ڏار ٿيس
دل کي ڪيڏو بہ ڏبيم ، لڙڪ بہ هاري وينس
قرب ڪنڌي جو ڇڏي ،ڏور دنگي هاڪاريم
تيز طوفان ۾ موجن جي سهاري وينس

هري درياڻي دلگير پيشي جي لحاظ کان سول انجينئر هيو. هي جڏهن پوني ۽ بمبئي (ممبئي) پهتو ته اتي به سول انجنيئر جي حيثيت سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين. اتي جڏهن لاڙڪاڻي جي هڪ عظيم شخصيت 'ڪاڪا پريداس تولاڻي' سان ملاقات ٿيس ته اُن کيس 'آدي پور' ۾ اچڻ لاءِ زور پريو.

ان وقت آدي پور، ڪڇ ڊسٽرڪٽ، گجرات رياست جو ننڍڙو ڳوٺ هيو. آدي پور1947ع ۾ هڪ مهاجر ڪيمپ هئي . ڀائي پرتاب داس هندوستان حڪومت کي گذارش ڪئي ته سنڌي هندن لاءِ هڪ شهر اڏيو وڃي. ۽ ان مقصد لاءِ ڪڇ جي راجا 2600 ايڪڙ زمين ڏني. ان حوالي سان ريسيٽ ـ ليمينٽ ڪاربوريشن جي تحت مقامي حڪومت ٺاهي وئي.

ورهاڱي کان اڳ ڪاڪو پريداس تولاڻي لاڙڪاڻي ميونسپل ڪاميٽي جو وائس پريزيڊنٽ رهيو هيو. ۽ کيس شهري انتظام هلائڻ جي مڪمل خبر هئي. سندس اها خواهش هئي ته سنڌ جي سنڌين کي ۽ خاص ڪري لاڙڪاڻي واسين کي ڪڇ ۾ وسائي. ڇو ته ڪڇي ثقافت، سنڌي ثقافت جو جز آهي.

آدي پور ۽ گانڌي ڌام ڪڇ ضلعي جون ٻه جاڙيون وسنديو ن هيون. 'ڪاڪي پريداس تولاڻي' ٻنهي وسندين ۾ آهستي آهستي ايترا تعليمي ادارا کوليا جو شايد سڄي هندوستان ۾ ڪنهن هڪ شخص ڪنهن شهر ۾ ايترا ادارا کوليا هجن.

مثلن 1. تولاڻي ڪاليج آف آرٽس اينڊ ڪامرس

2. تولاڻي سائنس ڪاليج

3. تولاڻي انسٽيٽيوٽ آف مئنيجمينٽ اسٽڊيز

4. تولاڻي انسٽيٽيوٽ آف لا

5 . تولاڻي ڪاليج آف فارميسي

6. تولاڻي پوليٽيڪنڪ اسڪول ۽ ٻوءِ ڪاليج کولي ان ۾ هري درياڻي دلگير کي پرنسيپل مقرر ڪيائين.

1965ع ۾ هري درياڻي دلگير گانڌي ڌام جي ميونسپل ڪاميٽي جو صدر ٿيو. ۽ هري دلگير ان دؤران سنڌ جي سنڌين کي وسائڻ ۾ نه گهٽايو. ۽ ڪيترن ئي ٽائون شپ اسڪيمن جو بنياد پيو. جن آدي پور ۽ گانڌي ڌام جهڙن ڳوٺن کي خوبصورت شهرن جو درجو ڏنو. 1994ع کان 1999ع تائين سنڌي ساهتيہ اڪيڊمي گجرات جو چيئرمين رهيو. تنهن کان سواءِ روٽري

ڪلب گانڌي ڏام جو صدر ٿيو. ۽ هر عهدي کي شان مان ۽ سچائي سان نڀايائين.

سنڌي ادب جي حوالي سان هن 20 کن ڪتاب لکيا. سندس مشهور ڪتابن مان ڪجهه ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

(1) موج ڪئي مهراڻ
(2) پل پل جو پڙلاءُ
(3) امر گيت
(4) مزيدار گيت
(5) چولو منهنجو چڪ ۾
(6) صبوح جو سهاڳ

ان حوالي سان جيڪي کيس ايوارڊ مليا. انهن جو وچور هيٺين ريت آهي.

(1) 1979ع ساهتيه اڪيڊمي ايوارڊ ـ شاعريءَ جي مجموعي 'پل پل جي پڙلاءُ' تي.
(2) 1984ع ۾ سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ گورنمينٽ آف انڊيا ايوارڊ ڪتاب 'مزيدار گيت' تي.
(3) 1992 ع پريا درشني ايوارڊ.
(4) 1993ع گورو پرسڪار پاران سنڌي ساهتيه اڪيڊمي ايوارڊ.
(5) 1996 ع نارائڻ شيام ايوارڊ
(6) 1998 ع انڊس انڊيا ايوارڊ

لاڙڪاڻي جي دل. هاٽوڪي ريشم گليءَ ۾ 15 جون 1916ع ۾ پيدا ٿيل بار. جنهن جو نالو "هري گرڏنو مل درياڻي" هيو. هڪ بهترين انجنيئر. استاد ۽ ليکڪ هري دلگير جي حيثيت سان 11 اپريل 2004ع ۾ ڪڇ جي مٽي ۾ ملي امر ٿي ويو.

هو لاڙڪاڻي ۾ رهيو ته لاڙڪاڻي کي سرهو ڪيائين. آديپور ۾ رهيو ته آديپور کي. سچ پچ ته هو پنهنجي هنج هيو جتي به ويو ته پاڻ ملهايائين.

هنج مڙيوئي هنج، ميرو منجهن ناه ڪو
جتي رهن سنجهه، سو سرڪن سرهو.

❊❊

# لقمان حڪيم
## نمڪين طبعيت ۽ برجستو

چيو وڃي ٿو تہ مزاح زندگيءَ جي رڻ پٽ ۾، ڪنهن نخلستان جي مثل آهي. مزاح ٿڪل ۽ مايوس ذهن کي ترو تازگي بخشي ٿي. جنهن ماڻهو ۾ مزاح جي حس ناهي، اُهو پٿر دل آهي. بقول مولانا غلام محمد گرامي: 'مزاح جي حوالي سان ٽن شين جو هجڻ لازمي آهي. پهريون برجستگي، ٻيو نمڪيني ۽ ٽيون شوخي.'

۽ اهي ٽئي شيون لقمان حڪيم جي طبيعت ۽ شاعريءَ ۾ هيون. لقمان حڪيم جو تعلق لاهوري محلي لاڙڪاڻي سان هيو. منهنجي پهرين ملاقات ترقي پسند مصنفين لاڙڪاڻي شاخ جي هڪ پروگرام ۾ ٿي. اِهو دؤر هيو 1975ع يا 1976ع جو. لطيف لائبريري ۾ پروگرام ٿي رهيو هو. ڪمپيئرنگ لقمان حڪيم ڪري رهيو هيو.

اُن دؤر ۾ بہ اديبن جا ٻہ ڌڙا واضح هيا. هڪڙا روايت پسند ۽ ٻيا جدت پسند. روايت پسندن جو لاڙو مذهب طرف ۽ شاعريءَ ۾ علم عروض کي وڏي اهميت ڏيندا هيا. پاڻ کي ئي اديب، فاضل، عالم ڄاڻي، ٻين کي جاهل سمجهندا هيا. جڏهن تہ ٻيا پاڻ کي ترقي پسند سڏائيندي، خيال آرائي کي وڏيڪ ۽ علم عروض کي گهٽ اهميت ڏيندا هيا.

نہ صرف ايترو پر راويت پسند، جدت پسندن کي لامذهب ۽ ڇڙواڳ سڏيندا هيا. ۽ جدت پسند، راويت پسند اديبن کي، رجعت پسند ۽ ڇاڪيءَ جا ڏاند چوندا هيا. اِنهن ٻنهي ڌڙن جي وچ ۾ لقمان حڪيم پنهنجي ادبي تنظيم "بزمِ سچل" کي ترقي يافتہ ڪوٺيندو هيو. جيڪو روايت پسندي ۽ جدت پسندي کي گڏائي ادب تخليق ڪرڻ واري خيال جا حامي هيو.

ڳالهہ هلي رهي هئي لقمان حڪيم جي ڪمپيئرنگ جي. اُها جڻ ظرافت ۽ سنجيدگيءَ جو عجيب سنگم هئي. چئي رهيو هو: "پهريان آءٌ گذارش ڪندس ڪامريڊ جمال الدين بخاريءَ کي تہ خاموشي سان ويهي صدارت ڪري ۽ صرف آخر ۾ ڳالهائي." اِن تي سين ٽهڪ ڏنا. پوءِ چيائين "هاڻي آءٌ لقمان حڪيم ترقي يافتہ اديب پنهنجي تخليق اوهان جي آڏو پيش ڪيان ٿو!" سندس مزاحيہ شعر محفل لٽي تہ پوءِ ٻين کي دلچسپ انداز ۾ گهرائي تخليقون پڙهايائين. واجد کي سڏيائين تہ هن طرح:

"ترقي پسند شاعر واجد کي گذارش ڪندس تہ مادر پدر آزاد نظم پڙهي." واجد احتجاج ڪندي چيو, "سائين هي صرف آزاد نظم آهي, مادر پدر آزاد ناهي."

لقمان حڪيم جواب ڏنو."منهنجو مطلب آ, بحر وزن کان سواءِ."

مولوي نورالدين کي وري هن نموني سان گهرايائين:

"عالم فاضل اديب پر جاهل نہ, جناب مولوي نورالدين نور کي گذارش آهي تہ عربي, پارسي ۽ سنڌيءَ ٻولي ۾ مڪس شاعري ترنم سان پڙهي."

مولوي نورالدين نور غصي وچان وراڻيو "مان ڪوراڳي آهيان ڇا؟"

"منهنجو مطلب آ سائين تہ مولود وانگر ڪن تي هٿ رکي پڙهي سگهو ٿا .... نہ پڙهو تہ, زور ناهي"

مولوي نورالدين غزل پڙهيو تہ آخر ۾ چيائين "جزاڪ الله!"

جيترو ياد اچي ٿو تہ سنڌي شاعرن ۾ مولوي نور الدين نور, قلندر بخش بدوي, مسرور لاشاري, محمد علي جوهر, وغيره هيا. جڏهن تہ اردو اديبن ۾ مسلم شميم, رمز شاهجان پوري ٻيا ڪيترا نوجوان اديب بہ هيا. ۽ حاضرين ۾ ڪامريڊ جمال الدين بخاري تہ هيو ئي هيو. ڇو جو ان محفل جي صدارت پئي ڪئي.

لقمان حڪيم ڪمپيئرنگ ڪندي چيو:

"هاڻ آءُ آخر ۾ ڪامريڊ بخار الدين جمالي کي گذارش ڪندس تہ صدارتي تقرير ڪرڻ فرمائي." محفل ۾ ٽهڪڙو مچي ويو.

پوءِ تہ سائين ڪامريڊ جمال الدين بخاريءَ کي ڪير جهلي. ڀهريان تہ هن بخار الدين جمالي نالي تي ڳالهايو:

"اهو نالو بہ زبردست آهي ..... مون کي قبول آهي. بخار لفظ بخارا مان نڪتل آهي, بخاري ۾ ٻاه هوندي آهي. ۽ ٻاه ۾ حرارت هوندي آهي, حرارت زندگيءَ جو بنياد آهي. ۽ جيسيتائين زندگيءَ ۾ حرارت نہ هوندي, اُها زندگي ختم ٿي ويندي ۽ جمالي لفظ جمال مان نڪتل آهي. جمال خوبصورتي ۽ حسن کي ظاهر ڪري ٿو. حسن ۾ فطرتي ڪشش آهي. جڏهن اُها ڪشش ٻن کي ڇڪيندي آهي تہ تحرڪ پيدا ٿيندو آهي, جڏهن تحرڪ پيدا ٿيندو تہ جلال پيدا ٿيندو آهي ۽ آءُ ڪامريڊ جمال الدين بخاري جلال الدين سرخ پوش جي اولاد مان آهيان, اِن ڪري مان جمالي آهيان تہ جلالي بہ آهيان."

اِنهي سڄي وضاحت جي دؤران, لقمان حڪيم "توبهن! توبهن" ڪندو ۽ ڪامريڊ جمال الدين کان هٿ ٻڌي معافي گهرندو رهيو:

”معافي ڪامريڊ! هائي موضوع تي ڳالهايو.“
”ڇا ڳالهايان موضوع تي. اوهان شاعر ۽ اديب روئيندا ۽ پٽيندا رهندا آهيو...... دنيا جا سيئي شاعر روئڻيون ٻليون آهن. جيڪي صرف روئيندا آهن. اُهي ڪجھ بہ ناهن ڪري سگهندا. اِن ڪري سماج کي بدلائڻ لاءِ عملي جدوجهد ڪجي.“
ڪامريڊ جمال الدين ڪلاڪ کن تقرير ڪئي ۽ لقمان حڪيم آخر ۾ ادبي محفل جي پڄاڻي هنن لفظن سان ڪئي:
”اجوڪي محفل ختم ٿي ڪجي. اڳتي ڪامريڊ جمال الدين بخاري کي وري صدارت نہ ڏبي. پلئي واٽئي گانءِ ڪاڏي.“
ظرافت جي لفظي معنيٰ آهي ”دانائي“ ۽ ڇيو وڃي ٿو تہ ظريف اُهو آهي. جيڪو دانشمند. معاملہ فهم. زيرڪ ۽ هوش وارو هجي. ان ڪري مزاحيہ شاعري بہ اُها وڌيڪ اثر انگيز ٿئي ٿي. جنهن ۾ اصلاحي تنقيد هجي ٿي. نہ ڪي تضحيڪ. سنڌ ۾ اِن حوالي سان شمس الدين ”بلبل“ جو نانءُ نمايان آهي. لقمان حڪيم جي مزاحيہ شاعري بہ شمس الدين بلبل جي پيٺ ۾ ويهہ اٿويهہ هئي. پر هي مولائي قسم جو ماڻهو هيو. اُن ڪري سنڌس شاعريءَ جو ڪتاب اڃي نہ سگهيو. جنهن ڪري سنڌس شاعريءَ سان انصاف نہ ٿي سگهيو.
1976_77 جي ڳالهہ آهي. جناح باغ ۾ پيپلز پارٽي جو جلسو هيو. ۽ اُن کان پوءِ مشاعرو پڻ رکيو ويو هيو. اُتي لقمان حڪيم ”چوڏهين صديءَ جو مسلمان آهيان“ جي عنوان سان ”تعريض“ پيش ڪئي. جنهن ۾ اُن دؤر جي سماجي برائين تي زبردست طنز هيو. هڪڙو بند صرف حافظي ۾ آهي. پيش خدمت آهي:

” هلي ٿو نڱيءَ ساڻ واپار پنهنجو
ملاوٽ گراني، آ وهنوار پنهنجو
مڙان ڪين توڙي هجي يار پنهنجو
ابوجهن گراهڪن تان قربان آهيان
مان چوڏهين صديءَ جو مسلمان آهيان“

لقمان حڪيم جي ان طويل شعر تي ڪيس سامعين مان ايڏو داد مليو. جو ڪنهن شاعر کي ورلي مليو هجي. گهڻن ماڻهن جو خيال هيو تہ اِهو بند لقمان حڪيم لاڙڪاڻي جي شيخن بابت لکيو آهي. والله عالم! اهڙيءَ طرح

هڪ بي شعر بہ ڏاڍي مقبوليت ماڻي. جيڪو هن وڏن مشاعرن ۾ پڙهي داد حاصل ڪيو. اُن جو عنوان هيو:

## بيشڪ لک

پل پريءَ تي، حور تي، غلمان تي لک
تن جي عاشق، سر ڦرئي، نادان تي لک
هن تي لک ۽ هُن تي لک، سيني تي لک
ڪجھہ اجوڪي دؤر جي انسان تي لک
گهر ڀهاري جو وڃي ساجهر اُٿي
اهڙي محسن مهربان تي لک
چند ڏينهن ۾ ڀنائي جو ڇڏي
ڊاڪٽر تي، فيس تي، درمان تي لک
تي وڃي اغوا پلي، جاتي هجي
تنهن بشر جي روپ ۾ حيوان تي لک
رنگ لاتو خوب هيروئن آ
نئين نسل جي وارثن گريان تي لک
مڙني خوبين جو آ مالڪ آدمي
ڪير ٿو توکي چوي شيطان تي لک
سئي لکڻ سان جو نٿو ٿڪي مري
اُن حڪيم خوامخواه لقمان تي لک

لقمان حڪيم هڪ ڪهنہ مشق شاعر هيو. پاڻ بڏائيندو هيو تہ هن 1952ع ۾ شاعري ڪرڻ شروع ڪئي ۽ شاعري ۾ سندس اُستاد حاجي محمود خادم هيو. ۽ سندس هم عصرن ۾ نظام الدين نظام، عبدالفتاح عبد عاقلي، احمد خان ، آصف مهراڻي، عبدالله اثر ۽ علي بخش جمالي هيا. اِن ڪري علم عروض تي ڪيس ڏاڍي دسترس هوندي هئي.

لقمان حڪيم هڪ پنهنجي خوش مزاج طبيعت جي ڪري ۽ ٻيو بزم سچل جو باني هئڻ ڪري هر بزم ۽ ادبي سنگت لاءِ قابلِ قبول هيو. ان ڪري ڪافي رقيب رو سياھہ و سفيد ڪيس 'وچ ڪُٽيو' بہ سڏيندا هيا.

روح رهاڻ ادبي سنگت، جيڪا لاڙڪاڻي جي نوجوانن جي ترقي پسند ادبي تنظيم هئي، اُن ۾ باقاعده ايندو هيو. هڪ دفعي تنقيدي گڏجاڻي ۾

افضل قادري شعر پڙهيو. جڏهن لقمان حڪيم جو وارو آيو. ته تنقيد ڪندي چيائين: غزل ڏاڍو سنو آهي. پر هڪ بند ۾ ”ڪي“ وڌي ٿي.“

افضل جو وارو آيو ته افضل وراڻيو: ”ڪي پوري آهي.“ نيٺ لقمان حڪيم بند جو فاعلاتن فاعلات ۾ چيد ڪري ٻڌايو ته ”ڪي وڌي ٿي.“ افضل چوي ته ”ڪي پوري آهي.“

بهرحال. صدارت گهڻو ڪري ته سليم ڪورائي جي هئي.اُن بحث کي سميٽيندي چيو. ”ڪي وڌي ٿي يا نه. پر حقيقت اها آهي ته افضل جو غزل خيال جي لحاظ کان ڀرپور آهي. اِن ڪري ڪج بحثي جي ضرورت ناهي.“

پر افضل اها ڳالهه دل ۾ رکي. ٻ ٻئي ڏينهن تي منجهند جو سائيڪل کڻي. سائيڪل جي هينڊل ۾ وڏي ڦر واري چلڪندڙ ڪهاڙي وجهي. سڌو قائم شاهه بخاري پرسان. لقمان حڪيم جي جَلد سازيءَ واري دوڪان تي پهتو. لقمان حڪيم معمول مطابق دوڪان آڏو صندل تي ويٺي ڪم پئي ڪيو. افضل قادري سائيڪل دوڪان آڏو بيهاري. ڪهاڙي هينڊل مان ڪڍي صندل تي رکي سلام ڪيو. لقمان حڪيم سلام ورائي پهريان ڪهاڙي کي ڏٺو ۽ پوءِ افضل کي. افضل کيسي مان ساڳيو شعر ڪڍيو ۽ لقمان حڪيم آڏو رکندي چيو: ”ادا لقمان حڪيم! گذريل رات روح رهاڻ جي آفيس ۾ روشني به گهٽ هئي. توهان هاڻ سج جي چٽي پٽي روشنيءَ ۾ شعر کي چڱيءَ طرح ڏسو ۽ ٿڌيءَ دل سان سوچي ٻڌايو ته ڪي وڌي ٿي يا نه؟“

لقمان حڪيم هڪ نظر پني تي لکيل شعر تي ۽ ٻي نظر صندل تي رکيل ڪهاڙيءَ تي وڌي ۽ پوءِ وراڻيو:

”افضل صاحب. ’ڪي‘ ته صفا پوري آهي. توهان جي ڳالهه بلڪل صحيح آهي. مان غلطي تي هيس... هاڻي چانهه پيئو.“

لقمان حڪيم. افضل کي چانهه پيئاري جان ڇڏائي.

ٻئي ڏينهن تي سڄي لاڙڪاڻي جي ادبي حلقن ۾ هُل ٿي ويو. جيڪو ٻُڌي سو کل ۾ ٻُٽيو پيو آهي. لقمان حڪيم چوندو وتي:

”ادا. ڪهاڙي وڏي ساهمي آهي. جنهن ۾ شعر بحر وزن جي حوالي سان هر حال ۾ متوازن هوندو.“

افضل چوندو وتي: ”شعر جي بحر وزن تي رات جو تنقيد ڪرڻ غلط آهي. چو ته روشني گهٽ هجڻ جي ڪري ڪوٽ واڌ جي خبر نه ٿي پوي.“

لقمان حڪيم هيو ته جلد ساز. پر سندس دوڪان بزم شمع هيو. شاعر اديب رستي تان لنگهندي سندس دوڪان تي چانهه جو اڌڙ ضرور پيئندا

هيا. پنهنجو تازو، پراڻو شعر ٻڌائي، هيانءَ جي ٻاهه ماريندا هيا. ۽ سندس نڪور شاعريءَ تي ٻه ٻه ني ٺهڪ ڏئي واه! واه ڪندا راهي ٿيندا هيا.

سندس دوڪان جي ڀتين تي جيڪڏهن ڪو نظر ڦيرائيندو هيو ته سندس اهلِ ذوق هجڻ جي شاهدي ملندي هئي. وڏن سفيد پانن تي شاه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست کان وٺي شيخ اياز تائين، جنهن جو به شعر کيس وڻيو لکرائي، ڀتين تي هڻائي ڇڏيو هيائين. سندس ٻه چوستا به ڀتين تي لڳل هوندا هيا.

گدائي به پهتي اميرن جي گهر
ٿيو جيئري ئي مسڪين اهلِ ممات
پنڻ به غريبن کان کسجي ويو
وٺي ٿو وڏيرو عشر و زڪات

※

مزو زندگي مان ڇڏائي ويو
بين لاءِ زنده ٿو رهڻو پوي
رهي آدميت نه آهي ڪٿي
لڳي واءُ جيڪو ٿو هلڻو پوي

لقمان حڪيم جولاءِ 1929ع لاڙڪاڻي جي ڳوٺ 'سوني جتوئي' ۾ پيدا ٿيو. لاڙڪاڻي مان سنڌي فائنل جا ست درجا پڙهيو. پنهنجي مامي ۽ سهري مولوي محمد ڪوکر کان عربي ۽ پارسي جا درس به ورتائين اهو ٻڌائيندو هلجي ته لاڙڪاڻي ضلعي جي ديني مدرسن ۾ مولوي محمد ڪوکر عربي ۽ پارسي جو برک عالم ليکيو ويندو هيو.

لقمان حڪيم ڪجهه وقت صحافت جي شعبي سان به سلهاڙيل رهيو. ڪراچي مان شايع ٿيندڙ هفتي وار اخبار"الحيدر" جي سنڌي شعبي جو ايڊيٽر ٿي رهيو. جنهن ۾ لاڙڪاڻي جي سين نون اديبن جي شاعري ۽ ڪهاڻيون به ڇپرايائين. منهنجي به هڪ ڪهاڻي "بوٽ" ڇپرائي هيائين. اُن کان سواءِ ڪامريڊ جمال الدين بخاري جي هفتيوار اخبار"انصاف" جي ادبي صفحي جو به انچارج رهيو.

لقمان حڪيم ڪوکر جيڪو نه صرف مزاحيه شاعر هيو پر پنهنجي ذات ۾ هڪ انجمن ۽ خود دار محنت ڪش هيو. اُهو جڏهن 29 مارچ 1992ع تي هن دنيا مان موڪلائي ويو ته ائين لڳو ڄڻ ته لاڙڪاڻي جي ادبي حلقن مان نمڪيني، برجستگي ۽ شوخي موڪلائي وئي هجي، جي بچي هئي ته صرف تلخي ۽ توائي.

# هدايت منگي

## سانوڻي جي موج

هدايت کي ڏسي لڳندو هو تہ هدايت کي 'هدايت' جي سخت ضرورت آهي. نالي جي حوالي سان سندس شخصيت بنهہ ابتڙ هئي. اجهل ۽ ڪرو. سئنين راند سونتي جي. بيڙي بڏي ڪوٽي جي. پهرين ملاقات موهن جي دڙي تي ٿي هئي. گهڻو ڪري تہ فيبروري مارچ 1987ع ۾. هن اسٽوپا جي اولهائين پاسي وارن آثارن کي پئي جاچيو ۽ آرڪيالوجي ڊپارٽمينٽ جي عملدارن هن کي — ايئن پئي لڳو تہ جڻ ڪو راڪاس لٿو هجي. "ڪسٽوڊين" ۽ "ڪيوريٽر" کان پڇيوسين "خير تہ آهي؟"

اشارو ڪندي ٻڌايائون تہ اهو هدايت منگي پيو گهمي. هلال پاڪستان اخبار ۾ ڪم ڪندو آهي. خبر نہ آهي تہ ڪهڙو بنبال ڪڙو ڪندو؟ مينهن جي ڪڻ ڪڻ سان. ٿڌي هوا جا جهوٽا لڳي رهيا هئا. ميگهہ ملهار جي موسم هئي. اسان جي جستجو وڌي وئي تہ ڏسجي. سو سري وڃي سلام ڪيوسي. سلام ورايائين تہ چرڪ نڪري ويو تہ هي چا...!؟ مڙس آهي تہ سنهڙو سيپڪڙو پر آواز ۾ اهڙو تہ رعب ۽ ڪڙڪو جڻ هڏن ۽ ماس جي بوتل ۾ڪوهہ ڪاف جو ديو ويٺو هجي.

حالي احوالي ٿياسي تہ اسان وانگر وڌو حوالي نڪتو. قصو موهن جي دڙي کان نڪتو تہ ختم وڃي "پنيور" جي آثارن تي ٿيو.

ملاقاتن جو سلسلو تڏهن وڌيو. جڏهن هلال پاڪستان اخبار ۾ بيورو چيف ٿي لاڙڪاڻي پهتو. اسان جي سنگت کي خوشي ٿي تہ هڪ موهن جي دڙي جو عاشق وڌيو. پر پوءِ خبر پئي تہ همراهہ موهن جي دڙي جي ڪڪ "ٻلهڙيجي" ۾ جائو آهي. جوان بڳيءَ ۾ ٿيو آهي. هن کي ڏسي ايئن لڳندو هو تہ هو واقعي "موهنين" جي متيءَ جو نهيل ماڻهو آهي. جيڪو هر جنم ۾ڪيس بچائڻ لاءِ آڌرتو آهي. هلال پاڪستان ۾ سندس ڪافي رپورٽون موهين جي آثارن کي بچائڻ لاءِ ڇپيون هيون.

موهين جي دڙي تي ڪچهريون ڪندي ڪندي. هڪ ڏينهن سنگت اها صلاح بيهاري تہ چو نہ سنڌي ادبي سنگت "شاخ موهن جو دڙو" جو بنياد رکجي. پوءِ سنڌي ادبي سنگت شاخ موهن جي دڙي جو بنياد پيو. ڪامريڊ سوڀو گيانچندائي. علي شير رونگهو. شعيب علي عمراڻي. منير سومرو ۽ ٻيا

ڪيترائي دوست ميمبر ٿيا. سينيءَ هڪ راءِ ٿي هدايت منگهي کي سيڪريٽري مقرر ڪيو پوءِ ته آرڪيالاجي جو اسٽاف ڀٽنگو ڦاٽو. موهن جي دڙي تي ڪڏهن گڏجاڻي، ڪڏهن ليڪچر، ڪڏهن مطالعاتي دورو. نتيجي ۾ ڪڏهن اسٽاف جا مٿا ڦوڪيل. ڪڏهن سنگت جا. ڪڏهن سيئي گڏجي موهن جي دڙي جي ريسٽورنٽ "شبستان" ۾ بغليون هٽندا وتن. انهيءَ دؤران مونکي به قائل ڪيائين ته ڪالم لکان. 1989ع جي پڇاڙڪن مهينن ۾ مون "فڪر فرهي هٽ ۾" ڪالم لکڻ شروع ڪيو. ايڊيٽنگ هدايت ڪندو هو. ڪمال جي ايڊيٽنگ هئي، اهڙي ٽيڪنيڪل جو ڪڏهن سٽ نه ڪٽيائين. فل اسٽاپ ۽ ڪاما جي هير ڦير ڪندي يا وري مذڪر مونث واري غلطي درست ڪندي پار پوندو هو ايڊيٽنگ به هڪ ڏانءُ آهي نه ته ڪاسائيڪي ڪار.

باقي زباني تنقيد ۾ ته هدايت ڪڏهن ڪاسائي ڪڏهن ماهر سرجن. اهڙي نڪي نوڪي تنقيد ڪندو هو جو همراهه جي تخليق کي ادڙي ڇڏيندو هو. اصلي آندا گوندا ڪڍي اڳيان رکندس جو همراهه ۾ سهپ جو مادو هوندو ته ٻيهر ايندو نه ته ڪٽيءَ ڪن وڃيا. ان ڪري سنڌي ادبي سنگت شاخ موهن جو دڙي جي گڏجاڻين ۾ ڪو ڪچي ڦڪي تخليق کڻي اچڻ جو ساهس نه پائيندو هو. هونئن به هدايت جي طبيعت کي، ڪنهن هيٺ مٿي ڦرندڙ چيڪلي جيان لاها چاڙها ها. ڪڏهن ته شيخ النفزاوي جو ڪتاب "باغ العطر" لڳو پيو هوندو هو. ڏسي لڳندو هو ته ڪيس پيدا ڪرڻ واري، پيدا ڪرڻ کان اڳ عشق جي اڪري ۾ وجهي محبت جي مهري سان ڪٽڪو ڏنو آهي. لطيف جا جمالياتي بيت پڙهندي ڪين جنسي معنائون پڌرائيندو. هونئن به چوڻ واري جو پنهنجو خيال، سمجهڻ واري جي پنهنجي سمجهه ۽ سوچ. آفاقي شاعر جي تخليق ۾ته معنائن ۽ مطلبن جا دريا وهن ٿا.خاص ڪري هينين بيت ته مجازي معنائن ۾ پيش ڪندي حيرت ۾ وجهندو هو.

تان جي ٿين سامهان، ڀنيرا سونهن
سنئون ورائي سپرين، منهن جي مانڊي ڪن
ته رڳون سڀ رچن، تن ۾ تازائي ٿئي

...

هلو هلو ڪاڪ ترين جتي نينهن اچل
نه ڪا جهل نه پل، سيڪو پسي پرين کي.

۽ ڪڏهن تہ اسپيني ڊڳي وانگر چيڙاڪ. پيچ ڪندي تي. پل خاني خان هَجي شاهہ شاهوڪاري چٽي ڏيندس. جيڪو دل ۾ سو زبان تي. مڙندو مولا بخش ڪلهوڙي مان بہ نہ. جيڪو فيملي ڊاڪٽر سان گڏ سندس يارِ غار بہ هو.

حقيقت ۾ تہ هدايت منگي جي طبيعت جي بي چيني ۽ اضطراب. سندس ان حياتيءَ جا عڪس آهن. جيڪا حياتي هن ٻلهڙيجي کان وٺي ٻگي ڳوٺ تائين. ٻگي کان ڪراچي تائين ڏاڍي ڪٺن. محنت ۽ مقابلي ۾ گذاري. انهيءَ دؤران بي يقيني واري ڪيفيت کيس ايترو ڏونڌاڙيو جو ٻيو ڪو هجي ها تہ ڪڏهن جو پيالو ڪري وڃي ها. هدايت جي مڙسي اها هئي تہ هن زندگي جي حقيقتن کي منهن ڏنو. ڪنهن گهڙي بہ فرار جي راهہ اختيار نہ ڪئي.

صحافت جو ميدان ڏاڍو خارزار آهي. ان مان صحيح سلامت گذري وڃڻ ڏاڍو اوکو آهي. هن پيشي جون عجيب تقاضائون آهن. پبلڪ کي هر ڏينهن تي ٿيندڙ واقعن جي باري ۾ صحيح اطلاع فراهم ڪرڻ. ماڻهن جي مفادن جي چوڪسي ڪرڻ. ڪنهن خاص مسئلي جي نشاندهي ڪرڻ ۽ ان کي حل ڪرائڻ لاءِ واسطيدار ڌرين جو ڌيان ڇڪائڻ. ماڻهن کي کري کوٽي جي شناسائي ڏيڻ. انساني اعليٰ قدرن جي آبياري ڪرڻ وغيره.

پر ٻي قسم جي بہ صحافت آهي. غلط خبرون ڏئي ماڻهو منجهائڻ. پبلڪ جي مفادن جو سودو ڪرڻ. کري کي کوٽو ۽ کوٽي کي کرو ڪرڻ. ماڻهوءَ جي ماڻهپي کي تيچ سمجهڻ. منفي روين کي اڀارڻ. سماج ۾ هيجان ۽ انتشار کي برپا ڪرڻ. اهڙي قسم جي صحافت کي عرف عام زرد صحافت سڏبو آهي.

ان ڪري هڪڙا صحافي اهي آهن. جيڪي حقيقي صحافت کي هٿي ڏيارڻ لاءِ ڪوشان ۽ هڪڙا اهي جيڪي حقيقتن کي توڙي مروڙي پيش ڪرڻ جا خواهان.

هدايت منگي هڪ دفعو ڪنهن لوڪل اخبار جي مهورت تي ڳالهائيندي جڏهن صحافت جي حالتِ زار جي تصوير ڪشي ڪندي چيو هو تہ" صحافت جڻ ڪنهن ڇڪلي جي رنڊيءَ جيان ٿيندي تي وڃي ۽ صحافي دلال. جيڪو ٿو گهر کان رسي. سو صحافي ٿو ٿئي. سنڌ جي هر شهر ۾ جڻ ڪتي ويائي پئي آهي." اهي ئي صحافي ڪاوڙيا هيا. جن کي ان آئيني ۾ پنهنجي تصوير نظر آئي هئي. جڏهن تہ سنجيده صحافين سندس

جرئت کي ساراهيو تہ "جيڪو اسان چوڻ جي جرئت نہ ڪري سگهياسي، ان جو برملا اظهار هدايت منگي ڪري ڏيکاريو."
چا اهو سنڌي صحافت جو الميو نہ آهي تہ اخبار هجي نہ هجي تہ بہ صحافي آهي؟ ڪجهہ لکي نہ لکي تہ بہ صحافي آهي؟ چا اهو سچ نہ آهي تہ سنڌ ۾ اهڙا ڪيترائي صحافي آهن، جيڪي ٻين جي لکيل رپورٽن ۽ڪالمن جي سهاري زنده آهن، جن کي "فوٽو ڪاپي صحافي" سڏيو وڃي ٿو؟
چا اها حقيقت نہ آهي تہ ڪيترن صحافين کي مختلف موضوعن جي بنيادي اصطلاحن جي خبر نہ هجڻ ڪري، سندن رپورٽون غلط ۽ مذحقہ خيز هونديون آهن. جن کي پڙهڻ کان پوءِ صحت کاتي، آثارِ قديمہ، چيمبر آف ڪامرس، اسپورٽس، ثقافت ۽ روينيو وارا منهن مٿو پٽيندا آهن. ان حوالي سان چند چاڻ ٿئي تہ پاڻهي خبر پئجي ويندي تہ ڪيترا صحافي، صحافت جو ڀرم آهن ۽ ڪيترا نام نهاد آهن. وري جيڪڏهن صحافتي ايمانداريءَ جو تجزيو ٿئي تہ اهو بہ اندازو ٿي ويندو تہ ڪيترا آهن، جيڪي سون تي سيڻ ناهن مٽائيندا، يا جيڪي لفافي جي سهاري تي صحافت ناهن ڪندا.
لاشڪ تہ هدايت منگي صحافت جو ڀرم بہ هو تہ شرم بہ هو. هن جرنلزم جي حوالي سان هر موضوع تي رپورٽنگ ڪئي. سندس مشهور ڪالم "ڳالهيون ڪرڻ جهڙيون" 1999ع روزانہ "سچ" ۾ "لاڙڪاڻہ ڊائري" عوامي آواز 1993ع ۾، سندس مشهور ترجمو شهري رٿابندي کاتي طرف کان پيش ٿيل Out line development plan of larkana لاڙڪاڻي جي رٿابندي ۽ ترقياتي خاڪو هلال پاڪستان 1990ع ۾، "تباهي ڏانهن وڌي ويندڙ فطرت" مائيڪل جانسن ۽ رچرڊ هيوگز جو انٽرويو عوامي آواز 1993ع ۾. هلال پاڪستان ۾ سندس نيوز ليٽر، ان کان سواءِ اخبارِ جهان ۾ سندس اردو ۾ ڇپيل مضمون ۽ Sindh tribune ۾ ڇپيل انگريزي مواد آهي. جيڪو سندس هڪ بهترين صحافي جي حوالي سان سند آهي.
اخبار هلال پاڪستان مان 1992ع ۾ رٽائرمينٽ ورتائين تہ عوامي آواز ۾ بيورو چيف تي ڪم ڪيائين. 1994ع ۾ اخبارِ جهان جو ڊسپيچ رائٽر ٿيو. 1995ع ۾ ڊيلي سنڌ ٽريبون جو نمائندو ٿيو. انهيءَ سال ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي سان واڳيل رهيو. هٿ هٿ تي رکي ويهڻ ڪيس پاڻ‌ءِ نہ پوندو هو. جيتوڻيڪ 1988ع کان وٺي دل جو مريض هو پر ذهني طور تي هميشہ چاڪ ۽ چوبند رهيو. 1994ع ۾ ڊاڪٽرن سول اسپتال لاڙڪاڻي جي

ڪارڊيالوجي وارڊ ۾ داخل ڪيس. سنگت مان ڪنهن گهڻو گهري صلاح ڏنس تہ اخبار ۾ سندس سرڪاري خرچ تي پرڏيهہ مان علاج ڪرائڻ جو پرزور مطالبو رکيو وڃي. مورڳو همراهہ ڪارڊيولاجي وارڊ مان اهو چئي تيز نڪتو تہ. "زندگيءَ مان اجان ايڏو مايوس ناهيان ٿيو جو مرڻ کان اڳ ماتم شروع ڪرايان."

هدايت منگي صحافت جي حوالي سان APNS پاران 1991_92ع ۾ بهترين علاقائي زبان جي رپورٽر جو ايوارڊ ۽ "سر شاهنواز ڀٽو ايوارڊ" حاصل ڪيو. ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي طرفان بهترين انٽرويوئر جو ايوارڊ پڻ حاصل ڪيائين. هدايت منگي نہ صرف صحافت جي ميدان ۾ پاڻ موکيو پر ادب جي حوالي سان بہ پاڻ مڃايو. جيتوڻيڪ هن ٿورو لکيو مگر سٺو لکيو. سندس مختصر ڪهاڻي "نقشو" سندس لکڻ جي پختگي کي واضح ڪري ٿي. شاعري ۾ خاص ڪري سندس آزاد نظم گهاڙيٽي ۽ خيال جي حوالي سان پختا ۽ گهرا آهن. هن پنهنجي آخري خواهش هڪ آزاد نظم " سانوڻ جي موج" ۾ هيئن ڏيکاري آهي:

سانوڻي جي موج هن پيري تہ ڏس
دل چوي ٿي
مائٽن کي چئي ڇڏيان
مئي پڇاڻان
سانوڻيون ٿينديون پيون ۽
موج پيي ايندي پئي
مان نہ ڏسندس...!
ان ڪري،
مون کي ڪنڌيءَ تي پورجو.

22 ڊسمبر 1999ع رات جو ساڍي ڏهين وڳي اوچتو سور جي سٽ کيس لوڏي ڇڏيو. سندس صالح پٽن عزيز منگي ۽ عبدالحفيظ ڪوشش ڪئي پر تقدير آڏو تدبير ڪم نہ آئي.

سندس مڙهہ وصيعت مطابق پير حمل قبرستان ڳوٺ بگي، تعلقو ڏوڪري ۾ پوريو ويو. جتي سانوڻيون ٿينديون پيون، موج بہ ايندي پئي ۽ انهن سان سندس روح رهاڻ بہ ٿيندي پئي.

❋❋

# واجد

## جا پيڙ هئي پرواني ۾

واجد مرحوم سان جڏهن منهنجي پهرين ملاقات ٿي هئي تہ مون ٿي ڳالهيون نوٽ ڪيون هيون. هڪ تہ هو خوشخط آهي. ٻيو ڦڪي ڦوڪاري جو شوقين ۽ ٽيون سندس لفظن جي ادائيگي زبردست هئي.

واجد سان منهنجي چٽڙن جي ياري تہ ڪونہ هئي. پر پنهنجي, "عليڪ سليڪ" ادبي ميڙاڪن ۾ ٿي, 1975ع ۾ ڪجهہ ويجهڙائپ وڌي تہ چار چونڪ گيان باغ جي نام نهاد ليڊيز پارڪ ۾ ويهي ڪٽيندا هياسي. انهيءَ دؤران مون کيس انگريزي سيڪارڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ واجد مون کي شاعريءَ جو بحر وزن سمجهائڻ جي. ٻئي ناڪام وياسي.

اڃا اٺڻ ويهڻ وڌيو تہ واجد پهريون ڀيرو گيان باغ جي ڏکڻ ۾, پراڻي گهاڙ واهہ جي سڪل پيٽ ۾ اڏيل ڪچي بستيءَ جي هڪ چنني ۾ وٺي ويو. اهو سندس گهر هو. هڪ کٽ تي سندس پوڙهو پيءُ ستو پيو هو. ٻي کٽ تي واجد جا ڪتاب ڪڙا ستيا پيا هئا. گهر جي هڪڙي ڪنڊ ۾ ڪاٺ جي پيتي ۽ ان جي مٿان لوهي پيتي ۽ ٻي ڪنڊ ۾ هڪ بجڪو ٽنگيو پيو هو. پڇڻ تي ٻڌايو هئائين تہ ان ۾ سندس والد جو سامان سرڙو آهي.

واجد سان اٿندي ويهندي ان ڳالهہ جو احساس ٿيندو هو. تہ هو ڏاڍو دلزده ۽ دلفگار شخص آهي. کيس پنهنجي غربت ۽ بي روزگاريءَ جو احساس شديد تر آهي. سندس اڏ کان وڌيڪ شاعري بہ ان ڪيفيت جو اظهار هئي. جيڪا ان وقت هن مون کي ٻڌائي هئي.

زندگي محرومين جو سلسلو آ
ڏرتي ۽ آڪاس ۾ جڻ زلزلو آ
ڇا حياتي ۽ حياتيءَ جي جمار.
ٻن ورانگن جو ڪوئي فاصلو آ.
ماني ۽ ڪپڙن تي پئي عصمت ڪپي,
ٿو ٻڇان ڪهڙو ٻلا هي معاملو آ!
روئندا رڙندا ائين رُلندا وتون ٿا.
جڻ تہ ڪنهن رهزن لُٽيو هي قافلو آ.
جيڏو توکان ٿا ڏجون اوڏو عذاب.
ڇا اسان جي هي وفائن جو صلو آ.

يا

جڏهن ستائيندو آهيم،
پنهنجي غربت جو احساس.
ٿيندو ائين محسوس اٿم
آهيان جڻ ڪو زنده لاش
مفلس ماڻهو جو جڳ ۾،
جيئڻ سچ پچ آ بڪواس.

مٿان وري عشق جي هلڪي سلڪي چپيٽ. تنهن ڪيس حد کان وڌيڪ حساس بڻائي ڇڏيو. مون کي هڪ ڏينهن داستان عشق ٻڌائيندي ٻڌائيندي پڇي ويٺو.

"ياءُ منظور، تو ڪو عشق ڪيو؟"

مون شينگهرجي ڇيو. "ڪو هڪ اڌ هجي ته ٻڌايان به. الائي ڪيترا."

سندس پر زور اصرار تي هڪ اڌ عشق جو قصو ڪنيم. شاهي بازار جي هڪ فرضي سيٺ جي ڌيءُ سان عشق، پوءِ اهي ئي ذات پات جا ٻنڌڻ، وچتي چانديءَ جون ديوارون، آخر ۾ ساڳيو ئي الميو سيٺ جي ڌيءُ زهر کاڌو ۽ مان بچي ويس. واجد روئي روئي ڪٽي رڇ پيريا. مون ان ڏينهن کان توبهه ڪئي ته هن معصوم سان اهڙو چرچو ڪڏهن به نه ڪجي. اها مذاق ته انهن عاشقن سان ڪري سگهجي ٿي. جيڪي اسان جهڙا هجن نؤد ۾ تيليءَ کي ٿنب بڻائڻ وارا.

واجد جيئن ته حد کان وڌيڪ حساس هو. ان جي ڪري ڪنهن جي ٿوري ڳالهه به ڪيس ڏکوئي وجهندي هئي. ائين به نه هو ته منجهس مزاح جي حس نه هئي. اهل ڪرڻ ته ڪو واجد کان سکي، سا به مرحوم افضل قادري يا مولوي نور الدين نور جي. مشاعرن ۾ ادبي نوڪ جهوڪ به سٺي ڪري ڄاڻيندو هو. مرحوم افضل سان سندس نوڪ جهوڪ محفل کي زعفران بڻائي ڇڏيندي هئي ته ڪڏهن وڏي وڃي رسامن تي به پهچندي هئي. پر هن متاع درد رکندڙ ماڻهو ڪڏهن دل ۾ نه رکيو. مرحوم افضل لاءِ سندس نثري نظم، "اڄ پڻ اڪڙين" سندس وسعت قلبيءَ جو وڏو ثبوت آهي.

افضل هڪ اردو شاعر،
جنهن جي ست ست،
انڊيرن سان مهاڏو اٽڪايو،
جيڪو سورن جي ساگر ۾،

مون لاءِ ناوَ سمان هو."

1976ع ۾ سندس اڪثر دوست بي روزگار، واندا يا شاگرد هيا. انهن سوچيو تہ چو نہ واجد کي ميٽرڪ ڪرائجي. جيئن هو احساس ڪمتريءَ مان آجو ٿي با اعتماد ٿئي. نيٺ اسلم سنديلي، رزاق مهر ۽ منهنجون ڪوششن رنگ لاتو واجد مئٽرڪ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. سڀني کي اميد ٿي تہ هاڻ هو هٿ پير هڻي با روزگار ٿيندو.

1977ع ڌاري مان سنڌ يونيورسٽي هليو ويس. منهنجي ملاقات ساڻس گاهي ماهي ٿيندي هئي. سال 1979ع اپريل جو مهينو هو. ڪنهن اچي گهر ٻڌايو تہ واجد جو والد گذاري ويو آ. سندس والد بہ ڏاڍو قربائتو شخص هو. جڏهن بہ در تي بيهي سڏ ڪندا هياسي تہ ويچارو گهر جي اندران ئي ٻاجهاري ٻوليءَ ۾ جواب ڏيندو هو.

"اچو منهنجا بابا، مان صدقي ٿيانوَ."

سندس والد جي وفات کان پوءِ فاتحہ تي. فاتحہ کان پوءِ هيڏانهن هوڏانهن جا قصا نڪتا. آخر ۾ دنگ وچي واجد جي بي روزگاريءَ تي ٿيا. هر ڪنهن پنهنجي ذهن آهر کيس دڪان کولڻ يا نوڪري ڪرڻ جي صلاح ڏني. پوءِ خبر پئي هئي تہ سندس ڀائرن جاءِ کپائي حصي ۾ کيس صرف ساڍا ٽي هزار ڏنا هيا. اهي پيسا ڪٺي ٽنڊي غلام علي پهتو ۽ دڪان کوليائين. دڪان نہ هليس تہ مارڪيٽ ڪميٽي ۾ سب انسپيڪٽر جي حيثيت سان نوڪري ڪيائين. اتي ٻارنهن مهينن جون پگهارون نہ مليس تہ وچي ٽر وسايائين. جتي ڊي سي عبدالقادر منگي کيس روزگار پيڙو ڪيو. جيئن ئي منگي صاحب جي بدلي ٿي تہ هي ٻيهر بي روزگار بڻجي پنهنجي اصلوڪي ماڳ لاڙڪاڻي اچي پهتو.

ان سڄي عرصي دوران منهنجي ادبي دنيا کان ڏار پار ٿيڻ ڪري وچ ۾ ڪو اهڙو سبنڌ نہ رهيو جو هڪ ٻئي جي حال کان آگاهي رهي. البت سندس شاعري رسالن ۽ ميگزينن ۾ پڙهندي محسوس ٿيندو هو تہ هو سخن کي سينگار ونائڻ ۾ ڪامياب ويو آهي.

1989ع ۾ وري پنهنجي ملاقات "ميگهہ ملهار ادبي سنگت" جي هڪ ميڙاڪي ۾ ٿي. جنهن جي صدارت ڪندي هن پنهنجو تازو غزل ٻڌايو هو. جنهن جو ڪجهہ سٽون اڄ بہ هيئن ۾ هرن ٿيون.

تو سئين هٿي مئخاني ۾،
چا ملنديءِ چئہ نذراني ۾!

سو ماڻهو لامحدود ٿيو،
جو فٽ نہ ٿيو ڪنهن خاني ۾.
سا، مون تہ شمع ۾ ڪو نہ ڏٺي،
جا پيڙ هئي پرواني ۾.
ڪئن تپندي تند يلا واجد!
جي ناهي تاءُ تراني ۾!

ان ڪان پوءِ ٿنڌي غلام علي مان سندس بہ ٽي خط پهتا، لڳو هو تہ قلم جي زبان جلائي خط لکيو هيائين. جنهن ۾ زماني ۽ دوستن جون شڪوہ شڪايتون ۽ تنهائيءَ جون حڪايتون هيون. سندس اهڙن خطن جي ڪري دوستن جو چوڻ هو. تہ ڪيس جهجهڻ، جهرڻ جي عادت پئجي وئي آهي. حقيقت اها هئي تہ هو هر پراڻي پريت واري کي پنهنجو سمجهندو هو. اها اسان دوستن جي بي سمجهي هئي. جو ان کي غلط سمجهيو سي ۽ ڪن يارن تہ ڪيس مئي ڪان پوءِ بہ نہ بخشيو ۽ سندس روح رنجايو.

سال 1994ع ۾ علي خان جي، "نواز پريس" تي ملي ويندو هو. پريس هڪ ننڍڙي ڪمري تي ٻڌل، انگريزن جي دؤر جي باقيات هئي. پر مالڪ علي خان جڻ لاڙڪاڻي ساهہ سيباڻي جي ڪا آخري نشاني هيو. جنهن جي ننڍين ننڍين اسٽولن تي، بظاهر ڏسڻ ۾ ميرا سيرا حالي موالي ماڻهو ويٺا هوندا ها. پر ڪُلڻ ڪان پوءِ جڻ هيرن ۽ ياقوتن جو ڪاٽيون هيا. مظفر علي قادري عرف مجن خان ۽ محترم عبدالرحيم پيرزادو جهڙيون ڏکنار شخصيتون براجمان هونديون هيون. ان وچ ۾ واجد پنهنجو شعري مجموعو "آءُ اوهان جو آهيان" ڪمپوز پيو ڪرائيندو هيو. جنهن جا ڪيترائي شعر جڻ سندس، امنگن ۽ جذبن جي پرپور ترجماني ڪندا هيا. اُنهن مان ڪجهہ شعر هتي سندس اندروني ڪيفيت ۽ سوچ جي حوالي سان پيش ڪجن ٿا تہ جيئن سندس خيال جي خوبي ۽ پيڙا جي امتزاج کي اوهان بہ محسوس ڪري سگهو:

زندگيءَ جي هر ادا، مون کي قبول.
با وفا يا بيوفا، مون کي قبول.
سارو جڳ سرهو رکي مون کي مُنئہ،
هي عجب جهڙي سخا، مون کي قبول.
زندگي وئرت وئي واجد، مگر،
تلخ ٿيا جي تجربا، مون کي قبول.

تون پڇين ٿو ڪيئن پئي گذري حيات!؟
ريءَ پرڙن جي پئي اڌري حيات.
چئني پاسن کان پيون آنڌيون اچن،
اڳ ئي واريءَ جان پئي اڌري حيات.

ڌڪو ٿاٻو ٿيلو آهيان،
مونجهارن جو ميلو آهيان.
سور اوهان جا ساٿي آهن،
آئون ڪٽ اڪيلو آهيان.
جنهن جو ڪنهن نہ شمار ڪيو آ،
اهڙو گذريل ويلو آهيان.

مون هڪ تبديلي محسوس ڪئي هئي تہ واجد جيڪو پهريائين کائڻ جو شوقين هو. خاص ڪري سندس مهري دال چاڙهڻ جو تہ ڪو جواب ئي نہ هو. اسان مهري دال، سائو مصالحو ۽ ٿوم وني سندس گهر پهچندا هئاسين. واجد پنهنجي ڪرت کي لڳي ويندو هيو.دال سوئيندو پاڻيءَ ۾ رڌيندو داغ ڏاهي، مصالحو وجهي، مٿان وري، ٿوم جي رائي ڏيندس. پوءِ ڪو ڏسي دم دال جو آڪڙ پلاءَ جي پر هاڻ واجد چانهہ ۽ سگريٽ نوشيءَ تي لهي پيو هو. سندس چين سموڪنگ مان لڳندو هو.تہ هن "اهرمن" جي اولاد (سگريٽي دونهين) سان باقاعده جنگ جوٽي هئي. جهلڻ جي باوجود بہ روز سوين سگريٽ ساڙي خاڪ ڪندو هو. مٿي چانهہ جي محبت ڪيس مٺو زهر ٿي لڳي. پنهي سندس صحت کي ڏاڍو هاڃو رسايو. واجد ويو پوڙهو ٿيندو. تان جو وڃي سورن سيراندي ٿيو. سندس "ست سنگ" خوب نڀايو. مداحن ۽ مهربانن بہ ڪوشش ڪئي. ايسيتائين جو لاڙڪاڻي جي هڪ سگهڙي، سماني ۽ سوريتي اديب بہ ڪينسر رت ڏنو. پر قضا کي قضا نہ آئي.

5 جولاءِ 1952ع ۾ لاڙڪاڻي جي ڌرتيءَ تي ڄمندڙ شعبان علي منگي، 2 مارچ 1994ع ۾ هڪ روشن خيال شاعر"واجد" جي حيثيت سان موڪلائي ويو ۽ اسان کي پنهنجي ذهن جي اميريءَ جا ٽي اهڙا اثاثہ ڏنائين. جيڪي سنڌي ادب جي لازوال ميراث آهن. جن ۾ "منهنجا گيت زهر جي ڳيت". "سوريءَ مٿي سيڻ". ۽ "آءُ اوهان جو آهيان." آهن.

***

# محبت پرڙو
# مانائتو ماڻهو

"شاهه و گدا ڪري ٿو تنهنجو سلام قمبر"
"رحمت وسي ٿي توتي هر صبوح شام قمبر"

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، قمبر شهر جي توصيف ۽ تعريف ۾ چوڏنهن بندن تي مشتمل نظم لکيو هو جنهن جو پهريون بند مٿي ڏنل آهي.

حقيقت به اها ئي آهي ته جڏهن ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي اهو نظم لکيو هو. ماڻهو چون ٿا ته ان وقت واقعي قمبر امبر هو. ۽ مون به ننڍپڻ ۾ ان قمبر جي هڪ جهلڪ پسي هئي. جو ته منهنجو ڳوٺ بلڪل اولهه ۾ دوست علي واري سڙڪ تي، 5 ميلن جي فاصلي تي هو. ڳوٺ جو نالو هو ڪنڊو خان بليدي. سڙڪ سڌي هئي پر جڏهن هڪ دفعو ان تان ڪا جيپ، بس، لاري لنگهي وئي ته ڪلاڪ کن ڌوڙ جو طوفان برپا ڪري ويندي هئي. انهيءَ سڙڪ کي پار ڪندي جڏهن قمبر ناڪو ٽپبو هو ته هيانءَ ٺري پوندو هو. وڏو ۽ ويڪرو پڪين سرن سان ٺهيل رستو نظر ايندو هو. رستي جي ساڄي پاسي وڏيون ويڪريون جايون ۽ سيلر نظر ايندا هيا. کاٻي پاسي ننڍين ڪوٺين واريون جايون نظر اينديون هيون. جن جي دروازن تي مايون هار سينگار ڪيون ويٺيون هونديون هيون ۽ ڪنهن ڪنهن جاءِ مان طبلي جي ٿاپ، هار مونيم جو آواز، ۽ ڇير جو ڇمڪو ٻڌڻ ۾ ايندو هيو. ان وقت عمر ڇهه، ست سال کن مس هوندي هئي. ان ڪري ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي پر پوءِ ڀوهه جوانيءَ ۾ خبر پئي ته اهو ڪوچه جانان هيو. جتي 'هاج' رهندي هئي. جنهن جي باري ۾ سيد حسام الدين راشدي پنهنجي ڪتاب "هو ڏوٽي هو ڏينهن" ۾ سترنهن صفحا ڪارا ڪيا آهن. تنهن جي هڪ جهلڪ سندس لفظن ۾ پيش ڪجي ٿي:

"قمبر جو اهو ڪوچه جانان. جنهن ۾ پارڻ رهندي هئي. نه ڇڙو عاشقن لاءِ باغ بهار هيو. بلڪ عاشقن کان ان جي بهار جو ڳالهيون ٻڌي. لاڙڪاڻي جي ديوان گيانچند کي پنهنجو باغ بي حقيقت معلوم ٿيندو هيو ....هاج جڏهن پنهنجو بروج مشهده چڏي خوش و خرام ٿي ڪيڏانهن هلندي هئي ته في الحال قمبر وارو ڪوچه شهر. شهرِ خموشان ٿي ويندو هو...... ريل جتي اچي بيٺي، اتي زناني گاڏي اڳيان ڳاهٽ لڳي ويندا هيا. غريب غربو ته "اڙي هيءَ قمبر واري هاج ويني اٿئي." ڇئي اڳتي راهي ٿي ويندو هو. ليڪن وڏيرا ان جڳهه تي پهچي گل محمد ٻڇي ويندا هيا. پوءِ "زمين جنبد گل محمد نه جنبد"بهرحال عين انهيءَ وقت وڏيرن کي خارش اچي ڪڻندي هئي. هڪ هٿ مڇن ۾ ٻيو سٿڻ ۾، توبه نعوذ باالله اها بدعادت کين ڏاڍي هوندي هئي."

ننڍپڻ ۾ منهنجو چاچو غلام صديق، جنهن کي مان بابو منو ڪري سڏيندو هيم. سو سڌو ميونسپالٽي جي پاسي ۾ جمعي حجم جي دڪان تي وني ايندو هو.

جمعو حجم پڇندو هو: "رئيس! وار ناهيانس يا.......؟"

بابو منو وراڻيندو هو: "بس سمجهي وڃ نه....!"

۽ پوءِ جمعَي حجم جي پاڪي ۾ منهنجو متو هوندو هو. منڻن ۾ صفائي ٿي ويندي هئي. اتان پنهنجي ماماڻي گهر مکي محلي ۾ فوٽي مهر جي گهر وني ويندو هو. جنهن جي زال مريم لپ تيل جي هٿي نوڙهه چمڪائي بي بالم ڪري ڇڏيندي هئي. فوٽو مهر بابي مني کان حالن احوالن دوران ڏاڏي قتل جي باري ۾ پڇندو هو. ته پڪي ڪاٺي آ؟ ته جواب ڏيندو هو "لاڙڪاڻي!" مون ڏانهن اشارو ڪندي چوندو هو! "هن کي هتي ڇو نه ٿو پڙهائين؟" سندس مطلب هوندو هو ته پڪيءَ کي هتي ڇو نه ٿو رهائين.

بابو منو وراڻيندو هيو ته:

"هڪ ته هتان جو پاڻي سٺو ناهي، ٻيو اتي پنهنجي جاڳهه(جڳهه) آهي. ٻيون ته لاڙڪاڻي جي پڙهائي سٺي آهي."

جيتوڻيڪ قمبر جي پڙهائي مشهور هوندي هئي. هتان جي ميونسپل هاءِ اسڪول ۾ ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي ۽ سندس سرڳواسي پياءُ مکي ڪيول رام به پڙهيا ها. ڪامريڊ سوڀو ٻڌائي ٿو ته 1930ع ۾ قمبرشهر جو تعليم ۾ وڏو نالو هيو ۽ خاص ڪري ميونسپل اسڪول انتظامي ۽ تعليمي حساب کان مثالي هيو. انهيءَ اسڪول ۾ ڪوآپريٽو اسڪول هلندو هيو. جنهن کي هلائڻ لاءِ هر شاگرد کان سال ۾ هڪ رپيو ورتو ويندو هيو. ان

اسٽور کي هڪ شاگرد، هڪ استاد ۽ هڪ پٽيوالو هلائيندا هيا. جتي
اسٽيشنري عام بازاري اگھن کان سستي اگھہ ۾ ملندي هئي. ڪامريڊ سوڀو
اهو بہ ٻڌائيندو آهي تہ هو انهيءَ اسڪول ۾ چار سال پڙهيو. جتي روچي رام
جهڙو قابل هيڊ ماستر هيو. ڪشنچند ۽ نوازش صاحب جهڙا سخت محنتي
استاد هيا. جيڪي شاگردن کي مفت ٽيوشن پڙهائيندا هيا. بابو منو دراصل
ايريگيشن ڊپارٽمينٽ ۾ "B" ڪلاس جو ٺيڪيدار هيو ان ڪري ڪيس هر
ٻي ڏينهن تي لاڙڪاڻي اچڻو پوندو هيو. تنهن ڪري مونکي بہ پرائمري
تعليم لاهوري محلي جي پي سي اسڪول ۾ وٺڻي پئي. ۽ سيڪنڊري تعليم،
گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾.

1978ع ۾ مون جڏهن پهرين ملاقات ۾ اهو پس منظر محبت علي ٻرڙي
کي ٻڌايو. جيڪو 25 مارچ 1952ع ۾ قمبر ۾ڄائو هيو. پرائمري تعليم مين
پرائمري اسڪول ۾، سيڪنڊري، ميونسپل هاءِ اسڪول قمبر ۾ پڙهيو تہ هو
حيران ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو:

"جيڪڏهن تون قمبر ۾ پڙهين ها تہ پنهنجي ياري انهيءَ زماني کان
هجي ها. پر تون باءِ پاس ڪري لاڙڪاڻي هليو وئين. اهو ڪم صحيح نہ
ٿيو. چوتہ اسان جي زماني ۾ بہ قمبر جي پڙهائي سٺي هئي. "

اها اسان جي پهرين ملاقات سندر خوبچنداڻي جي توسط سان ٿي،
جيڪو ان زماني ۾ عوامي تحريڪ جي سنڌي شاگرد تحريڪ (S.S.T) جو
سرگرم ڪارڪن هيو. سنڌ يونيورسٽي ۾ داخلا ورتائين تہ سندس ڀاءُ
ڪيلاش خوبچنداڻي جيڪو لائيف انشورنس ۾ ڪم ڪندو هيو ۽
لاڙڪاڻي جا ڏاند ڏهندو (واپارين جي انشورنس ڪندو) هيو. تنهن جي
سلامن ڪلامن تي هو منهنجي روم نمبر 49 انٽرنيشنل هاسٽل ۾اچي رهيو
هو. ان سان گڏ پنهنجي پاڙيسري ۽ راند روند واري دوست اشتياق انصاريءَ
جو ڀاءُ اخلاق انصاري بہ اتي آيو هو. منهنجو بہ ايم اي سوشيالاجي جو
فائينل ايئر هو پهرين سال تہ منهنجو بہ گوشہ نشيني وارو سال هو. ٽن بسترن
واري ڪمري ۾ اڪيلو رهندو هيس. جو ٻن بسترن جي الاٽمينٽ پنهنجي
هم ڪلاسي دوست جان محمد رند ۽ ان جي ڀاءُ صاحب خان جي نالي تي
ڪرائي ڇڏي هيم. پر هنن ٻن نوجوانن جي اچڻ ڪري روم نمبر 49 ۾ رونق
اچي وئي. ۽ گهما گهمي وڌي وئي.

پهرين ملاقات سڄي رات هلي. جنهن ۾ سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن ۽ انهن
جي حل بابت بحث مباحثا ٿيا. جيڪي ان زماني ۾ شاگردن جي مٿي جو

سور هيو. جيڪا ڳالهه ڏاڍي نئين ۽ نرالي هئي. اهو هيو سندر خوبچنداڻي جو دلچسپ سوال تہ دنيا جي مسئلن تي ڪير وڌيڪ ڄاڻ رکي ٿو. ذوالفقار علي ڀٽو جي ايم سيد. يا رسول بخش پليجو؟

محبت جو جواب هيو: "اها دعويٰ ئي عجيب آهي تہ ڪو فلاڻو عقلِ ڪُل آهي. " سندس چوڻ هو تہ هر ماڻهو 98 في صد اڻ ڄاڻ ۽ جاهل آهي. مون کي مخاطب ٿي چيائين:

"اوهان سوشيالاجي پڙهي رهيا آهيو پر مون کي سوشيالاجي جي نالي ماتر ڄاڻ آهي. ان جو مطلب تہ مان ان شعبي ۾ اڻڄاڻ آهيان. آءٌ جي ايناٽامي تي دسترس رکان ٿو تہ ان شعبي ۾ اوهان کي گهٽ ڄاڻ هوندي. وري اسان ٻنهي کي پنهنجن پنهنجن شعبن جي اها ڄاڻ ڪونهي تہ اڄوڪي ڏينهن ۾ اسان جي شعبن ۾ ڪهڙا سڌارا ۽ واڌارا آيا آهن. ان ڪري اسان کي انساني سماجي ترقيءَ لاءِ گڏيل سمجهہ کي ڪتب آڻڻ گهرجي. هڪ ٻئي کان سکڻ واري فارمولي تي عمل ڪرڻ گهرجي. حقيقتن جو جائزو دليلن ۽ ثبوتن جي بنياد تي وٺڻ کپي. تہ جيئن ڪا سٺي سماجي تبديلي يا انقلاب آڻي يا برپا ڪري سگهجي. "

اها ڳالهہ محبت جي مون کي نئين ۽ اڻ ڏري لڳي. نہ تہ ان زماني ۾ هر ڪو پنهنجي اڳواڻ کي عقلِ ڪل. قائد عوام. مها ڏاهو ۽ عظيم رهبر ڪري پيش ڪندو هو. محبت جيئن تہ لياقت ميڊيڪل ڪاليج جو شاگرد هو ان ڪري هن ايل ايم سي هاسٽل اچڻ جي دعوت ڏني. مان. سندر خوبچنداڻي ۽ هڪ نوجوان مشتاق شابراڻي سان گڏ سندس روم تي پهتاسي. تہ اتي ظفر اڄڻ ۽ فاضل راهو بہ ويٺا هيا. محبت منهنجو تعارف ڏاڍي سٺي انداز سان ڪرايو جڻ تہ مان ڪوئي مشهور ماهرِ عمرانيات هيس ۽ انهن ٻنهي ڄڻن بہ منهنجي سٺن لفظن سان آجيان ڪئي.

جيئن تہ اها ـجي ڪچهري هئي. جنهن ۾ ذاتي ڳالهيون. هيڏانهن هوڏانهن جا حال احوال ۽ ان سان گڏ عام سياسي نقط زيرِ بحث آيا. انهيءَ دؤران محبت ڀرڙي عام مهمان نوازي کان هٽي ڪري سيڻ کي ماني کارائي ڇڏي.

مان ان ڏينهن کان محبت جي "محبت" جي گهرائي جو اندازو ڪيم. جڏهن تہ اڳواٽ ئي هن مون کي پنهنجو مسڪيني حال ڳالهين ڳالهين ۾ ٻڌائي ڇڏيو هيو پر سچ پچ تہ محبت دل جو امير هو ۽ پوءِ مان بہ محبت کي لاڙڪاڻي ميس ۾ گهرائي ماني کارائيندو هئس. لاڙڪاڻي ميس جو مينيجر

بشير شاهاڻي هوندو هو جيڪو جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو صدر ۽ منهنجو ذاتي دوست هيو. اهو محبت ۽ مون کي ڏسي ڪلي چوندو هو:

"منظور لڳي ٿو تہ تون عوامي تحريڪ جو ايجنٽ آهين ...! تون سنڌ يونيورسٽي مان جيئي سنڌ اسٽوڊنٽ فيڊريشن وارن جي تڏا ويڙهہ ڪرائيندين."

مان بہ کلي ورائيندو هيو مانس: "انشاءَالله ايئن ئي ٿيندو."

پر حقيقت اها هئي تہ محبت پرڙي مون کي ڪڏهن بہ ايئن نہ چيو يا زور پريو تہ آءُ ڪو سندس تنظيم جو ميمبر ٿيان. چو تہ هن کي خبر هئي تہ مان اسپورٽس جي عشق ۾ گرفتار آهيان. ان ڪري جيڪو بہ واندڪائي وارو وقت ملندو هيو تہ حيدر بخش جتوئي پويلين تي وڃي فزيڪل ايڪسرسائيز ڪندو هئس. شاٽ پٽ اڇليندو هئس يا جيولن ٿرو پيو ڪندو هئس پر هن جي اها خواهش هوندي هئي تہ منهنجي ساڻس ملاقات هفتي ۾ هڪ دفعو ضرور ٿئي. ۽ ٿيندي هئي، توڻي جو محبت هڪ مخصوص سياسي ڏر سان سلهاڙيل هو پر هڪ ٻئي کي ڏسندي جڻ دل کي دل جي ڪشش ٿيندي هئي. جي ڪچهري ڪبي هئي تہ خوب ڪبي هئي. پوءِ اها سياست هجي يا فلاسافي، تاريخ هجي يا آثارِ قديمہ، عالمي ادب هجي يا سنڌي ٻولي، ناٽڪ هجي يا رانديون. مان ڪڏهن ڪڏهن تہ حيرت ڪائيندو هئس جڏهن محبت سوشيالاجي جي ڏکين موضوعن ۽ اصطلاحن تي ڳالهائڻ شروع ڪندو هيو. خاص ڪري Criminology ۽ Social psychology تي. پاڻ ڪڏهن ڪڏهن لاڙڪاڻي ميس تي منجهند جو ماني لاءِ ويناسين. ماني تہ اڌ ڪلاڪ ۾ پوري ٿي ويندي هئي. ڳالهائيندي ڳالهائيندي سج لهي ويندو هو تہ رات جي ماني بہ اتي ئي ڪائيندا هئاسين. ۽ پوءِ وري محبت بلاڪن واري هاسٽل ۾ سنڌي شاگرد تحريڪ جي ميمبر مشتاق شابراڻي سان وڃي پنهنجي مخصوص سياسي ڪچهري ڪندو هو.

1978ع تائين پنهنجون ملاقاتون رهيون. جو پنهنجو هڪ سال آمر ضيا سنڌ جي سمورن تعليمي ادارن کي 9 مهينا بند ڪري وڃايو. اهڙي طرح سنڌي شاگردن کي هر حوالي سان پنتي ڌڪي ڇڏيو. ان دؤران ڳوٺ ڏانهن ايندي ويندي قمبر مان گذر ٿيندو هو تہ ملاقات ٿي ويندي هئي. جڏهن ڊاڪٽر محبت برڙو آرمي جو ڪيپٽن ٿي ويو ۽ مان گذر سفر جي حوالي سان پهرين پرائيويٽ ۽ پوءِ سرڪاري نوڪريءَ جي شڪنجي ۾ اڙيس تہ ملڻ جلڻ وارو سلسلو ختم ٿي ويو. ايتري قدر جو مون جڏهن سنڌ جي شهرن

۽ انهن جي مسئلن تي مضمون لکڻ شروع ڪيا ۽ خاص ڪري جڏهن قمبر تي لکڻ جو سوچيم تہ محبت ڏاڍو ياد آيو.

سال 1994ع اپريل جو مهينو هيو. ڪيميرا ۽ نوٽ بڪ کڻي قمبر ۾ هڪ اڌ ماڻهو کان پڇيم تہ خبر پئي تہ محبت قمبر ۾ آهي ۽ لطيف ڪلينڪ کولي اٿس. پڇائيندي پڇائيندي پندرنهن منٽن ۾ پهچي ويس. ڪلينڪ ۾ اندر گهڙيس تہ ڏٺم. محبت ويٺي ڪجھ لکي رهيو هيو ڏسندي ئي سڃاتائين: "ڪاٿي آن منظور ياءُ؟"

اهو ساڳيو سوال منهنجو بہ هو. بس پوءِ هر ڪنهن پنهنجي وارتا ٻڌائي، نہ ملڻ جي تشنگي جو احساس ڏياريو. باقي هڪ ٻئي سان ڪي شڪايتون ۽ ميارون تہ هيون ڪو نہ. جو ڏڄن ها.

ٿوري دير کان پوءِ جامي چانڊيو، سرمد چانڊيو ۽ ٻہ ٽي ٻيا دوست بہ اچي نڪتا. انهيءَ جي دؤران محبت وٽ هڪ مريضہ آئي. سا بہ ڪراڙي ۽ نبل، تنهن کي ڏٺائين تہ ان چيس: "ابا مان غريب آهيان، مون وٽ پيسا ڪونهن." محبت وراڻيو: "امان ڪائي ڳالهہ ڪونهي! بس تون هيءَ دوا وٺي ڪاءُ. ٺيڪ ٿي ويندينءَ." مريضہ پرچي وٺي چيو: "جڏهن پيسا ٿيا تہ دوا وٺنديس." محبت چيس: "امان دوا سستي اٿئي 20 روپيہ مس لڳنديءِ."

"ابا 20 روپيہ بہ ڪونهن." محبت کيسي مان 20 روپيہ ڪڍي مريضہ کي ڏنا. "ها امان وٺ." ان وقت مون سوچيو: "هن يار جو جهان ڪيئن هلندو هوندو؟" خير حال احوال ٿيا. مون اچڻ جو مقصد ٻڌايو تہ قمبر تي مضمون لکڻ چاهيان ٿو. انفارميشن کپي. وراڻيائين:"کوڙ انفارميشن. پهريان ماني کائون."

ٿوري دير کان پوءِ ماني آئي. ماني کائي قمبر گهمڻ نڪتاسين. مرلي ٽاڪيز جي سامهون واري روڊ کان شهر طرف اندر گهڙياسين. اڳ ۾ ولايت راءِ جي دربار گهمي سين. ان کان پوءِ ان هنڌ اچي پهتا سين. جتي ڪنهن زماني ۾ سڪو تلاءُ هو. ۽ چيو وڃي ٿو تہ ٻيڙيون اتي اچي بيهنديون هيون. اهو تلاءُ جهڙو ڪر قمبر جو ننڍڙو بندر هيو. سرمد چانڊيو اتي بيهي ڪري قمبر جي قدامت بابت ٻڌايو. محبت ٻرڙي وري سڪي تلاءَ جي سامهون اولهائين ڏاکڻي ڪنڊ ڏانهن اشارو ڪندي چيو."هتان اصلوڪو قمبر شروع ٿئي ٿو. جنهن جي لاءِ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي نظم ۾ واضح اشارو آهي.

اعليٰ دماغ ماڻهن لاءِ، خوب هي جڳھ آهي،
آهي ٻڌل دڙي تي، عالي مقام قمبر.

پوءِ اعليٰ دماغ ماڻهن (محبت، جامي ۽ سرمد) عالي مقام قمبر سج لٿي تائين ايئن گهمايو جو منهنجو مضمون "قصو قمبر علي خان جو" مڪمل ٿي ويو ۽ 'سنڌ سجاڳ' جي آگسٽ 1994ع جي پرچي ۾ ڇپيو. جنهن ۾ قمبر جي قدامت کان وٺي موجوده حالت ۽ سندس مسئلن بابت اپٽار ٿيل هئي. اها بہ خبر پئي تہ قمبر واسين خاص ڪري پاڻي نيڪاس ۽ روڊن رستن جي حل لاءِ سٽيزن ڪاميٽي جوڙي هئي، ان حوالي سان هر مهيني هو لاڙڪاڻي ضلعي جي ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڪمشنر آڏو مسئلا کڻي ويندا هيا .پر سندس چوڻ هو تہ سٽيزن ڪاميٽي جا آواز صدا بہ صحرا ٿي ويندا هيا. ڇو تہ قمبر جي نام نهاد سياسي سردارن/اڳواڻن ڪڏهن بہ پنيرائي نہ ڪئي.

پر محبت ٻرڙو ڪڏهن بہ مايوس نہ ٿيو هن قمبر شهر ۾ علم، ادب ۽ شعور جي شمع روشن رکي. جنهن جي نتيجي ۾ قمبر جا ڪيترائي نوجوان مستفيض ٿيا. منهنجو بہ جڏهن ڳوٺ اچڻ وڃڻ ٿيندو هيو تہ محبت سان ملاقات ضرور ٿيندي هئي، مونکي انهيءَ دؤران خبر پئي تہ محبت ٻرڙي کي سنڌي ٻوليءَ تي بہ وڏي دسترس حاصل آهي. ان حوالي سان سندس مضمون نهايت گهرائي ۽ وسعت رکندڙ هيا. هن وٽ سنڌي انسائيڪلو پيڊيا جي حوالي سان بہ هڪ وڏي رٿابندي ٿيل هئي، سندس ڳالهين ۾ هر دفعي هڪ انڪشاف ۽ نئين ڳالهہ هوندي هئي، هڪ دفعي هن سنڌي ٻوليءَ جي هڪ پد وارن لفظن تي ڳالهايو. جيئن مثال "گه" آهي تہ اهو طاقت، قوت ۽ تيزيءَ کي ظاهر ڪري ٿو. ۽ پوءِ سنڌي جي نج لفظن "سگهو" ۽ "اگهو" تي ڳالهائيندو رهيو. ان مان اندازو ٿيندو هيو تہ ذهني طور تي هو ڪيڏو نہ امير هيو. پر اها بہ خبر پئي تہ ان عرصي دؤران هن جيترو علم ۽ ادب جي واڌاري لاءِ سوچيو . اوترو پنهنجي معاشي حالتن جي بهتري لاءِ نہ سوچيو. پوءِ بہ معاشي ڪسمپرسي جي حالت ۾ هن پاڻ کي ڇومڪي جيان جلائي چوڏس روشني ڦهلائي. سندس ان روشنيءَ جو نتيجو آهي جو اڄ بہ سندس دوست ياڻو درمحمد ٻرڙو سندس ننڍو ڀاءُ رياضت ٻرڙو ۽ ٻيا ڪيترائي سندس ٻاريل شمع جي جوت مان جوت جلائيندا اچن ٿا.

هن شخص وٽ جيتري خيال آرائي ۽ تحقيقي جستجو هئي، مون سنڌ ۾ ڪنهن بہ هم عصر وٽ ڪو نہ ڏٺي.

25 مارچ 1997ع تي پنهنجي آخري ملاقات لاڙڪاڻي ۾ سعيد ميمڻ جي اسپورٽس واري دوڪان. جناح باغ لڳ ٿي. مان دوڪان تي سعيد ميمڻ سان ڪچهري پئي ڪئي. ڊاڪٽر محبت تي نظر پئجي وئي. زور سان سڏ

ڪيو مانس: "ڊاڪٽر صاحب!" مون ڏانهن ڏٺائين. وڏي آيو ياڪر پاتائين. حالي احوالي ٿياسي. چانهه جي لاءِ چيومانس تہ چيائين "تڪڙو ڪم آهي. سول اسپتال ۾." مون چيو. "ڪم لاهي. منهنجي گهر اڄ ۽ منهنجي ماني کائءُ!" ورانڻيائين "هڪڙو قمبر جو مريض آهي. ان جي پارٽ سفارت ڪان پوءِ واپس ورڻو آهيان." مون چيو "سوال ئي نہ ٿو پيدا ٿئي تہ آءُ توکي ماني کارائڻ کان سواءِ ڇڏيان." پر محبت ڀانهون ٻڌندو رهيو ۽ چوندو رهيو "ٻي دفعي...!حاضر....!ٻي دفعي....!"

ان ڏينهن منهنجي دل نہ پئي چاهيو تہ محبت ڪي ايئن ڇڏيان. ڏاڍا ايلاز ڪيا مانس پر الائي ڪهڙي تڪڙ هئس. جو چانهه بہ نہ پيتائين.

۽ پوءِ 8 اپريل 1997ع تي اوچتو سندس دل ٻيهجڻ جي خبر پئي تہ هڪ وڏي ۽ آخري ملاقات جي حسرت رهجي وئي.

هي قمبر شهر جو ڪٺهار ۽ ڪُندار جڏهن پنهنجي علمي قد ۽ بت سان اڃان اسريو مس تہ ايئن لڳو جڻ ڪنهن نسريل ڳئي جيان ٽڙڪي پيو جنهن جو اڄ ڏينهن تائين ارمان آهي.

**

# افضل قادري

## محنت ڪش ۽ معزز دوست

**شاعر يا اديب لاءِ هڪ رويو اهو به جڙيل آهي ته شاعر يا اديب نڪمو يا غير ذميوار ٿئي ٿو ۽ شاعري انسان کي چڙواڳ بڻائي ٿي. ٻيو رويو اهو آهي ته شاعر يا اديب ماڻهن کي ناواقفيت جي ننڊ مان بيدار ڪري ٿو.**

جيتري قدر ياد ٿو اچي ته شام جو وقت هو. سال 1975ع جي پڇاڙي هئي. مون کي به هِن هُن کان خبر پئي ته لاڙڪاڻي شهر جي محلي علي گوهر آباد ۾ ڪچي جاءِ جي ڪوني تي. وچايل تڏن مٿان "روح رهاڻ ادبي سنگت" جون تنقيدي گڏجاڻيون ٿينديون آهن. انهن ئي ڏينهن ۾ مون به هڪ ڏينهن وڃي شرڪت ڪئي. گڏجاڻي هلندي وينلن جو پاڻ مرادو تعارف ٿي وڃي ٿو. هي شوخ طبع ۽ ڳالهائڻ ۾ پڙ سليم ڪورائي آهي. هي احتياط سان هر لفظ ادا ڪرڻ وارو رزاق مهر آهي. هي درد ۾ ٻڏل واجد ناز آهي. هي سنجيده طبيعت ممتاز ابڙو آهي. هي سمانو ليکڪ زيب سنڌي آهي. هي کل مک ۽ خوش مزاج افضل قادري آهي. انهيءَ زماني ۾ "روح رهاڻ ادبي سنگت" جي. لاڙڪاڻي جي ادبي ماحول ۾ هاڪ هئي. هيءَ ادبي سنگت اهڙن نوجوانن تي مشتمل هئي جيڪي ادبي شوخ پڻي ۽ ارڏائپ جي ڪري مشهور هئا. مان به ان ادبي سنگت جو پهريان ميمبر. پوءِ سيڪريٽري ۽ آخر ۾ صدر بڻيس. انهيءَ ادبي سنگت جي حوالي سان ملڪ آگاٽي، ڪيهر شوڪت. ۽ ٻين ڪيترن ئي اديبن ۽ ادب دوست ماڻهن سان ملاقات ٿي. روح رهاڻ ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۾ اهي چٽا بحث ٿيا. جو جيڪڏهن انهن تي لکجي ته هڪ دبستان نهي سگهي ٿو. ۽ شايد اهڙن

بحثن جو نتيجو نڪتو. جو اُن ادبي سنگت جا 9 ميمبر صاحبِ ڪتاب ٻڌيا. افضل قادريءَ جي تنقيد جو انداز بہ نرالو هوندو هيو. سندس تڪيہ ڪلام هوندو هيو لانڊ سان "ادا!!" چوڻ. پهريان نهايت عزت و احترام سان لقب القاب ڏئي پوءِ ليکڪ جي لاک لاهيندو هيو. مڙندو ڪنهن کان بہ نہ هو. پوءِ پل اُهي گهاتا يار چو نہ هجن. هڪ دفعي سليم ڪورائي پنهنجي ڪهاڻي پڙهي، افضل قادري ڪجهہ هيئين ريت تنقيد ڪيس:

"ادا، سليم ڪورائي عظيم ڪهاڻيڪار آ. سندس ڪهاڻي بہ ظاهر آ عظيم هوندي، پر مون کي سنڌ جو قسم تہ ڪهاڻي سمجهہ ۾ نہ آئي، گهڻ ۾ گهڻ ايتري سولي ڪهاڻي تہ لکي، جو مون جهڙي سادي ماڻهوءَ کي بہ سمجهہ ۾ اچي. باقي سليم ڪورائي جي ڪهاڻي ۾ رواني ڏاڍي هئي."

ان زماني ۾ مان بہ ٿوري ٿڪي شاعري ڪندو هئس مون هڪڙو شعر پڙهيو ان ۾ هندي لفظن جي پرمار هئي، افضل قادري نهايت مودبانہ انداز ۾ تنقيد ڪندي چيو:

" ادا! منظور اسان جو گهڻ پڙهيو دوست آهي، الله سندس علم ۾ اضافو ڪري. سندس نظم زبردست هيو مگر اسان جي ڪيس هڪ گذارش آهي تہ سنڌيءَ ۾ بہ شاعري ڪري تہ جيئن اسان جهڙا گهٽ پڙهيل دوست بہ ڪيس سمجهي سگهن."

سليم ڪورائي ۽ مون مان بہ جڏهن نہ مڙيو تہ باقي ٻين مان ڪهڙو مڙيو هوندو، هڪ دفعي شيخ اياز جي ڪنهن شعر تي بہ شاعري ۾ تنقيد لکي آيو انهيءَ شعر ۾ اياز ڪو " پپر پيلا گل" ڪري لکيو هيو. جنهن جي جواب ۾ افضل لکيو هيو:

" پپر پيلا گل ٿيندا ناهن. او ڪوي!"

افضل جي هڪ خوبي اها بہ هئي تہ سندس ظرافت جو انداز نرالو هيو. محرم جا ڏيهاڙا هجن. سليم ڪورائي، رزاق مهر. واجد ۽ مان گهمندي ڦرندي سندس گهر پهتاسي. اهو اوهان کي ٻڌائيندو هلان تہ روح رهاڻ جي آفيس، افضل جي گهر جي مٿان نهيل هوندي هئي. جنهن کي هڪ ننڍڙو آڱر ۽ ٻہ ڪمرا هوندا هيا. اسان روح رهاڻ جي آفيس ۾ ساڻس ڪچهري پئي ڪئي سي تہ اوچتو ڪيس ڪجهہ ياد پيو. اسان کي اٿاريندي چيائين:

" ادا، اسان جي پاڙي جي پارڪ ۾ اڄ مولا جو نياز آ. هلو تہ هلي کائون."

اسان نٽايوسي، پر سندس زور پرڻ تي هلي پياسي. پهتاسي تہ واقعي نياز هلي رهيو هيو پر ماڻهن جي وٺ سٽ لڳي پئي هئي. افضل پري کان

نياز ورهائيندڙن کي سڏيو پر ايڏي گوڙ ۾ ڪير ٿو ٻڌي؟ 15 منٽ ڪن انتظار ڪيوسي ۽ پوءِ هلڻ جي ڪئي سي تہ افضل قادري اسان کي روڪيندي چيو:"آخري ڪوشش ڪرڻ ڏيو" افضل قادري انهن کي زور سان رڙ ڪندي چيو: "ادا! پنج سيد بيٺا آهيون. ڪجھ تہ خيال ڪيو ڪربلا ۾ بہ سيدن کي مسلمانن ڏاڍو انتظار ڪرايو هتي بہ انتظار ٿا ڪرايو!؟" نياز ورهائيندڙ ٽن مان هڪڙي همراھ کيس سجاڻيندي چيو:" ادا, توهان تہ دايا قادري آهيو, سيد ڪڏهن کان ٿيو؟" افضل قادري هڪدم وراڻيو: "ها ادا! ٿورا ٿورا دايا بہ آهيون." اسان سين کان ٿهڪ نڪري ويا, نياز ورهائيندڙ بہ کلي ويٺا, هڪدم اسان آڏو ٿالهين ۾ نياز (پلاءُ) وجهي ڪٺي آيا.

سليم ڪورائي ڪلاڪار پبليڪيشن ڪڍي تہ رزاق مهر نئين دنيا ۽ ان کان پوءِ ممتاز ابڙي ڪلا پبليڪيشن.

روح رهاڻ ادبي سنگت ۾ واجد ۽ افضل جي نوڪ جهونڪ هلندي هئي. افضل پاڻ مٿان ٿيل تنقيد تي ڏينهن کان پوءِ وساري ڇڏيندو هو پر واجد ان جو گهرو اثر وٺندو هيو ۽ مهينو ڪن ان جو ردعمل ڏيکاريندو هيو. ان سبب ڪري, واجد هڪڙو مضمون لکيو جنهن ۾ افضل قادري سان گڏ ڪراچي تائين سفر جي ڪٿا هئي ۽ ان ڪٿا ۾ ڪجھ افضل تي هلڪي سلڪي ڪاوڙ جو اظهار بہ هيو. اهو مضمون جڏهن ڇپيو تہ هڪ ڏينهن سندس سائيڪلن جي دوڪان تي ممتاز ابڙو آيو تہ افضل چيس:

"ادا خبر پئي آهي تہ تنهنجي ڪلا پبليڪيشن ۾ منهنجي خلاف مضمون ڇپيو آهي؟"

ممتاز وراڻيو: " ادا مان ڇا ڪيان, واجد زور پريو تہ ڇاپڻو پيو."

افضل ڏاڍي پياري انداز ۾ چيس:

"هُن تہ ڪٺي مضمون لکي ڇائي پاتي پر تو بہ تہ ڇاپي ڏوڙ پاتي نہ ادا؟"

ممتاز ڪجي پت ڪجي, ٻين کي چوندو وتي, "يار مان جنڊ جي ٻن پڙن ۾ اچي ويس."

افضل ڏاڍو ڏکيو ماڻهو بہ هيو ڪڏهن ڪڏهن اهڙي ڳالھ ڪندو هو جو اڳلي ماڻهوءَ جا ٽپ ٺاري ڇڏيندو هيو. روح رهاڻ ادبي سنگت ۾ هڪڙو اسان جو ميمبر اشفاق منگي بہ هيو ان جي والد صاحب سچل منگي جي ايمپائر روڊ تي هيئر ڪٽنگ سيلون هوندي هئي, ادبي لڏي جا ماڻهو اڪثر ڪري سندس دوڪان تان وار ٺهرائيندا هيا. سچل منگي نهايت سلجهيل ماڻهو هيو. ڏاڍي فضيلت سان ڳالهائيندو هيو. پر اهلِ تشيع هئڻ جي ناتي

پنهنجي مسلڪ/ فرقي جو پرچارڪ بہ هيو مان وار نهرائي رهيو هيس.
افضل ۽ ٻيا دوست ويٺا هيا. سائين سچل منگي چوڻ لڳو:
" اوهان اديب آهيو تنهن ڪري توهان جي مٿان فرض آهي تہ حق جي ڳالھ ڪيو ۽ برملا ڪيو جي اوهان گڏجي صرف " باغ فدق" واري مسئلي تي پنهنجي راءِ زني ڪيو تہ سڀ معاملا پٽ پڌر ٿي ويندا."
افضل وراڻيو "سائين. مان توهان کان هڪڙي ڳالھ ٿو پڇان تہ حضرت علي سائين عرب هيو ۽ مڪي جو هيو يا نہ؟ "
" ها هيو!" سچل منگي وراڻيو
" ۽ حضرت عمر رضہ بہ عرب ۽ مڪي جو هيو يا نہ؟"
" ها هيو"
"ٻئي هڪ ئي استاد جا شاگرد يعني حضرت محمد ﷺ جي نظريي اسلام جا پيروڪار هيا يا نہ؟"
" ها هيا."
" تہ پوءِ سائين سچل صاحب! هڪ قوم جا. هڪ شهر جا. هڪ نظريي جا ماڻهو قيامت ۾ هڪ ٻئي سان ٺهي وڃن. تہ تنهنجي منهنجي منهن ۾ ڇا رهندو؟! پاڻ بابا ڏتڙيل قوم جا ماڻهو آهيون. ان ڪري پاڻ کي سنڌي قوم جي مسئلن تي سوچڻ گهرجي. اجوڪن مسئلن تي سوچڻ گهرجي ۽ عملي جدوجهد ڪرڻ گهرجي. جيڪو مسئلو 14 سؤ سال پراڻو آ. ان کي تون ۽ اسان ڪاڏنهن حل ڪنداسين ....!"
پوءِ تہ افضل اهڙو ڪرو ۽ سڌو ڳالهايو جو سائين سچل منگي ڪڏهن بہ ان موضوع تي اسان سان نہ ڳالهايو جي ڳالهائيندو هيو تہ سنڌ جي مسئلن تي.
افضل وٽ جڏهن ڇڳو پلو شاعري جو مواد ڪٺو ٿي ويہ تہ کيس ڪتاب ڇپرائڻ جو خيال ٿيو ان وقت 150 صفحن جو ڪتاب اڍائي ٿي هزار روپيا ڪائيندو هيو مون کيس 200 روپيا ڏيڻ جو واعدو ڪيو 1000 روپيا پاڻ گڏ ڪيا هيائين باقي. پندرنهن سؤ کن گهربل هيس. ان ڪري پريشان رهندو هيو هڪ ڏينهن ڪيبن تي ويٺو هيو مان بہ بينچ تي ساٿس ڪچهري پئي ڪئي. سيد مظفر حسين شاه. جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان سلهاڙيل ۽ لاڙڪاڻي جو مشهور قوم پرست اڳواڻ/ڪارڪن هيو سو ٽانگي تي چڙهيو پئي ويو. تنهن کي ڏسي زور سان چيائين:

” اِو سائين مظفر شاهه! سنڌ جو قسم اٿئي ٽانگي تان لهه. اڄ قوم کي توکان حساب وٺڻو آ. “

مظفر شاهه هڪدم لهي پيو. ٽانگي واري کي ڪرايو ڏئي، افضل وٽ آيو. افضل چيس:

” ادا! مظفر شاهه! هن ويهين صديءَ ۾ هڪڙي جي ايم سيد کان سواءِ باقي سيني سيدن سنڌ کي لٽيو آ. “

مظفر شاهه وراڻيو: ” پوءِ سيني سيدن جو حساب مون کان وٺندين ڇا؟ “

” ها بابا! پهريان توکان وٺبو پوءِ ٻين کان...... “

” پوءِ قوم حاضر آ. “ مظفر شاهه وراڻيو.

” بابا سائين، هڪڙي غريب قومي شاعر جي ڪتاب ڇپرائڻ جو مسئلو آ... ان کي اوهان ڏن ڏيو ته ڪتاب ڇپجي. باقي قيامت ۾ ته اوهان به اسان کي ڪونه ڇڏائيندؤ اها پڪ آ. “

مظفر شاهه چوڻ لڳو: ”اسان سڄي دنيا کان ڏن وٺئون. تون وري اسان کان وٺين. هيءَ ڪا شرافت آ...!؟ “

پوءِ افضل ۽ مظفر شاهه جي پوڳ نڪاءَ واري ڪچهري هلندي رهي، افضل، مظفر شاهه سان ڏاڍو حجائتو هيو. افضل جا پوڳ چرچا ۽ نمريون اکين تي رکي ڇڏيندو هيو. ۽ پوءِ خبر پئي ته بقايا پئسا مظفر شاهه ڏنا.

شاعريءَ جو ڪتاب ”ٻريا رنگ رتول“ ڇپجڻ لڳو. پيش لفظ سليم ڪورائي کان لکرايائين. ۽ پس لفظ مون کان. اِهو ڪتاب 8 مئي 1977ع ۾ ڇپيو. جنهن ۾ منهنجو لکيل پس لفظ هيٺين ريت هيو:

”افضل قادري منهنجو دوست آهي ۽ دوست به دوستن جهڙو. مان سڄي دوست لاءِ رت ست ڏيڻ وارو آهيان. سنگت ۾ ’وِهُه به اتي ته گِهه به‘ اتي واري ڳالهه کي ورجائيندو آهيان. ظاهر آهي ته جيڪڏهن مان افضل لاءِ پنهنجا جذبا ظاهر ڪيان ۽ اهي جذبا ٻين لاءِ پل ته رس ڀريا ۽ چس ڀريا نه هجن. پر پوءِ به مان پريشان نه ٿيندس. چو ته اهو منهنجو فطري جذبو هوندو. جيڪو هڪ دوست جو ٻي دوست جي لاءِ هوندو آهي. پر چوندا آهن ته ” لٺ ڪٺي پاءُ ڏانهن ڳالهائجي الهه لڳه “ جڏهن به اهو حق سچ جو سوال سامهون ايندو ته پنهنجي دوستي واري جذبي کي پاسيرو رکي پروڙيو پوندو ته منجهس ڏانءُ، ذات. ۽ سچائي ڪيتري آهي. وڌيڪ توهان سڄاڻ پڙهندڙ انصاف ڪري سگهندؤ ته مان رڳو دوستيءَ جو حق نڀايو آهي يا ان سان گڏوگڏ متائنس ڪجهه ناقدانه نظر به وڌي آهي.

پهريون پهريون سوال جيڪو منهنجي ذهن ۾ هورا ڪورا مچائي ٿو ته، مان پهريائين افضل جي شخصيت تي ڳالهايان يا شاعريءَ تي، جڏهن ته منهنجي نظر ۾ ٻئي پهلو اهم آهن. بهرحال مان پهريائين افضل جي شخصيت تي ڪجهه روشني وجهان ٿو. ۽ سندس شاعري تي پوءِ، ڇو ته شخصيت جو اثر لکت تي نمايان هوندو آهي.

هونئن به افضل جي شخصيت جي باري ۾ جيترا وات، اوتريون ڳالهيون. افضل جي شخصيت جو اثر مختلف ماڻهن تي مختلف نموني سان پيو آهي، سو ڪوهن ۽ ماڻهن جا وات ڪير بند ڪري؟. ڪن جي نظر ۾ افضل قادري ڪهاڙي باز، ڪن جي نظر ۾ جذباتي شاعر.

حقيقت ۾، مون کان پڇو ته منهنجي نظر ۾ سڀ ڪجهه آ. يعني مڪمل انسان. مڪمل انسان جي وصف به منهنجي نقطي نگاه کان اها آهي ته جنهن ۾ گڻ ۽ اوگڻ ٻئي هجن.

افضل جي هر روپ کي ظاهر ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ڇو ته افضل جنهن سماج ۾ رهي ٿو، ان سماج ۾ هر انسان جي شخصيت پر پيچيده آهي.

هن دودي سنهڙي ڳوٺ کان وٺي، لاڙڪاڻي شهر تائين جيڪو سفر ڪيو آهي، سو ڏاڍو ڏکيو ڪيو آهي. هن يار جي شخصيت تي ٻهراڙي ۽ شهري جيون جو چٽر چڱيءَ طرح چٽيل آهي. هن ٻهراڙيءَ جي پيڙهيل هاري ۽ مچن وٺيل وڏيري کان وٺي شهر جي ٿي بي ورتل مزدور ۽ وڏي دنب واري سرمائيدار کي چڱيءَ طرح چٽائي ڏنو آهي، جنهن ڪري ڪيس هاري ناري ۽ محنت ڪش مزدور جي مسئلن جي چڱي پروڙ آهي. جيڪا سندس سنئين سڌي مشاهدي جي ڪري آهي نه ڪي ٻڌ سڌ تي.

هن جي طبيعت ۾ ٻهراڙي واري ارڏي ڳيروءَ واريون ارڏايون به آهن ته، شهر جي سمجهو ۽ سجاڻ جوان واريون سوچون به. مان هن جي پيشاني تي غيض ۽ غضب واريون ريکائون به ڏٺيون آهن ته سادگيءَ واريون سڌيون ريکائون به.

مان ۽ افضل جڏهن ڍنڍ تي شڪار ڪرڻ ويندا آهيون، جڏهن هو ڪنهن اڏامندڙ پکيءَ کي نشانو ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ ڪڏهن نشانو خطا ٿي ويندو اٿس ته سندس نرڙ تي هڪ اهڙو گهنڊ پئجي ويندو آهي، جنهن ۾ سندس ماضيءَ جون وحشتون ۽ وسريل ورق هوندا آهن. پوءِ جيستائين ڏهن ٻارهن پکين جو ساهه نه وٺندو تيستائين جڻ ٻانهن چڪ ۾ هوندس.

افضل جي سڌين ريڪائن وارو روپ بہ آهي. جڏهن هو آرهڙ جي ڏينهن ۾ تاڪ منجهند جو سائيڪل تي پگهر وهائيندو منهنجو دروازو کڙڪائي چوندو آهي "وزٽ تي ويو هيس. ڏهہ پندرنهن روپيہ هٿي آيو آهيان. هل تہ هلي چانهہ پيون ۽ ڪچهري بہ ڪيون." پوءِ خبر پوندي آهي تہ هي همراهہ سڄي سنگت جي نندِ ڦٽائي آيو آهي. انهيءَ وقت سندس سادگيءَ تي پيار ايندو آهي. ۽ ڪاوڙ تڏهن ايندي آهي جڏهن سادگيءَ ۾ سيني کي چرچا هٿي ويندو آهي. افضل جي زندگي بہ الف - ليلوي داستانن وانگر گذري آهي. يا ايئن ڪٿي چئجي تہ هڪ اهڙي عجيب ناول جي مثال آهي. جنهن جو هر باب. ٻي باب جي نفي ڪري ٿو.

سندس زندگي جو پهريون باب اهو آهي. جنهن ۾ افضل. دودي سنهڙيءَ ڳوٺ ۾ سيارو پوکي ۾ ۽ اونهارو لاڪ (گوڏ) ۾گذاريو. هر انهيءَ ڀهراڙيءَ جي معصوم ابهم جيان جنهن جي سوچ ۽ سونهن نيڪيءَ جي ديوتائن کان بہ وڌيڪ سندر ۽ سُشيل هوندي آهي.

سندس زندگي جو ٻيو باب اهو باب آهي. جنهن ۾ هر نوجوان نٽ کٽ شيام جيان. ڪنهن راڌا جي راهہ تڪيندو آهي. ۽ هر جوانڙي من ئي من ۾ پيار جو پنگهٽ جوڙي ڪنهن نٽ کٽ شيام جو انتظار ڪندي آهي. افضل بہ پنهنجي ڳوٺ جو اهو ناليرو نٽ کٽ شيام هو جنهن پريم جي ڊگر تي آيل ڪيترين ئي راڌائن جا دلا ڀڳا. بقول خليل جبران جي "In every man's life there is salma" (هر ماڻهوءَ جي زندگيءَ ۾ هڪ سلميٰ هوندي آهي.) پر افضل جي ان دؤر واري زندگيءَ ۾ تہ ڪو واڻڪو ليکو چوکو ڪرڻ ئي غلط آهي. چو تہ بقول سندس ڪيتريون ئي سلمائون آيون ۽ ويون.

ٽيون باب سندس زندگيءَ جو پوائنتو باب آهي جنهن دؤر ۾ سندس اکين مان ڪام ديو ڪاليءَ جي پؤ ڪان پڇي ويو. سندس اکين ۾ ان ڪاليءَ اچي آرو ڪيو. جنهن جي باري ۾ چيو ويندو آهي تہ. سندس هڪ هٿ ۾ کانڊ. ٻي هٿ ۾ انساني سر. گهنگهور گهٽائن جهڙا ڪارا وار. خون آشام اکيون. ڳچيءَ ۾ انساني کوپڙي جي مالها ۽ رت سان ڀريل ڳاڙهي زبان هوندي آهي. ان دؤر ۾ افضل جي اکين مان وحشت ڳاڙهن تاندن جي تؤ جيان نڪرندي هئي ۽ سندس ايمان گوليءَ جي ٻوليءَ ۾ هوندو هيو.

سندس زندگيءَ جو چوٿون باب. وڏو موڙ (Twist) ثابت ٿيو. جيئن سنڌ ۾ هر ارڏي ڳيرؤ کي سڌارڻ لاءِ سندس وڏا. نڪ ۾ نوڙي وجهندا آهن. افضل کي بہ سندس وڏن شادي ڪرائي نڪ ۾ نوڙي وڌي تہ ننيڙي ڪٽنب

جو آغاز ٿيو پوءِ افضل هر وحشت کي وساري، پنهنجو ايمان محنت ۽ جفاڪشي تي رکيو ڇو تہ کيس اها خبر هئي تہ محنت ۽ جفاڪشي جي زندگي ئي هڪ اهڙي زندگي آهي. جنهن ۾ امن ۽ شانتي هوندي آهي ۽ "هٿ کس" واري زندگي ڪنهن جوالا مکي جي مُنهن جيان هوندي آهي.

هن پاڻ ۽ پنهنجي ڪٽنب کي زندهہ رکڻ لاءِ وٽنري اسسٽنٽ جي نوڪري ڪري زندگي جي ڏور کي ڏوريو پر انهيءَ وچ ۾ هن نہ هٿ ٽنگيو ۽ نہ وري ڪنهن کي سوال ئي ڪيو.

سندس زندگيءَ جو پنجون باب، جيڪو سيني بابن کان وڏيڪ مانائتو ۽ شانائتو آهي. جنهن باب ۾ هن جسماني محنت سان گڏوگڏ ذهني محنت بہ ڪرڻ شروع ڪئي. هن پنهنجي پڙڪندڙ جذبن جي اظهار لاءِ شاعريءَ کي چونڊيو پر اها شاعري جيڪا سندس برهہ جي باب جو پڙاڏو هئي، جيئن تہ مان افضل جي شخصيت تي ڳالهائيندي سندس ان پهلو کي واضح ڪري وڏو آهي، جنهن ۾ هو اسان جي اڳيان شاعر جي حيثيت سان سامهون اچي ويو آهي. بهتر اهو ٿيندو تہ هاڻي شخصيت کي ڇڏي سندس شاعريءَ تي ڳالهائڻ شروع ڪجي، تہ افضل جي شاعري ڪهڙن ڪهڙن دؤرن مان گذري؟ يا سندس شاعري ۾ ڪيئن ۽ ڪهڙا لاڙا آيا؟ انهيءَ لاءِ سندس شاعري تي ڪجهہ روشني وجهندس، پر هام نہ هڻندس تہ افضل بيٺل پاڻي ۾ پٿر اڇلايو آهي يا ڇپ اڇلائي آهي يا پاڻ اڇلايو آهي. نہ وري ائين چوندس تہ سائين چوڻيءَ جو شاعر آهي. عوامي شاعر آ، عظيم شاعر آ، وچ آ يا ڪنوڻ آ، پر ايترو ضرور چوندس تہ افضل اڳتي وڌيو آهي، گهٽيو ڪونهي. ڇو تہ جيڪڏهن چاڪيءَ جو ڏاند اکين تان آکيڙيون لاهي، باز ٻڌجي وڃي تہ اها هڪ وڏي تبديلي چئبي. افضل جي پهرين شاعري جيڪا فاعلاتن فاعلات ۽ معشوق جي اڳيان گريہ و زاري جي گهاٽي جي چوڌاري ڦرندي هئي، اها شاعري اڄ عقابي اک رکي ٿي، جنهن ۾ عالمگير نظر آهي. جيڪڏهن ان ترتيب کي ونجي جيڪا سندس شاعري جي تاريخ آهي تہ پوءِ پهريائين افضل جي غزل واري شاعري تي ناقدانہ نظر ڦيرائڻي پوندي حقيقت ۾ تہ سندس پهرين غزل واري شاعري روايتي شاعري هئي، جنهن ۾مبالغي آميزي، عبارت آرايانہ تڪلف، لفظي لاف ۽ تصنع گهڻو هيو جيئن سندس هن ئي مجموعي ۾هڪ غزل ثبوت طور تي آهي:

وساريان ڪيئن مان توکي، نٿو وسرين وڃان ڪاڏي،
هميشہ روح ۾ راڙو، منهنجو وهنوار ٿي ويو آ.

پر پوءِ آهستي آهستي سندس غزل مان عجيب و غريب ترڪيبون، ڳجهارتون، پروليون گم ٿينديون ويون. انهيءَ جي جاءِ تي سندس غزلن ۾ علامتي رنگ ۽ جذباتي حساسيت اچي وئي. انهيءَ جو مثال هن مجموعي ۾ سندس هي غزل آهي.

خزان جي تيز حملي کان، سڙي ويا ڪانهن ڪينجهر جا،
مندون موٽي وري آيون، نہ نسريا سر اجان تائين.

بهرحال، مان ائين ڪونہ چوندس تہ سندس غزل واري شاعري، منديءَ تي ٽڪ جيان آهي بهر ڪيف، پوءِ بہ مجموعي طور تي سندس غزل کي ڪسو ڪين چئبو.

منهنجي خيال ۾ تہ، غزل کان سندس نظم سؤ دفعا وڌيڪ سنو آهي يا ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ نئين ٿهي جو لاڙو نظم طرف گهڻو آهي ۽ اها هام انهيءَ اثر هيٺ هجي.

" پرسي، باشي- شيلي " جي چوڻ مطابق تہ " شاعري بجليءَ جي تلوار وانگر آهي، جيڪڏهن ڪيس نيام ۾ رکيو ويندو تہ اها ڪيس جلائي رک ڪري ڇڏيندي "

اهڙي بي نيام شاعري جي شروعات، هن تڏهن شروع ڪئي، جڏهن روح رهاڻ جو رنگ لڳس. روح رهاڻ جي سخت ادبي تنقيد سندس شاعريءَ کي جلا بخشي. هن جهروڪن مان جهاتيون پائڻ ڇڏي ڏنيون، سندس پهريون چرڪائيندڙ نظم، جيڪو 54 سٽن تي مشتمل هيو جنهن ۾ هن مصنوعي حدبندين واري نيام کي ساڙي رک ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي شاعريءَ جي تلوار کي ننگو ڪيو.

هن جو پهريون نظم، "ساٿيو هوشيار ٿيو تہ آٿيون انقلاب اچ" کان وٺي، " هر جنم ۾ مون لکيو آ،" تائين هڪ هڪ نظم سندس ذهني ترقيءَ جو ثبوت آهي. جيئن جيئن سندس احساسن ۾ اٿل پٿل آئي، تيئن تيئن سندس قافئي وارن ۽ آزاد نظمن لاءِ ايترو تہ ضرور چئي سگهجي ٿو تہ زندگيءَ جي اصلي حقيقتن کي پيش ڪرڻ ۾ تر جيترو بہ نہ گٿا آهن.

پر سندن مقفيٰ نظمن کان وڌيڪ سندس غير مقفيٰ نظم آهن، جيڪي خيال ۽ فن جي لحاظ کان مٿانهان آهن. غير مقفيٰ نظمن ۾ سندس شاعراڻو مزاج وڌيڪ شوخ ۽ ارڏو آهي.

ڪٿي سماجي تاريڪي ۽ بد نظمي جو عڪس پيش ڪري ٿو تہ هي مقفيٰ نظم جڙي پوي ٿو.

بک مفلسي ۽ انسانيت،
وري وري هڪ سوال ڪري ٿي.

ڪٿي وري پنهنجي تخليقي ڪربCreative agony جو اظهار ڪري ٿو، ته هي نظم جڙي پوي ٿو:

" اونداهي رات ۾، دروازو منهنجو کڙڪائي،
منهنجي ئي ذات مون کي ننڊ مان اٿاريو آ.

ڪٿي وري خالصتن قومي سوچ تحت ڌرتي کي ماتا ڪوٺي ٿو ۽ پنهنجي محبت جو اظهار ڪري ٿو

او سنڌڙي! تنهنجو ديس وسي
او ماتا! تنهنجو ديس وسي

وري ڪنهن هنڌ تي سندس نظم سماجي سچائي ۽ عالمي دانهن بڻجي پوي ٿو.

امن جي نالي ۾ دنيا ۾
آبادين تي بم وسن ٿا.

اهڙيءَ ريت سندس ٻيا ڪيترائي نظم، مثلن:
"فرق" ـ "مون کي وسڪي جي تکي بوءِ جو قسم" ـ " ويٽنامي عورت" وغيره محسوس ڪرائن ٿا ته انفصل جي غير مقفيٰ نظمن ۾ گهرا گهاءَ ۽ احساس آهن. خلوص، مساوات ۽ آزادي جي ڏن آهي، حقيقت ۾ ته سندس غير مقفيٰ نظمن ۾ ئي ڏانءُ، ذات، ۽ سچائي ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيٺيون آهن.

انهيءَ ڪان پوءِ سندس وايون آهن، جيڪي تعداد ۾ گهٽ هئڻ جي باوجود به محسوس ڪرائن ٿيون ته، زهر جي پاڻي پيتل ٻڙڇيءَ جي مثل آهن، جن ۾ پڙڪيلا جذبا ۽ حساسيت ٻڙڇيءَ جي ڏار جهڙو چيهه ڏئي من ڪورن ٿيون. مثلا هيءَ وائي سندس صداقت نگاري جو ڪيڏو نه ثبوت آهي،

ڪير ٿو پيو چوي، ڪنهن ڏني روشني،
ڪوڙ ايڏو نه هڻ،
او ڪوي ديس جا، مت چو ٿي منجهي،
ڪوڙ ايڏو نه هڻ.
پنهنجي هٿ جو ڪنگڻ، آرسيءَ ۾ ڏسي
ڪوڙ ايڏو نه هڻ."

حالانڪ افضل جي ابتدا آهي پر پوءِ بہ بسم الله غلط ڪونهي. محسوس ٿئي ٿو تہ هن صنف ۾ بہ خيالن جو جوالا مکي قاتي ٿو. جنهن مان سندس آهون ۽ دانهون لاوي جيان وائيءَ جي صورت ۾ نڪرن ٿيون.

سندس لکيل سانيٽ ۽ ترائيل اهو احساس ڏيارين ٿا تہ افضل رڳو هنر فروشي ناهي ڪئي. تعداد ۾ بلڪل نہ هئڻ جي باوجود بہ سندس ٻنهي ترائيل ۽ سانيٽ زندگي تي وڏي تنقيد آهن. جيڪي "آرنلڊ" جي شاعري واري وصف تي بلڪل پورا آهن تہ. "شاعري زندگيءَ تي هڪ تنقيد آهي."

مثلن هي ترائيل مٿين وصف جو هڪ بهترين ثبوت آهي.

ڪالهہ ڪُسي ويو ڪارو ڪاري.
پوءِ بہ ڪاري ڪوهيڙي ۾.
ناري ويني باهہ تي ٻاري
ڪنهن جي اچڻ جي اوسيئڙي ۾"

بهرحال اهو احساس ٿئي ٿو تہ افضل جي سچي شاعريءَ ۾ نواڻ. جذبہ انگيزي ۽ صداقت نگاري گهڻي حد تائين موجود آهي. جيڪا هڪ سٺي شاعر هئڻ جو وڏو ثبوت آهي.

افضل لاءِ مان ايترو ضرور ٻڌائڻ چاهيان ٿو تہ "افضل" نہ "ملٽن" وانگر شاعريءَ جي ديوي The muse جي مرهونِ منت آهي. نہ وري ڪو William black واري دعويٰ ڪري ٿو تہ. " ڪا مافوق الفطرت قوت سندس سامهون اچي ڪانئس شعر چورائي ٿي." پر جيڪو ڪجهہ بہ شاعري جي انداز ۾ چوي ٿو ان ۾ سندس پنهنجن جذبن. احساسن. سوچڻ ۽سمجهڻ جو عمل و دخل آهي. منهنجي نظر ۾ تہ افضل جي اندر جو ڪلاڪار. جذبن ۽ احساسن جي آڏار تي اڃان ڪو جهور پوڙهو تہ ڪو نہ ٿيو آهي جو هي مجموعو سندس آخري مجموعو هجي. پر افضل جي اندر جو ڪلاڪار جذبن ۽ احساسن جي آڏار تي اڃان تہ ٻارنهن سالن جي ٻار واري جستجو ۽ شوق رکي ٿو. عهدِ شباب تائين پهچندي. پهچندي بہ گهٽ ۾ گهٽ ٽي چار مجموعا تہ ڏئي سگهي ٿو جيڪي هن مجموعي کان اڃان اور هوندا."

افسوس صد افسوس. مٿين پس لفظ واري دعويٰ سچ ثابت نہ ٿي سگهي جو افضل جي زندگي گذارڻ جو طريقو ماڪي جي مک جهڙو هيو. صبح کان شام تائين مسلسل محنت ڪندو رهيو. افضل وٽنري اسسٽنٽ هيو. پگهار مان پورت نہ پيس. تہ آفيس ٽائيم کان پوءِ ايمپائر روڊ جي ڏاڪٽي سري تي هڪ ننڍڙي ڪيبن کولي ان جي سامهون سائيڪلون رکي ڪرائي تي

هلائيندو هيو. رنگن جو شاهه ڪاريگر هيو. ضرورتون وڏي ويس تہ موڪل ڪري رنگسازي بہ ڪندو هو. اڌ رات مڌ رات جو سڏ ٿئيس تہ ڪنهن پاڳئي سان ڪچي ۾ وچي سندس ڏورن جو علاج بہ ڪندو هو. حيرت ٿيندي هئي تہ هي شخص شاعريءَ لاءِ ٽائيم ڪٿان ٿو آڻي. سو بہ جهڙي تهڙي شاعري نہ. اندر ۾ وڍ وجهندڙ شاعري، گهرائي ۽ گيرائي رکندڙ نزاڪت ۽ نفاست سان پرپور، خيال ۽ مقصديت سان سلهاڙيل.

سندس دوستيءَ جا اسير وري ايترا هيا. جو ڪهڙن جا نانءَ ڳڻجي، ڪهڙن جا ڪٽجن. ڪي ذاتي، ڪي ادبي، ڪي سياسي، ڪي محنت ڪش. شام ٿيندي هئي تہ لاڙڪاڻي جا نوجوان، پڪا ۽ پوڙها اديب. سياسي ڪارڪن ۽ مزدور سندس سائيڪلن جي ڪيبن آڏو گڏ ٿيندا هئا. انهيءَ ڪيبن آڏو ايڏي تہ ڪچهري لڳندي هئي، شايد ڪنهن اوطاقي جي اوطاق تي بہ نہ. جنهن بہ ڏنو تہ ايئن ڏٺو تہ سندس هڪ هٿ نوٽ بڪ تي سائيڪل جي ڪرائيدار جي نانءُ لکڻ ۾ مشغول ۽ ٻيو هٿ پرسان واري هوٽل جي بيري کي آڱرين سان اشارا ڪري چانهہ جي آرڊر ڏيڻ ۾ مصروف. پوءِ چانهہ جا اڌڙ پيا هلندا ها ۽ مختلف سياسي، سماجي ۽ ادبي بحث پيا ٿيندا هيا. ايئن هڪ دفعي ڪچهري ۾ مست مگن ڏسي، ڪو شاهينگ سائيڪل بہ ڪاهي ويس. سائيڪل وڃايائين، نہ وڃايائين ست سنگ ۽ ساءُ.

خودداري جو عالم اهو هئس جو هڪ دفعي مون کان اڍائي سؤ روپيا اهو چئي ورتائين تہ مهيني اندر موٽائيندو. موٽائي نہ سگهيو تہ گهر آيو ۽ چيائين:

"ادا منظور پئسا نہ ٿي سگهيا. مان چاهيان ٿو تہ اوهان جي گهر کي رنگ ڏئي قرض لاهيان"

مون کيس چيو" يار نہ ٿي سگهيا تہ خير آهي، سمجهہ تہ مون توکي مدد ڏني!"

وراڻيائين " قرض طور تي ورتا هيم، ان ڪري ضرور لاهيندس"

منهنجي جاءِ کي ان وقت واقعي رنگ جي ضرورت هئي، هن شخص الائي ڪٿان مختلف رنگ آڻي منهنجي جاءِ کي رنگين ڪري ڇڏيو ڪم پورو ڪري چيائين: "ادا! راضي پازي؟" مون وراڻيو: "اڍائي سؤ کان تہ ڪم وڌيڪ آهي، تنهنجو حساب مون ڏانهن ٿيندو." وراڻيائين: "ادا! تنهنجي جاءِ جي هر ڪمري جو رنگ جدا آهي، معاف ڪجانءِ، جيڪي رنگ مون وٽ بچيل هئا، سي هنيا اٿم ان ڪري ڪم ست رنگي ٿي ويو آ."

پاڪر پائيندي چيو مانس: "افضل تو نہ صرف منهنجي جاءِ ڪئي، پر منهنجي دل ڪي بہ ست رنگي بڻائي ڇڏيو آهي."

افضل جي اها خوبي يا خامي چئجي تہ جذباتي بہ ڏاڍو هوندو هيو. 1977ع ۾ ملڪ آگاٽي، ڪيهر شوڪت شام جو ادبي ڳڌجاڻيءَ ۾ شرڪت ڪرڻ ڪانپوءِ روح رهاڻ جي آفيس ۾ رهي پوندا هئا. ملڪ آگاٽي جڏهن رات رهندو هيو تہ افضل کي طبقاتي ويڙهہ لاءِ سندرا ٻڌائي ڇڏيندو هيو. ان وقت ملڪ آگاٽي عوامي تحريڪ جو پرجوش ڪارڪن هيو. سندس ڳالهائڻ جو انداز نهايت سحرانگيز ۽ اثرانگيز هيو. هڪ رات جو افضل کي ڪو وڏيرڪي نظام ۽ وڏيرن جي خلاف ايڏو پڙڪائي ويو جو ٻئي ڏينهن تي افضل هڪ نالي بندوق ۽ ڪارتوس هٿ ڪري ڳوٺ آگاٽي پهتو ۽ ملڪ آگاٽي کي چيائين: "مان وڏيڪ وڏيرن کي برداشت نہ ٿو ڪري سگهان. ٻڌاءِ تہ ڪهڙي وڏيري کي ماريان!"

ملڪ آگاٽي اچي ڦاٿو ۽ کيس سمجهائڻ لڳو تہ "بابا ....! هيءَ وڏي ۽ گهڻ طرفي ويڙهاند آ. جنهن ۾ باقاعده رٿابندي ۽ حڪمت عملي جي ضرورت آ وغيره." پر افضل قادري چيس." ادا ملڪ! جڏهن اهو ويڙهاند جو وقت اچي تہ ٻڌائجان. باقي وقت کان اڳي اهڙيون ڳالهيون ٻڌائي مچرائيندو نہ ڪر!"

بس ان ڏينهن کان پوءِ مجال جو ملڪ آگاٽي ان موضوع تي افضل سان ڳالهائي.

خبر ناهي تہ افضل قادريءَ جي ڦڦڙن ۾ ڪينسر ڪڏهن کان لڳو ۽ ڪيئن لڳو هو. شايد گهٽي ٻيڙي پيئڻ ڪري يا حد کان وڌيڪ محنت ڪرڻ ڪري. پر اوچتو ئي اوچتو کيس ساهہ ۾ تڪليف ٿيڻ لڳي. جڏهن ڊائگنوز ٿيو تہ کيس ڦڦڙن جو ڪينسر ثابت ٿيو. ان وقت سنڌي ادبي سنگت شاخ موهن جو دڙو جو بنياد پئجي چڪو هيو. سڀني ميمبرن ۽ دوستن پنهنجي وت ۽ وس آهر مدد ڪيس. بينظير صاحبہ وزيراعظم هئي. ان کان ڪنهن دوست نوٽ هٽائي کيس آماده ڪيو تہ هو ڪراچيءَ مان علاج ڪرائي. پر جڏهن اتي پهتو تہ اسپتال وارن ۽ ثقافت کاتي جي ماڻهن جو ناروا سلوڪ ڏسي موٽي آيو. جنهن تي مون احتجاجن 31 مارچ 1990ع تي هلال پاڪستان اخبار ۾ پنهنجي هفتيوار ڪالم 'فڪر ڦرهي هٿ ۾' ان بي حسي بابت لکيو هو:

افضل قادريءَ جو آخري انٽرويو محمد علي پٺاڻ ۽ مان سندس مرتئي کان 14 ڏينهن اڳ 28 اپريل 1990ع تي ورتو هيو. جيڪو پوءِ هزار داستان ڊائجسٽ ۾ ڇپيو. جنهن ۾ سندس زندگيءَ جا ٻيا ڪيترائي پهلو نمايان ٿيا. جيڪو ايندڙ وقت جي محقق لاءِ هڪ مواد آهي.

افضل جي ان انٽرويو کان پوءِ به اسان دوست مسلسل وٽس ويندا رهياسين. انهيءَ دوران اسان هن جي اکين ۾ موت جو ڊپ محسوس نه ڪيو. هن کي ڏسي لڳندو هيو ته هو پر اُميد آهي ۽ پنهنجي اظهار تي خوش آهي. کيس ڏسي اُن وقت حافظ شيرازي جو هڪ شعر ياد ايندو هو:

"فاش ميگويم و از گفتہءَ دلشادم

بنده عشقم و از هر دو جهان آزادم."

(کلم کلا چوان ٿو ته پنهنجي چوڻ تي خوش آهيان،

مان عشق جو ٻندوآهيان ۽ ٻنهي جهانن کان آزادآهيان.)

برحق ته افضل قادري هيو به عشق جو ٻندو ڪو درٻاري شاعر نه هيو. هن کي عشق هو پنهنجي ڪٽنب سان، پنهنجي محنت سان، ڌرتيءَ سان، ڌرتيءَ جي ماڻهن سان، سچائي سان ۽ پنهنجي نظريي سان. هو انهن ماڻهن منجهان نه هيو جيڪي ڳالهه ته محنت ڪشن جي ڪن، پر پاڻ محنت کان عاري هجن. ڳالهه ته سچائي جي ڪن پر پاڻ ڪوڙا قيصر لنڊ هجن. ان ڪري مون کي هينري جيمز جا اهي جملا ڏاڍا ياد ايندا هيا. جيڪي مان افضل جي حوالي سان اڪثر ورجائيندو رهندو هئس:

" مان لکڻ واري تي ڪائي پابندي نه ٿو مڙهيان، سواءِ هڪ پابندي جي ته هو پنهنجي لکت، سان سچو رهي."

پنهنجي لکت سان سچو رهندڙ افضل قادري، بيماريءَ جي دوران به پنهنجي ٻي شعري مجموعي "احتجاج" کي ترتيب ڏيندو رهيو ۽ اسان سان ويچار ونڊيندو رهيو.

پر 12مئي 1990ع سندس زندگيءَ جو آخري ڏينهن ثابت ٿيو. کٽ تي ليٽيل، هڪ هٿ سيني تي، ساهه ڏاڍا تڪليف سان کڄي رهيا هئس، مان ۽ ٻيا دوست کيس انهيءَ اذيتناڪ حالت ۾ بيوسي وچان ڏسي رهيا هياسي. پر افضل جي اکين ۾ بي وسي نه هئي، ايئن لڳي رهيو هيو ڄڻ هو اسان کي اکين ئي اکين ۾ پنهنجو اهو چوسٽو ٻڌائي رهيو هجي:

دنيا جي غلط رسم ۽ رواج جي خلاف،
جنهن ۾ ملي نہ حق، تنهن سماج جي خلاف
اديب احتجاج آ، هر ظلم جي خلاف،
لطيف جيئن مثال آ، هر ڏاڍ جي خلاف.

13 مئي تي، جڏهن سندس جنازي کي کلهو ڏئي لاڙڪاڻي جي ابوبڪر مقام ڏانهن روانا ٿياسين تہ ائين لڳو ڄڻ پنهنجي ئي وجود جي حصي کي دفن ڪرڻ ويندا هجون.

***

# MEMBERSHIP OF LITERARY & CULTURAL RGANIZATIONS:

2010
Member **"Taraqi Pasand Musanifeen Pakistan"**

2008-2009
Founder, Member and Secretary Arts Council of Pakistan Larkano.

2001-2002
Member **"Sufi International Foundation Larkano"**.

1999-2009
Vice Chairman District Historical Society, Larkano.

1997
Founder, Member and President, Writers' Club Larkano.

1990
Founder, Member of Sindhi Adabi Sangat Moen-jo-Daro.

1989
Founder, Member **"Megh Malahar Cultural and Literary Circle'**.

1976
President Rooh Rihan Adbi Sangat Larkano.

1974
Member of literary circle Bazm-e-Shahbaz Larkano.

Information Compiled by:

**Rohal Jan Kohyar**

# LITERARY & CULTURAL AWARDS:

2009
Award of excellence youth festival Larkano youth affairs Department Govt of Sindh.

2008
Peoples Cultural Wing Larkana Award on the Book **"Tablet of Wisdom".**

2007
Megh Malahar Cultural & Literary Circle Award on the book **"Firak-ji- Manzil".**

2006
International Sufi Foundation Award for **"Sufi Story".**

2005
Megh Malahar Cultural and Literary Circle Award for Articles on **"History of Larkano.**

2005
Award Shield **Larkano Historical Conference** presented by District Historical Society. Larkano.

2004
District Government Larkano Literary Award on short stories.

2002
Literary Award Sindhi Adabi Sangat (Dokri)

2000
**"Sojhero Magazine"**
Literary Award, on Biographical Sketches

1996
Award Shield presented by Ambassador Peoples Republic of China.

# RESEARCH PAPERS/ARTICLES PUBLISHED:

- Boats of Sukkur
- Mori Rameja & Ghari (Khairpur)
- Olympic Park Munich (Germany)
- Volundam & Kokonhauf
- Middle Burg (Holland)
- Nawabshah
- Khairpur
- Sukkur
- Garhi Yaseen
- Jacobabad
- Shikarpur
- Kambar
- Larkano
- Shahdadkot
- Achitectural heritage of larkana
- Glance at larkana
- Play & Game
- Boats of Hyderabad
- Boats of Karachi
- Boats of Thatta
- Boats of Kenjhar lake
- Boats of Manchhar lake
- Achitectural heritage of Sukkur

# DOCUMENTATARIES:

**Moen-jo-Daro Museum**
Radio Documentary in Urdu.
Produced by Radio Påk. Larkana

**Shah Bahro** T.V. Drama
Documentary in Sindhi.
Produced by Sindh TV

**Long Live Larkano** T.V. Drama
Documentary in Sindhi.
Produced by Sindh TV

**Indus** T.V. Drama
Documentary in Sindhi.
Produced by Sindh TV

# TRAVELAGUE OF EUROPE:

**"Gadia Europe Gass Mien"**
Published by Hazar Dastan Digest 1992

# STAGE DRAMA:

- 2010 General Shah Baharo
- 2008 Jhukar – The Wise
- 2007 Awaz – (Voice)
- 2005 Rasman Je Angaas Te
- 2001 Rehearsal
- 2000 Raj Kartah (The King Makers).
-

# T.V. DRAMA SCRIPTS:

- 2008 Kara Kakar (Soap Serial).
  Produced by K.T.N
- 2007 Wafaon Muntazir Ahin (Drama Serial).
  Produced by K.T.N
- 2006 Siyasat (Drama Serial).
  Produced by Sindh TV
- 2005 Ravish (Drama Serial).
  Produced by K.T.N.
- 2005 Aali & Lali (Drama Series).
  Produced by Sindh TV
- 2004 Mr. Sunday (Drama Series).
  Produced by K.T.N.
- 2004 "Rawaj" (Drama Serial)
  Produced by K.T.N.
- 2003 Tapish (Drama Serial).
  Produced by K.T.N.
- 2003-04 4 Solo Dramas
  Produced by Sindh TV & K.T.N.

# Personal Profile

| | |
|---|---|
| Name: | **Manzoor Hussain** |
| Father's Name | **Willayat Khan** |
| Pen name: | **Manzoor Kohyar** |
| Date of Birth: | **$2^{nd}$ June, 1955.** |
| Place of Birth: | **Lahori Muhalla, Larkano** |
| Permanent Address: | **House No.C-597, Lahori Muhalla, Larkano** |
| Present Address: | **A 3056 Gulshan Hadeed Phase – 2, Karachi** |
| Cell number: | **0343 3629448** |

## EDUCATION:

M.A. Sociology (Gold Medalist)
1978 Sindh University,Jamshoro.
L.LB.1986
Sindh University,Jamshoro.
Post Graduate Diploma in
**"Housing, Planning & Building"**
Rotterdam (Holland) 1991

# BOOKS PUBLISHED:

Short Story Book:
**"Sij Lahen Khan Poe Be"**
(After the sun set) 1995

Short Story Book:
**"Firak ji Manzil"**
(Destination of separation) 2007.

Literary Columns:
**"Fikar Farhi Hath Mein"**
(Tablet of Wisdom), 2008.

Short Story Book:
**"S`acha Koora Rishta"**
(So called relations), 2009

ڪي ڪي ماڻهو وڏيا ساگر

منظور ڪوهيار

ڪنول پبليڪيشن ٿر

منظور ڪوهيار هڪ وڏي جاکوڙ ڪري هي ڪتاب لکيو آهي. ۽ جن اديبن، سياسي شخصيتن، اُستادن ۽ دوستن سان هُن ڪچهريون ڪيون آهن يا جن کي هن Quote ڪيو آهي. اُهي پنهنجي ليکي وڏي حيثيت جا مالڪ آهن.

مان منظور ڪوهيار کي مبارڪباد ٿو ڏيان، ته هن پنهنجين مصروفيتن جي باوجود به اِهو ڪم سرانجام ڏنو آهي ۽ ذاتي طرح جيڪو ڪجهه به منهنجي باري ۾ لکيو اٿائين، سو سٺو لکيو اٿائين.

اِها وڏي خوشي جي ڳالهه آهي ته هن وقت سنڌي ادب ۽ تحقيق تي تمام سٺا ڪتاب اچي رهيا آهن. سنڌي ٻوليءَ جي گهڻ گهرن کي شاباس ڏجي ٿي، جيڪي پنهنجي ٻوليءَ سان بيحد محبت ۽ لڳاءَ جو ثبوت ڏئي رهيا آهن.

منهنجي اِها آرزو آهي ته مان به ڪو اهڙو ادارو قائم ڪيان، جيڪو ڪتابن جي اشاعت جي حوالي سان ڪم ڪري. اُهي ڪتاب جيڪي اڻلڀ ٿي ويا آهن يا نوان لکجي رهيا آهن، اُنهن کي منظر عام تي آڻجي. اُميد ته ادب جا سڀ گهڻ گهرا، هن ڪتاب جي آجيان ڪندا ۽ پوئيواري ڪندا.

**سوڀو گيانچنداڻي**

31 مارچ، 2010ع

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجھہَ ۽ ڏاھپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيھہ ڏيندي انھن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيھاريو آھي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آھن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڏي ٿي ڄَڳَ ۾، ھو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاھا ڪن ٿا، موٽي مَنجھہِ پھاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالھہَ ھُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلھہ نيلا پيلا آھن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آھن........

... ... ... ...

ھي بيتُ اَٿي، ھي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنھي ۾ فَرَقُ نہ آ، ھي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،
جنھن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنھن ھَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِھو سوچي مَڙھڻ تہ ”ھاٽي ويڙھہ ۽ عمل جو دور آھي، اُن ڪري پڙھڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آھي.

پَنَن جو پڙھڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ ھوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي ھٿن ۾ رھنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چـو، چـالاءِ ۽ ڪـيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها، نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
> ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)